# معارف خواجہ قاضي احمد

يعني

مڪتوبات، شوقنامہ ۽ افادات

تصحيح، تحقيق، مقدمو ۽ تعليقات:

ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو

ڊاڪٽر اين.اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ريسرچ
ڄامشورو، سنڌ
2021ع

انسٽيٽيوٽ جو ڪتاب نمبر 24

ڪتاب جو نالو: معارف خواجہ قاضي احمد

تحقيق: ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو

ڇاپو پهريون: 2021ع

تعداد: 500 ڪاپيون

ISBN: 978_969_2296_02_1

ڪمپوزنگ: محمد صديق جوڻيجو

ڇپائيندڙ: ڊاڪٽر اين.اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ريسرچ ڄامشورو

ثقافت، سياحت ۽ نوادرات کاتو حڪومت سنڌ

ڇاپيندڙ: ايلسا پبليڪيشنس حيدرآباد. 0300_3200824

ملهہ: =/600 روپيا

ڪتاب ملڻ جو هنڌ

(1) ڊاڪٽر اين.اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ريسرچ ڄامشورو ويجهو يوٿ هاسٽل، ڄامشورو

(2) سنڌي ادبي بورڊ جو ڪتاب گهر، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد

(3) قليچ ڪتاب گهر، سنڌي لئنگويج اٿارٽي، حيدرآباد

رابطي لاءِ: 022_9213012

# فهرست

# ڊپارٽمينٽ پاران

ثقافت، سياحت ۽ نوادرات کاتي پاران هميش ه اها ڪوشش رهي آهي ته سندس نگرانيءَ ۾ ڪم ڪندڙ ادارا جنهن خاص مقصد لاءِ قائم ڪيا ويا آهن ، سنڌ سرڪار جي س هڪار سان اهي حاصل ڪري سگهن.

هن اداري جي مقصدن ۾ خاص طور سنڌ جي تاريخي ورثي جنهن ۾ ڪتبن، سڪن تي تحقيق ڪرڻ شامل آهي، اتي سنڌي عالمن جي ناياب تحريرن، قلمي ڪتابن کي سنڌي ٻوليءَ ۾ منتقل ڪرڻ به آهي. ان سلسلي ۾ هيءُ تصوف تي مبني ڪتاب 'معارف قاضي احمد' نهايت اهم آهي، جيڪو اداري پاران شايع ٿي رهيو آهي. هن املهہ مواد جي تصحيح ۽ تحقيق ڊاڪٽر عبدالغفار سومري ڪئي آهي، جنهن لاءِ اسان سندس شڪر گذار آهيون. اميد آهي ته هيءُ ڪتاب سنڌ جي علمي حلقن ۾ مقبوليت ماڻيندو ۽ ان موضوع تي وڌيڪ تحقيق ڪندڙن لاءِ نهايت ڪارآمد ثابت ٿيندو. بهتر ڳالہ ه اها آهي ته هن ڪتاب سان گڏ اصل مواد جا ڪجھ ضروري عڪس پڻ ڏنا ويا آهن ته جيڪڏهن ڪنهن عالم کي ڪو علمي اختلاف هجي ته تنقيد جا مثبت پهلو سامهون اچي سگهن.

سنڌ جي علمي ۽ تاريخي ورثي جو گهڻو مواد عربي ۽ فارسي زبانن ۾ موجود آهي. اها نهايت خوشيءَ جي ڳالھ آهي ته ڊاڪٽر اين - اي بلوچ انسٽيٽيوٽ هن کان اڳ سنڌ جي وڏي صوفيءَ مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جا ٻه عربي ڪتاب ترجمي ۽ تحقيق سان شايع ڪرائي چڪو آهي ۽ ان کان سواءِ فقير نواب ولي محمد لغاريءَ جو ڪتاب تحرير گيڙو بابت ڪي پڻ منظر عام تي آندو آهي. اها ڳالھ اطمينان جو باعث آهي ته ادارو هن مهل تائين 23 ڪتاب شايع ڪري چڪو آهي.

ڪراچي
تاريخ: 9 سيپٽمبر 2021
غلام اڪبر لغاري
سيڪريٽري

ثقافت، سياحت ۽ نوادراتکاتو
حڪومت سنڌ، ڪراچي

# اداري پاران

هن انسٽيٽيوٽ جي مقصدن ۾ سنڌ جي علمي ۽ تاريخي ورثي کي جديد تحقيقي انداز ۾ پيش ڪرڻ خاص اهميت جو حامل آهي ۽ ان مقصد تحت هي ڪتاب پيش ٿي رهيو آهي.

انسٽيٽيوٽ پاران موجوده ڪتاب: 'معارف قاضي احمد'، شيخ قاضي احمد دمائيءَ جي مڪتوبات ۽ سندس ساٿين جي تحريرن تي مبني، سنڌ ۾ تصوف جو هڪ اهم دستاويز آهي. هيءُ اهو صوفي بزرگ آهي، جنهن جي نالي سان قومي شاهراه تي شهر آباد آهي. هو سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان لواريءَ واري جو خليفو هو. هن بزرگ جي زندگيءَ جو احوال پهريون دفعو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، هڪ مقالي جي صورت ۾ پيش ڪيو، جيڪو پڻ هن ڪتاب ۾ ڏنو ويو آهي.

هن ڪتاب جي تصحيح، تحقيق، مقدمي ۽ تعليقات جو تحقيقي ڪم اداري جي اعزازي چيئرمين محقق ڊاڪٽر عبدالغفار سومري سرانجام ڏنو آهي. هي تيرهين صدي هجريءَ جو مواد آهي جيڪو پهريون دفعو سنڌي ترجمي ۽ تحقيق سان منظر عام تي اچي رهيو آهي. ان لحاظ کان هيءُ ڪتاب سنڌ جي تصوف جي تاريخ ۾ هڪ اهم اضافي جي حيثيت رکي ٿو.

هن ڪتاب ۾ سنڌي فونٽ جي حوالي سان سنڌي صورتخطيءَ جا جيڪي مسئلا سامهون اچن ٿا تن کي ڪنهن حد تائين حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

هن ڪتاب کي شايع ڪرڻ واري هر مرحلي تي انسٽيٽيوٽ جي ڪارڪنن محمد ارشد بلوچ ۽ افتخار ميمڻ جا ڪردار ساراهڻ جوڳا آهن. اسان کي اُميد آهي تہ اسان جي هن ڪاوش کي سنڌ جي علمي حلقن ۾ قدر جي نگاهہ سان ڏٺو ويندو.

اڄ تاريخ: سيپٽمبر 12، 2021

سنڌي ٻوليءَ جو خدمتگار

ڊاڪٽر الطاف جوکيو

ڊائريڪٽر،

ڊاڪٽر اين.اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ريسرچ

ڄامشورو

# مهاڳ

تصوف سنڌ جو لازوال ورثو آهي، جنهن جا آثار سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود آهن. قومي شاهراهه تي قاضي احمد جو تاريخي شهر واقع آهي پر تمام گهٽ ماڻهن کي اها خبر آهي ته اهو سنڌ جي هڪ وڏي نقشبندي بزرگ شيخ قاضي احمد بن محمد صديق دمائيءَ جي نالي پٺيان ۽ سندس آباد ڪيل آهي. اهو شهر ٻارهين صديءَ جي آخر ۾ آباد ٿيو.

شيخ احمد ان ڪري قاضي احمد سڏجڻ ۾ آيو جو هو ڪلهوڙن جي دؤر ۾ قضا جي عهدي تي فائز هو. هو نقشبندي طريقي ۾ سلطان الاولياء خواجه محمد زمان لواريءَ جي بيعت ڪري داخل ٿيو ۽ سندس فيض شيخ حسين شاهه رتڙچتڙ (وفات: 1242ھ) واري ذريعي پنجاب تائين ڪيئن پهتو ان جو احوال شيخ حسين شاهه جي سوانح 'حيات قيوميه' ۾ ملي ٿو. اهو ڪتاب 1250ھ ۾ تصنيف ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح سندس ذريعي اهو سلسلو هندستان جي ڪن علائقن تائين پهتو جن مان پوئين دؤر ۾ سنڌ ۾ آيل حضرات مان ڊاڪٽر پروفيسر محمد مسعود احمد به هڪ هو. هن صاحب پهريون دفعو شيخ قاضي احمد جي مڪتوبات کي مختصر مقدمي سان فارسيءَ ۾ 1992 ۾ ڪراچيءَ مان شايع ڪرايو.

سنڌ ۾ شيخ قاضي احمد دمائي، شيخ عبدالرحيم گرهوڙيءَ جو همعصر آهي. ٻنهي جي پاڻ ۾ خط و ڪتابت به ملي ٿي. بهرحال ٻئي سلطان الاولياء خواجه محمد زمان لواريءَ جا خليفا هئا ۽ سندن ذريعي نقشبندي سلسلي ۽ فڪر کي گهڻو فروغ حاصل ٿيو.

هيءُ ڪتاب شيخ قاضي احمد جي مڪتوبات، سندس فرزند، خليفن ۽ انهن جي چڱيل اهم تحريرن تي مشتمل آهي. هيءُ مواد پهريون دفعو سنڌيءَ ۾ ترجمي ۽ تحقيق سان پيش ٿي رهيو آهي. اميد ته سنڌ ۾ تصوف جي اهم تصنيفن ۽ ماخذن جي سلسلي ۾ تڪميل طرف تيرهين صدي هجريءَ جو هيءُ مواد ڪارائتو ثابت ٿيندو.

هن ڪتاب جو گهڻو مواد درگاهه قاضي احمد جي ڪتب خاني مان موجوده گادي نشين پير محمد صادق نقشبنديءَ جي تعاون سان محترم سائين بخش قبولائي ءَ جي معرفت حاصل ٿيو جنهن لاءِ آئون سندن شڪر گذار آهيان.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي زندگيءَ ۾ سنڌ جي مادي توڙي غير مادي ورثي جي ڪيترن ئي پهلوئن تي بنيادي ڪم ڪيو. هن ئي درگاهه قاضي احمد جي باني شيخ احمد بن محمد صديق جي باري ۾ پهريون مڪمل مقالو لکيو ، جيڪو ان جي تاريخي اهميت سبب اسان هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو آهي.

اميد ته هي ڪتاب هيريٽيج انسٽيٽيوٽ طرفان سنڌ جي تصوف جي تاريخ ۾ اهم پيش رفت ثابت ٿيندو ۽ ان لحاظ کان ان کي قدر جي نگاهه سان ڏٺو ويندو.

ڪراچي
8 آگسٽ 2021ع
28 ذوالحج 1442ھ

ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو

ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو

# خواجہ قاضي احمد جو احوال ۽ سندس خليفا

شيخ ۽ پير طريقت خواجہ قاضي احمد قريشيءَ جا وڏا اصل ۾ تاريخي ڳوٺ ٿلتيءَ ۾ رهندڙ هئا. هن خاندان جو اهو شيخ احمد سنداٽي هو، جيڪو سيوهڻ جي تاريخي قبرستان ۾ مدفون آهي، جنهن جو ذڪر 'تذڪره مشائخ سيوستان' ۾ ملي ٿو، جيڪو 1039ھ/1629ع ۾ تصنيف ٿيل آهي، شيخ احمد سنداٽي مٿي تيرهين پيڙهيءَ ۾ اچي ٿو.

عام روايت موجب خواجہ قاضي احمد پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ 1117ھ مطابق 1705ع ۾ جائو ۽ ابتدائي تعليم پنهنجي والد محمد صديق کان ورتائين. ان کان پوءِ هو سيوهڻ ۾ پاٽ جي صديقي خاندان جي مشهور مدرسي مان فارغ التحصيل ٿيو. تيرهين صديءَ ۾ ان خاندان مان مخدوم عبدالواحد سيوستاني صاحب 'بياض واحدي' جيڪو وقت جو قاضي، مفتي ۽ وڏو عالم هو گهڻي شهرت ماڻي. ان ڪري اها ڳالھ مشهور ٿي وئي تہ هو قاضي احمد جو استاد هو. جيتوڻيڪ اها بہ حقيقت آهي تہ صديقي پاٽائي خاندان ۾ بہ مخدوم عبدالواحد ٿي گذريا آهن. پهريون مخدوم عبدالواحد ڪبير (1047ھ - 1123ھ) ۽ ٻيو هن جو پوٽو مخدوم عبدالواحد صغير (1150ھ - 1224ھ) جنهن کي فقه ۽ فتويٰ ۾ غير معمولي دسترس سبب 'نعمان ثاني' بہ چون ٿا. هن صورتحال تي جڏهن ٿورو وڌيڪ غور ڪجي ٿو تہ معلوم ٿئي ٿو تہ مخدوم عبدالواحد ڪبير جي وفات وقت خواجہ قاضي احمد جي موجوده ڄم جي حساب سان عمر فقط ست سال ٿئي ٿي، گويا هو هن جو شاگرد نٿو ٿي سگهي. ٻيو مخدوم عبدالواحد وري خواجہ قاضي احمد کان عمر ۾ گهڻو ننڍو آهي جنهن ڪري ان کان بہ علم جي تحصيل جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. هاڻي جيئن تہ اها پڪي پختي روايت آهي تہ خواجہ قاضي احمد سيوهڻ ۾ صديقي خاندان جي مدرسي مان علم جي تحصيل ڪئي تہ پوءِ اهو اصل ۾ مخدوم دين محمد (1113ھ - 1192ھ) ولد مخدوم عبدالواحد ڪبير آهي ۽ مخدوم عبدالواحد ثاني سندس پٽ آهي. هونئن بہ پاٽائي خاندان جي روايت موجب اهو مخدوم دين محمد هو جيڪو پهريائين پاٽ ڇڏي سيوهڻ ۾ آيو، جنهن کي ميان نور محمد ڪلهوڙي قضا جي عهدي کان سواءِ وزير جو عهدو پڻ ڏنو. ليڪن اهو تڏهن ممڪن ٿيندو، جڏهن خواجہ قاضي احمد جي جنم جو سال جيڪو اسان جي نظر ۾ هونئن بہ قابل اعتماد نظر نٿو اچي، درست ڪيو وڃي. ڇو تہ موجوده جنم جي حساب سان خواجہ قاضي احمد 106 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي، جيئن تہ سندس وفات جو سال 1223 هجري آهي.

هتان هڪ ڳالھ واضح ٿئي ٿي تہ جيڪڏهن خواجہ قاضي احمد، مخدوم دين محمد وٽان فارغ تحصيل ٿيو تہ پوءِ سندس ڄمڻ جو سال 1117ھ نٿو ٿي سگهي. ڇو تہ ان صورت ۾ مخدوم دين محمد ڪانئس

فقط چار سال وڏو ٿئي ٿو. اها ڳالھ وڌيڪ قرين قياس آهي تہ خواجہ قاضي احمد جو جنم 1130ھ ڌاري ٿيو هجي ۽ جڏهن 1150ھ ڌاري علمي فراغت حاصل ڪيائين تہ ان وقت مخدوم دين محمد جي عمر چاليھ سالن جي لڳ ڀڳ هوندي. هي ۾ اهو زمانو هو جڏهن مخدوم دين محمد، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دؤر (1131ھ - 1167ھ) ۾ قضا جي منصب تي فائز هو ۽ ميان نور محمد جو مٿس وڏو اعتماد هو. جيئن هڪ اهڙي لکيل خط مان واضح ٿئي ٿو جنهن جو نقل 'تذڪره مشاهير سند' ۾ ملي ٿو. اهو صوفيانہ رجحان رکندڙ مخدوم دين محمد هو، جنهن سان شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ءَ جو دوستيءَ ۽ اچڻ وڃڻ جو گهاٽو ناتو هو. سندس هڪ رسالو 'ماة فائده' موجود آهي.

ميان نور محمد 1163ھ / 1750ع ڌاري پنهنجي حڪمرانيءَ جي آخري سالن ۾ دادو واري 'خدا آباد' کي ڇڏي، موري جي پرسان 'محمد آباد' نالي سان نئون تخت گاهہ قائم ڪيو ۽ انهيءَ عرصي دؤران خواجہ قاضي احمد کي ان علائقي يعني 'لاڪاڻ' پرڳڻي لاءِ قضا جي عهدي تي مقرر ڪيائين. اسان جو غالب گمان آهي تہ ان ۾ مخدوم دين محمد جو هٿ هوندو ڇو تہ خواجہ قاضي احمد سندس لائق فائق شاگرد ۽ ان عهدي جو اهل هو. مخدوم دين محمد سان سندس عقيدت ۽ احترام جو اهو ناتو زندگيءَ جي آخري سالن تائين قائم رهيو. جيئن هتي ڏنل هڪ مڪتوب مان واضح ٿئي ٿو جيڪو ميان محمد حسن ۽ ميان محمد عارف ڏانهن سندن زرعي زمين تان قبضي ڇڏائڻ بابت لکيو ويو آهي. پاٽائي خاندان جي شجري موجب محمد حسن (وفات: 1220ھ/ 1805) مخدوم دين محمد جو پٽ آهي ۽ محمد عارف وري محمد حسن جو پٽ ۽ مخدوم عبدالواحد جو پاٽئيو آهي، جيڪو سندس وفات کان پوءِ فتوائن ۽ درس ۾ سندس علمي جانشين ٿيو. اهوئي سبب آهي جو قاضي صاحب هنن جي مدد خاطر پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪرڻ گهريو ٿي.
بلڪ ان کان وڌيڪ هڪ ٻئي خط مان پتو پوي ٿو تہ انهيءَ خاندان جي ميان پير محمد وارن سان ڪا مائٽيءَ جي نسبت طئي ٿي ۽ پاڻ ان نسبت بابت نهايت سرگرم هئا جو پير محمد لاءِ ايترو بہ لکيائين تہ هو ڪيس پنهنجي پٽ ميان محمد صالح کان بہ وڌيڪ پيارو آهي. هتان اهو پڻ واضح ٿيو تہ قاضي صاحب ۽ سيوهڻ جي صديقي خاندان خاص طور مخدوم دين محمد جيڪو سندس استاد هو ۽ سندس اولاد سان گ هرا ۽ گهاٽا ناتا هئا. مخدوم محمد عارف سيوهاڻي جا سيد نور محمد شاهہ ڪنڊائي ءَ جي ڪتاب 'تڪميل المعرفت' تي حاشيا ۽ سندس ڪتب خاني ۾ شيخ عبدالرحيم گرهوڙي ءَ جو تصوف ۾ مشهور ڪتاب 'فتح الفضل' جو ذڪر ملي ٿو. ان ڪتاب تي مخدوم محمد عارف هي ۾ نوٽ لکيو آهي:

"بحمد لله وحوله وقوته وهبني الله تعالیٰ هٰذا الکتاب الشريف المسمي بفتح الفضل من يد حاجي کاغذي وهب الله اياه خير النعم، و انا الفقير الموهب له 24 شعبان 1238ھ - مُهر محمد عارف، 1222."

ميان نور محمد طرفان قضا جو عهدو ملڻ تي خواجہ قاضي احمد پنهنجو آبائي علائقو ڇڏي 'محمد آباد' جي پرسان 'ديهہ دِمَر' ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي ۽ ان ڪري هو 'قاضي احمد دمائي' جي نالي سان

مشهور ٿيو. ميان نور محمد جڏهن 1167ھ / 1753 ع ۾ وفات ڪئي تہ ان ڪان جلدي پوءِ محمد آباد ڦٽڻ لڳو جو تہ سندس پٽ محمد مراد وري نصرپور جي پرسان درياہ جي ڪنڌي ۽ تي نئون شهر 'مراد آباد' ٻڌايو جنهن کي وري جلد ئي دريا ه پائي ويو. ميان محمد مراد ڪامياب حڪمران ثابت نہ ٿيو، جنهن ڪري وزيرن مشيرن صلاح ڪري 13 ذوالحج 1170ھ مطابق آگسٽ 1757 ع تي هن جي جاءِ تي ميان غلام شاھ ڪلهوڙي کي سنڌ جو حڪمران بنايو.

ميان غلام شاھ (1171ھ - 1186ھ) جو پندرهن سال حڪومت جو دؤر گهڻن ڪاميابين ۽ ڪامرانين وارو ثابت ٿيو. اندروني استحڪام ڪان سواءِ سنڌ جي سرحدن ۾ بہ توسيع ٿي ، ليڪن غلام شاھ ڪان پوءِ سندس پٽ ميان سرفراز ڪلهوڙو ناڪام حڪمران ثابت ٿيو جو ڪلهوڙا خاندان جي وفادار سپہ سالار مير بهرام کي سازش ڪري مارائي وڌائين. آخر ميان سرفراز کي لاهي ميان غلام نبي ۽ کي تخت تي ويهاريائون. مطلب تہ ميان غلام شاھ ڪان پوءِ ڪلهوڙن جي ميرن سان چپقلش ۽ خانہ جنگي شروع ٿي وئي، جنهن جو نتيجو ڪلهوڙن جي ميرن هٿان 1199ھ ۾ هالاڻيءَ ۾ شڪست جي صورت ۾ نڪتو ۽ مير سنڌ جا حڪمران بڻيا.

قاضي احمد درگاھ جي ڪتب خاني ۾ موجود هڪ سَند مان پتو پوي ٿو تہ ميان نور محمد ڪلهوڙي ڪان مليل سَند کي ميان محمد مراد، ميان غلام شاھ، ميان سرفراز ۽ پوءِ ميان غلام نبي ڪلهوڙي پڻ توثيق ڪئي، جنهن جو عڪس (ضميمو-الف) شامل ڪيو آهي هتي ان جو سنڌي ترجمو ڏجي ٿو:

مُهر = خادم الفقراء غلام نبي عباسي

حضور عاليءَ جي سَند مطابق عمل ڪريو.

لاڪات پرڳڻي جي موجوده توڙيايندڙ وقت جي عملدارن کي ڄاڻ هجي تہ حافظ ابوالخير ۽ مخدوم احمد ولد مرحوم محمد صديق جن کي درويشن جي خادم مرحوم نور محمد حضور جنتِ مڪان جي زماني ڪان وني اصلي سَند پيش ڪيل آهي ۽ مرحوم ومغفور ميان محمد مرادياب خان، ميان غلام شاھ جي دؤر ۾ ۽ برخوردار محمد سرفراز خان جي (جاري ڪيل) فرمان مطابق گذريل وقت ڪان تصرف ۽ قبضي ۾ آيل آهي. جنهن جي آبادي، گاھ ۽ ڪک پن وغيره کي سرڪاري ٽيڪس (ڍل) جي تڪليفن ڪان (بلڪل) معاف سمجهن. انهيءَ باري ۾ (هيءَ) سَند (حڪم نامو) جاري ڪريون ٿا تہ اها سائين جن کي ڏنل (سَند) قائم آهي ۽ اسان اصلي سَند کي ڏسي تصديق ڪئي آهي تہ مرحوم مغفور (ميان نور محمد) جي دؤر ڪان (وني) هن وقت تائين (اها جاگير سندن) قبضي ۽ تصرف ۾ ڏيکاريل آهي. عمل ۾ آڻيندڙ خاندان جي تسليءَ خاطر تہ جيئن حضور لاءِ دعاگو رهن. ان باري ۾ تاڪيد ڄاڻندا. 24 ماھ شعبان سنہ 1190 هجري (8 آڪٽوبر 1776 ع).

هتان اها پڻ خبر پئي ته خواجه قاضي احمد ڪلهوڙن جي دؤر ۾ قضا جا فرض سرانجام ڏيندو رهيو، البت ميرن جي دؤر ۾ ان جي وڌيڪ خبر ڪو نه ٿي پئي.

ڪجهه تحريرن مان اندازو ٿئي ٿو ته 1176ھ / 1762ع ڌاري جڏهن خواجه قاضي احمد جي رهائش اجا 'ديهه دِمَ ' ۾ هئي ته پاڻ چئن ساٿين سان گڏجي حج جو ارادو ڪيائين. اهو زمانو هو جڏهن سنڌ ۾ سلطان الاولياء خواجه محمد زمان (1125ھ - 1188ھ) لُواري واري جي روحاني ڪشش جو هر طرف غلغلو هو. ان وقت اهو به هڪ قسم جو دستور هو ته حج جهڙي وڏي نيڪيءَ تي اُسهڻ کان اڳ ڪنهن وڏي بزرگ جي دعا حاصل ڪندا هئا. بهرحال اهو انهيءَ ڪشش جو نتيجو هو جو خواجه قاضي احمد پاڻ لُواريءَ ۾ اچي حاضر ٿيو. اتي دست بيعت ٿي نقشبندي سلسلي ۾ داخل ٿيو ۽ ڪجهه ڏينهن رهڻ بعد مرشد جي دعا سان حج جي سفر تي روانو ٿيو. غالباً اهو حج 1177 يا 1178 هجريءَ ۾ ٿيو جو اهو سال خواجه قاضي احمد جي هٿ اکرين لکيل 'قصيده امامي ' جي آخر ۾ ملي ٿو. ان جي ترقيمه هن ريت آهي:

"تمام شد بفضل خدا عزّ و جلّ قصيده امامي بتاريخ يازدهم شهر رجب سنه 1178ھ از دست پر تقصير راجي الي ﷺ احمد بن مغفور محمد صديق قريشي در شهر ڪرسن بندر ولايت حضرموت. اللهم اغفر لمصنفه و لڪاتبه و لقارية و لسامعه و لناظره مع جميع المومنين و المومنات بحرمت النبي عليه افضل الصلوات و ازڪي تحيات و اصحابه و آله الامجات برحمتڪ يا ارحم الراحمين."

انهن تحريرن ۾ عربي ۽ فارسي اشعار جيڪي حرمين جي سفر دؤران گهڻي شوق ۽ محبت وچان سندن زبان تي چڙهي آيا، لکيل ملن ٿا، جن مان ڪجهه سندس چيل ٿي سگهن ٿا. هڪ اهڙي مناجات جو شروعاتي شعر هن طرح آهي:

چگونه دماغ بدلبر ڪنم
ڪه دام زلف ڪرد صيد دلم

[مان پنهنجي دماغ ۾ محبوب جو ڪهڙو خيال آڻي سگهان ٿو جو ته منهنجي دل سندس زلفن جي دام جو شڪار ٿي چڪي آهي.]

اسان آخر ۾ سندس اهڙا فارسي ۽ عربي اشعار جيڪي ان ڪيفيت جو اظهار ڪن ٿا ، عڪس (ضميمو-ب) جي صورت ۾ ڏئي رهيا آهيون.

قاضي صاحب حرمين ۾ حج جي سعادت حاصل ڪرڻ ڪانسواءِ انهيءَ زماني ۾ اتي مستقل طور رهندڙ سنڌ جي وڏي عالم مخدوم ابوالحسن صغير (وفات: 1187ھ) سان گهڻيون ملاقاتون ڪيون جو سندس عربيءَ ۾ ننڍا رسالا پنهنجي هٿ سان نقل ڪيا اٿس، جيڪي اجا تائين درگاه تي موجود آهن. انهن رسالن جا عڪس (ضميمو - ج) آخر ۾ شامل آهن جن جا نالا هن ريت آهن:

1. النشاة الرضية و الشمائل المرضية

2. تھذيب البيان في ترتيب القرآن
3. رسالة في قول الفقهاء 'اليقين لايزول بشک'

ياد رهي تہ مخدوم ابوالحسن صغير اصل ۾ ٺٽي جو هو ۽ سندس پورو نالو ميان غلام حسين بن مخدوم ميان محمد صادق نقشبندي آهي. ٺٽي مان هجرت ڪري هميشه لاءِ وڃي حرمين ۾ سڪونت اختيار ڪيائين، جتي مدرسي 'شفا' ۾ حديث جو درس ڏيندو هو. هن لاءِ وڌيڪ چيو وڃي ٿو تہ هو سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان جو هم درس ۽ صحبتي هو جو خواجہ صاحب پڻ سندس والد ميان محمد صادق نقشبنديءَ جي مدرسي ۾ تعليم حاصل ڪئي هئي. هو ٺٽي ۾ هو تہ خواجہ ابوالمساڪين کان نقشبندي سلسلي ۾ بيعت ٿيو هو ۽ اهڙو هڪ خط ڪتاب 'فردوس العارفين' ۾ خواجہ ابوالمساڪين جو حرمين مان لکيل ملي ٿو جيڪو ميان غلام حسين ۽ خواجہ محمد زمان ڏانهن آهي. حرمين ۾ خواجہ قاضي احمد جي هٿ اکرين مخدوم ابوالحسن صغير جي رسالن جي ڪتابت ڀڏائي ٿي تہ ٻنهي ۾ گهاٽي ويجهڙائي هئي. هونئن بہ سلطان الاولياء توڙينقشبندي نسبت سبب ٻنهي ۾ گهاٽي ميل جول جو هجڻ لازمي هو. مخدوم ابوالحسن ڪيترن ننڍن وڏن رسالن ۽ ڪتابن جو مصنف آهي جن جو تعداد ٽيهارو کن آهي.

خواجہ قاضي احمد جي حرمين جي زيارتن جي سلسلي ۾ سندس هڪ خط ۾ اهڙو اشارو ملي ٿو تہ حج کان واپسيءَ بعد جڏهن يمن جي شهر ۾ پهتو تہ اتي هڪ جامع مسجد ۾ قادري سلسلي جي شيخ محمد علي سان سندس ملاقات ٿي. روايت موجب هن خواجہ قاضي احمد کي قادري طريقي ۾ اجازت ڏني ۽ پاڻ وري کيس نقشبندي سلسلي ۾ اجازت ڏنائين. اهڙو ذڪر پهريائين خواجہ قاضي احمد جي خليفي سيد حسين شاہ رتڙچتڙ ضلع گرداسپور جي سوانح ۾ ملي ٿو. هن پاڻ 1209ھ ۾ بيعت ڪري خلافت جي اجازت حاصل ڪئي هئي. اهو احوال 1250ھ ۾ لکيل 'حياتِ قيوميہ' ۾ ملي ٿو. هن ڳالهہ ڏانهن اشارو نقشبندي سلسلي ۽ لُواري درگاهہ جي تذڪري 'مرغوب الاحباب' ۾ بہ ملي ٿو جيڪو اڃا تائين قلمي صورت ۾ آهي جيڪو سال 1262ھ مطابق 1846ع ۾ مرتب ڪيو ويو آهي.

خواجہ قاضي احمد جي زندگيءَ جو تمام اهم واقعو ان وقت سنڌ جي تخت گاهہ محمد آباد کي ڇڏي سندس نالي پويان آباد موجوده شهرقاضي احمد ۾ اچڻ آهي. ان جو پس منظر هن ريت بيان ڪري سگهجي ٿو تہ ميان نور محمد جي 1167ھ مطابق 1753ع ۾ وفات بعد 'محمد آباد' جو اوج ختم ٿيڻ لڳو ۽ شايد ان جي بربادي‌ءَ جا ڪي ٻيا طبعي اسباب بہ ٿي سگهن ٿا. اهوئي سبب آهي جو 'ديهہ دِمَ' ۾ خواجہ قاضي احمد جي نهرايل مسجد ۽ مدرسي جا آثار گهٽو پوءِ تائين بہ موجود هئا. بهرحال انهن حالتن تحت هو 'ديهہ دِمَ' کي ڇڏي 'ميل ڪنڊي' جي ڍوري جي ڪناري نئون ڳوٺ ٻڌي وينو جيڪو اڳتي هلي موجوده 'قاضي احمد' جي نالي سان مشهور ٿيو، هڪ خط ۾ اهڙو اشارو ملي ٿو. ان لڏ پلاڻ ۾ ساٿس وڏيرو عزت خان انڙ ۽ وڏيرو خيرو خان انڙ گڏ هئا جو هي ئ علائقو انڙن جو هو، اهي انڙ سندس مريد ۽ عقيدتمند هئا. بلڪ اهو سلسلو پوءِ

بہ قائم رهيو جو انھن خاندان جا ڪيترا فرد تاريخي طور پاڻ کي درگاهہ قاضي احمد جي احاطي ۾ دفن ڪرائيندا رهيا آهن.

هتي سوال پيدا ٿو ٿئي تہ خواجہ قاضي احمد 'ديهہ دمر' ڇڏي ان نئين ماڳ کي ڪڏهن اچي آباد ڪيو؟ هڪ خط مان ان طرف اشارو ملي ٿو جنهن ۾ پنهنجي خاص معتقد ميان پير محمد کي لکن ٿا تہ اسان هتي گهر ناهڻ شروع ڪيا آهن، دعا ڪندا تہ ان ڪم کان جلد فارغ ٿي مرشد سلطان الاولياء جي زيارت لاءِ لُواري وڃي سگهان. ان جو مطلب تہ اجا سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان حياتيءَ ۾ هيا. ان لحاظ کان اهو سال 1187ھ يا 1188ھ ٿي سگهي ٿو ڇو تہ 1188ھ ۾ سلطان الاولياء وفات ڪئي آهي.

ميل ڪنديءَ جي ڊوري تي آباد ڪيل ڳوٺ يعني موجوده شهر قاضي احمد واقعي وڏي خير ۽ برڪت وارو ثابت ٿيو ،جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ ان ۾ مرشد جي دعا جو اثر بہ هو. اتي ئي 1201ھ مطابق 1787ع ۾ جڏهن قاضي صاحب جي ڪافي وڏي عمر هئي تہ کيس پٽ جو اولاد ٿيو، جنهن جو نالو 'محمد صالح' رکيو ويو ۽ اهو سال 'ز يمن احمدي فيض بصالح' جي لفظن مان نڪري ٿو. درگاهہ تي موجود مُهرن مان هڪ مُهرتي اهي الفاظ اڪريل آهن. اسان آخر ۾ پنجن مُهرن جا عڪس ضميمو - د ۾ ڏنا آهن انهن ۾ اها شامل آهي. هڪ خط مان اهو پڻ ظاهر ٿئي ٿو تہ پٽ جي اولاد کان بعد نياڻيءَ جو اولاد بہ ٿيو پر شايد اها جلد وفات ڪري وئي.

خواجہ قاضي احمد جي روحاني فيض جي شهرت سندس زندگيءَ ۾ سنڌ کان ٻاهر بہ گهڻو پري تائين پهچي وئي. ان جو مثال سيد حسين شاهہ رتڙ چتڙ نزد گرداسپور واري جو آهي ، جيڪو پنجاب کان پشاور پوءِ بلوچستان کان ٿيندو سال 1209ھ مطابق 1794ع ۾ قاضي احمد پهچي نقشبندي سلسلي ۾ داخل ٿيو ۽ خلافت حاصل ڪيائين. اهڙيءَ طرح ٻين ناليوارن خليفن ۾ سيد نور محمد شاهہ ڪندائي (وفات:1270ھ)، ميان پير محمد ڏيپارجائي، ميان عبدالڪريم ڪٽي پينگهاري وارو، مولوي محمد امين اختيارپوري نزد ڊيره غازي خان جيڪو لاهوري ءَ جي لقب سان مشهور ٿيو ۽ آخر ۾ ميان عبدالوالي (وفات: 1224ھ) دربيلي وارو آهي جنهن جو احوال 'شرح شجره مخدومان دربيلا' ۾ ملي ٿو. هنن خليفن جو مختصر احوال هتي جدا ڏنو ويو آهي.

هن وقت تائين عام روايت موجب خواجہ قاضي احمد هڪ سو سالن کان مٿي يعني هڪ سو ڇهہ سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. ليڪن اسان جي اندازي موجب سندس عمر نوي سالن کان مٿي نہ هئي. اهو اڱاري جو ڏينهن 16 ذوالقعد 1223ھ يعني 3 جنوري 1809ع هو جڏهن سندن انتقال ٿيو. قطعہ تاريخ جيڪا سندس فرزند ميان محمد صالح چئي آهي، هن ريت آهي:

وصال احمد شهنشاه کريمم
بگفتند اهل دلان 'پيراعظم'

1223ھ

ايضاً

وصال سال عطا شد ز بارگہ قدوس
'کہ شاہ شمس جهان بود سايہ فردوس '

1223ھ

اهڙيءَ طرح سندس خليفي سيد حسين شاهہ جي چيل تاريخ هيٺين ءَ ريت آهي:

جنيد وقت خود مخدوم مرحوم
بجنت رفت رب اغفره و ارحم
چو در علم طريقت پيشوا بود
شده تاريخ وصلش 'پير اعظم '

1223ھ

'شرح شجره مخدومان دربيلا' ۾ سندن وصال تي هيٺيون قطعہ تاريخ ملي ٿو:

ز سال رحلتش فرمود هاتف
'امانت احمدي در صالحش دان '

1223ھ

خواجہ قاضي احمد جو مقبرو سندس فرزند خواجہ محمد صالح جي دؤر ۾ سندس عقيدتمند محمد موسيٰ ڪٽياڻ جي نگرانيءَ ۾ ٺهي راس ٿيو، جيڪو ٽالپرن جي دؤر ۾ وڏي عهدي تي فائز هو. *

* [نوٽ: وڌيڪ خانداني حالات لاءِ اسان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو مضمون جيئن جو تيئن شامل ڪيو آهي.]

## خواجہ محمد صالح دمائي

خواجہ قاضي احمد جي وفات بعد سندس فرزند خواجہ محمد صالح ٻاويهن سالن جي عمر ۾ جانشين ٿيو. سندس ولادت 1201ھ مطابق 1787ع ۾ ٿي، ڪنهن شاعر سندن جمڻ تي هيءُ شعر چيو آهي:

ز قدرت خالق جان گلشن اکبر
دعائي پاڪبازان شد مؤثر
بمخدوم معظم مصدر فيض
تولد شد ولد چون مُهر انور
بحمد لله بتاريخ مبارڪ
بساعت نيڪ ماه وسال خوشتر
'ز يمنِ احمدي فيض بصالح '
1201ھ
نامہ وشم گفت سال معجز بشمر

پاڻ ظاهري خواه باطني علمن جي تربيت ۽ سلوڪ جا مقام ۽ منزلون پنهنجي والد جي نگرانيءَ ۾ طئيڪري، روحانيت جي اعلىٰ مقام تي فائز ٿيو. سندن شادي والد جي حياتيءَ ۾ ئي ٿي، جنهن جو ذڪر 'مڪتوبات قاضي احمد' ۾ ملي ٿو.مڪتوب چوويهين ۾ مخدوم پير محمد ڏيپارجائي ڏانهن لکن ٿا تہ:

"شادي برخوردار محمد صالح بتاريخ بيست و هفتم شهر حال شب سہ شنبہ مقرر است اميد ڪہ مُهرباني ڪرده بہ تاريخ مذڪوره مع قبائل آمده شريڪ شادي شوند و فقراءِ آن جائي را ڪہ وابستگان اين دعاگو است همراه آرند. " يعني: پياري محمد صالح جي شاديءَ جي تاريخ هن هلندڙ مهيني جي ستاويهين، اڱاري جي رات مقرر ڪئي وئي آهي. مُهرباني فرمائي مذڪوره تاريخ تي قبيلي سميت تشريف وٺي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيندا ۽ ٻيا جيڪي فقير اتي آهن، انهن کي بہ وٺي ايندا.

'حيات قيوميہ' ۾ ڄاڻايل آهي تہ ميان محمد صالح قريشيءَ جي اوائلي تعليم ۽ تربيت ۾ خليفي حسين شاه رتڙڇتڙ ضلع گرداسپور واري جو هٿ هو ان وقت گويا هو قاضي احمد ۾ موجود هو.

پاڻ پنهنجي والد جي ڪتاب 'شوق نامہ' جو شرح ڪندي هڪ جاءِ تي لکي ٿو تہ:

"اين فقير قليل البضاعتہ اعني فقير محمد صالح ڪہ در صورت فرزند حضرت ايشان جيو است و در حقيقت غلام غلامان. " يعني هن ٿوري علم واري فقيرمحمد صالح جيڪو حضرت قاضي احمد جو فرزند آهي ۽ حقيقت ۾ سندس غُلامن جو بہ غُلام آهي.

هن رسالي جي آخر ۾ ترقيمہ واري عبارت هن ريت آهي:

"تمت بعون الله بيد الفقير محمد صالح بتاريخ 6 ماه رمضان المبارک سنہ 1224ھ"

درگاهہ قاضي احمد ۾ سندس ٻہ مُهرون موجود آهن جن مان هڪ اٺ ڪنڊي آهي، جنهن ۾ 'ز يمن احمدي فيض بہ صالح' ۽ سندس ولادت جو سال 1201ھ ڄاڻايل آهي ۽ ٻي چورس مُهر آهي، جنهن ۾ 'محمد صالح' ۽ سن 1228ھ آهي.

خواجہ محمد صالح کي چار فرزند خواجہ عبدالواحد، خواجہ نور الله، خواجہ محمد يار، خواجہ عبداللطيف ۽ هڪ نياڻي هئي.

پاڻ ڦوهہ جواني يعني 31 سالن جي ڄمار ۾ 1232ھ مطابق 1817ع ۾ وصال ڪيائون. مولوي محمد صالح تڳرائي قطعہ تاريخ لکيو آهي، جنهن جو آخري شعر هي ۽ آهي:

مرشدم بود بس خليق کريم،
سال او يافتم 'پير عظيم'
1232ھ

## شيخ حسين شاهہ مڪان شريف وارو

خليفن ۾ سڀ کان پهرين سنڌ کان ٻاهر حسين شاهہ جو ذڪر ڪجي ٿو جنهن جي ذريعي اهو سلسلو هندستان جي ٻين شهرن تائين پهتو. حسين شاهہ هندستان جي موجوده پنجاب ۾ هڪ ننڍي ڳوٺ رتڙڇتڙ ضلع گرداسپور ۾ 10 ذي القعد 1180ھ مطابق 9 اپريل 1767ع تي پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو شاهہ ڪريم هو جيڪو سيد شاهہ محمد (وفات: 1180ھ/ 1762ع) جو پٽ هو. پاڻ مشهور بزرگ شاهہ دانيال (وفات: 896ھ/ 1479ع) جو اولاد آهي.

هو مولوي عبدالعزيز ڏرمہ ڪوٺيءَ جي مدرسي مان 21 سالن جي عمر ۾ فارغ التحصيل ٿيو. علم جي فراغت کان پوءِ روزگار جي سلسلي ۾ گهوڙن جو واپار شروع ڪيائين، جنهن ۾ چار سال گذري ويا. روايت موجب جوانيءَ ۾ پشاور شهر جي بازار ۾ هڪ حفيظ نالي رنگريز (ڪٽي) کان مثنوي شريف جا اشعار ٻڌڻ سان روحانيت جي چڻنگ سندس دل کي سخت بيقرار ڪري وڌو جو دنياداري وارا خيال ختم ٿي ويا.

اهو سال 1203ھ / 1788ع هو جو دنياوي ڪاروبار ڇڏي، ڪامل مرشد جي تلاش ۾ نڪري پيو. پشاور، ڪابل جا ڪشالا ڪري اچي قلات پهتو، جتي سنڌ مان قاضي احمد جو نالو سندس ڪنن تي پيو ۽ آخر ڇهن سالن بعد يعني 1209ھ / 1794ع ۾ اچي دست بيعت ٿي نقشبندي طريقي ۾ داخل ٿيو.

سال 1250ھ ۾ شاھ حسين ۽ سندس خليفي سيد امام علي شاھ جي زندگيءَ ۽ تعليمات بابت لکيل ڪتاب 'حياتِ قيوميہ' ۾ ڄاڻايل آهي تہ شاھ حسين پورا پنج سال مرشد جي حاضريءَ ۾ گذاريا ۽ آخر اُتان ئي حج جي ارادي سان 1214ھ / 1799ع ۾ حرمين ڏانهن روانو ٿيو. جتي پڻ پنج سال رهڻ بعد 1219ھ / 1804ع ۾ واپس ٿي سيد ڪان پهريائين قاضي احمد آيو ۽ ڪجھ ڏينهن صحبت ۾ رهي پوءِ موٽي اچي پنهنجي اباڻي ڳوٺ مسند تي ويٺو.

مذڪوره ڪتاب ۾ سندس مرشد خواجہ قاضي احمد جيڪو نقشبندي طريقي ۾ اجازت نامو ڏنو هو ملي ٿو ۽ اهو ساڳيو اجازت نامو قلمي صورت ۾ اڄ تائين درگاھ قاضي احمد ۾ موجود آهي جنهن جو عڪس (ضميمو - ھ) آخر ۾ ڏنو ويو آهي. هتي ان جو ترجمو ڏجي ٿو:

بسم الله الرحمن الرحيم

ڄاڻ هجي تہ سالڪ جيستائين فنا جي جذبي ۾ سير ٿو ڪري جنهن ڪي اسان عدم ۽ نفي چئون ٿا، ممڪن آهي تہ ڪنهن رنڊڪ سبب بشريت جي وجود ۾ وري موٽي اچي. جذبي فنا جي انتها 'سير الي الله' تائين آهي ۽ سير الي الله مان مراد هيءَ آهي تہ امڪان جي دائري جي سيني مقامات کي قطع يعني پورو ڪرڻ آهي. جڏهن سالڪ دائره امڪان جا سيئي مرتبا طئي ڪري نُڪتي جي آخري حد تائين پهچي ٿو تہ اتي 'سير الي الله' بہ پورو ٿي وڃي ٿو ۽ ڪيس فنا حقيقي حاصل ٿي وڃي ٿي. انهيءَ مقام تي خدا تعالیٰ جي ملاقات جو موقعو ملي وڃي ٿو، پوءِ اُن جو بشريت ڏي موٽڻ تمام ڏکيو ٿي پوندو آهي.

"مارجع من رجع المن الطريق ومن وصل لايرجع"

[جيڪو رستي ۾ آهي سو موٽي سگهي ٿو ۽ جيڪو منزل تي پهچي ويو اهو ڪڏهن بہ واپس نٿو اچي.]

الله تعالیٰ جي مهرباني ءَ سان فضيلتن وارو سيادت پناھ سيد حسين شاھ وحدت جي ڪشش ماڻڻ ڪان پوءِ امڪان جي دائري کي مڪمل ڪري ويو آهي ۽ هن 'سير الي الله' کي بہ پورو ڪري فنا حقيقي حاصل ڪري ورتي آهي. پاڻ مريد جي درجي ڪان مراد جي درجي تي پهچي ويو آهي ۽ 'سير في الله' ۾ داخل ٿي ويو آهي ۽ هن سير جي ڪا بہ انتها ڪونهي. عارفن مان هر عارف پنهنجي استعداد ۽ لياقت مطابق مختلف درجن ڪان انهيءَ متاهين سير ۾ مَلڪو پيدا ڪيو آهي. انهيءَ ڪان مٿي بيو ڪو بہ درجو ڪونهي.

سيد حسين شاھ ايتري استعداد رکي ٿو جو جيڪڏهن ڪو خدا جي ٻانهن مان سندس بيعت ڪري طريقہ عاليہ نقشبنديہ ۾ داخل ٿئي تہ اهو تمام وڏي فيض سان مستفيد ٿيندو يا جيڪڏهن سيد حسين شاھ ڪن رفيقن کي استخاره، دلي اجابت، رياءَ، ڏيکاءَ، تڪبر ڪان

توبہ ڪرائي، طريقت ۾ داخل ڪري تہ ڪيس اجازت آهي. پر هي ۽ ضروري ڳالهہ آهي تہ حلقي ۽ طالبن جي اجتماع ۾ سندن مناسب تعليم ۽ تربيت ڪري. پاڻ هميشہ خداوندي صفتن جي درياہَ ۾،

**"من بطن الي بطن الي بطن البطون"**

يعني هڪ معنىٰ کان ٻي معنىٰ ڏانهن ۽ انهيءَ معنىٰ کان معنائن جي معنىٰ تائين محو ۽ مستغرق رهي، جو تہ اجتماع کي متئين شرط سان گڏ عظيم مقصود کي حاصل ڪرڻ ۾ گهٽي ۾ گهٽو اثر آهي.

**اللّٰهم لا تزغ قلوبنا بعد اذ هديتنا والصلواة والسّلام علىٰ اشرف الخلق محمد و آلہٖ وسلم واصحابہٖ اجمعين.**

[اي منهنجا رب! اسان کي هدايت ڏيڻ کان پوءِ اسان جي دلين کي ڦِرڻ کان بچاءِ، درود ۽ سلام مخلوق ۾ برگزيده (حضرت) محمد ﷺ تي هجن ۽ سندس آل ۽ سڀني اصحابن تي هجن.]

## احمد

هن ڪتاب جي مڪتوبات واري حصي ۾ پهريون طويل خط جنهن جو مخاطب مولوي محمد امين اختيارپوري المشهور لاهوري آهي اهو حسين شاهہ جي روحاني درجات جي ذڪر ۽ ڪيس ڏنل فهمائشن سان ڀرپور آهي. هن خط مان اهو بہ واضح ٿئي ٿو تہ بيعت ۽ ارشاد جي سلسلي شروع ڪرڻ بعد بہ شاهہ حسين جو مرشد سان رابطو قائم هو ۽ برابر فيضياب ٿيندو رهيو. اسان جو اندازو آهي تہ هي ءُ خط خواجہ قاضي احمد جي زندگيءَ جي غالباً آخري ڏهاڪي جو آهي جو تہ مولوي محمد امين غالباً 1216هہ / 1801ع ڌاري خواجہ قاضي احمد جي صحبت ۽ خدمت اختيار ڪئي.

هتي اهو ٻڌائڻ مناسب آهي تہ فارسيءَ ۾ لکيل 'حياتِ قيوميہ' چڱو ضخيم ڪتاب آهي جنهن ۾ سمورن نقشبندي اڪابرن جو احوال موجود آهي ۽ ان جي پوئين حصي ۾ سنڌ جي نقشبندين مان خواجہ قاضي احمد جي مُرشدي سلسلي ۾ خواجہ ابوالمساڪين نئوي ۽ سلطان الاولياء جو ذڪر پڻ ڪيو ويو آهي ۽ اهڙيءَ طرح خواجہ قاضي احمد کان پوءِ وري سندس فرزند خواجہ محمد صالح جو احوال قلمبند ٿيل آهي جنهن موجب ميان محمد صالح جي اوائلي تعليم ۽ تربيت ۾ حسين شاهہ جو هٿ نظر اچي ٿو جڏهن هو قاضي احمد ۾ ڪيترا سال مقيم هو.

سيد حسين شاهہ جي احوال مان معلوم ٿئي ٿو تہ مٿس سرمستيءَ ۽ وال هانہ ڪيفيت اڪثر طاري رهندي هئي جنهن جو اظهار هن پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيو آهي. هڪ شعر ۾ پنهنجي مرشد جي تعريف ڪندي هيئن چيو اٿس:

ز جام احمدي گر باز يک جُرعہ بکام افتد
همائي اوج لاهوتي همان ساعت بدام افتد

[جامِ احمديءَ مان جيڪڏهن ٻيهر مون کي هڪ پيالو نصيب ٿئي تہ لاهوتي پرواز
رکندڙ هما بہ منهنجي دام ۾ اچي ويندو.]

خواجہ قاضي احمد کي جڏهن سندس اهڙي قسم جي شاعريءَ جي خبر پئي تہ پاڻ ڪيس شعر چوڻ کان منع ڪيائون. شاهہ حسين 63 سالن جي عمر ۾ 7 صفر 1244هہ مطابق 19 آگسٽ 1828ع تي وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ خليفي سيد امام علي شاهہ سندس مسند سنڀالي. جنهن جي هٿان هن سلسلي کي وڏيڪ فروغ مليو ۽ سندس درگاهہ 'مڪان شريف' جي نالي سان مشهور ٿي. سيد امام علي شاهہ جي سوانح 'حياتِ قيوميہ' کان علاوه هڪ اردو ڪتاب 'ذڪر مبارڪ' ۾ پڻ ملي ٿي. اهڙيءَ طرح هن سلسلي جي فيض يافتن ۾ ميان شير محمد شرقپوري پڻ شامل آهي، جنهن جي سوانح ميان محمد ابراهيم قصوري 'خزينہ معرفت' جي نالي سان مرتب ڪئي آهي. ان ۾ پڻ سلطان الاولياء ۽ خواجہ قاضي احمد جو احوال اڪابرين نقشبنديہ جي طور تي ملي ٿو. پاڪستان نهڻ کان پوءِ هندستان مان آيل ڊاڪٽر محمد مسعود نقشبندي پاڻ ڄاڻائي ٿو تہ سندس وڏو ڏاڏو محمد مظهر الله دهلوي ۽ مفتي محمد زبير ابوالخير جا وڏا حسين شاهہ جي واسطي سان قاضي احمد درگاهہ جا فيض يافتہ آهن. شاهہ حسين جي وفات تي سندس وڏي خليفي سيد امام علي شاهہ هيءَ قطعہ تاريخ چئي آهي:

در ماه صفر چو حضرت مخدومي
بيخود سفر ازين دائره موهومي
تاريخ وفات آن کامل اکمل
دل بگفت بگو 'مرشد مخدومي.'
1244هہ

## مولوي محمد امين لاهوري

مڪتوبات قاضي احمد ۾ پهريون طويل مڪتوب جيڪو سالڪ جي روحاني بلندين ۽ ترقيءَ بابت آهي تنهن ۾ شاهہ حسين جو ذڪر ضمناً اچي ويو آهي ليڪن ان جو اصل مخاطب محمد امين آهي. مڪتوبات مان سندس روحاني ذوق شوق ۽ استعداد ۽ مرشد سان روحاني وابستگيءَ جو اندازو ٿئي ٿو.

مولوي محمد امين جي باري ۾ ڪا تفصيلي معلومات ڪونہ ٿي ملي، ليڪن سندس لکت موجب پاڻ ڳڙهي حاجي اختيار خان دائودپوٽہ جو رهاڪو هو، اهو ڳوٺ ڊيره غازي خان جي پرسان ان وقت پرڳڻي ملتان ۾ هو. البت ايترو يقين آهي تہ هو ڪيترا سال خواجہ قاضي احمد جي خدمت ۾ رهيو آهي. هڪ هنڌ

هو لکي ٿو تہ ست سال حاضريءَ ۾ رهڻ بعد مٿس **'اندراج النهايت في البدايت'** جي ڪيفيت جو انڪشاف ٿيو. جنهن مان اندازو ٿئي ٿو تہ هو خواجہ قاضي احمد جي زندگيءَ جي غالباً آخري ڏهاڪي يعني 1216ھ / 1801ع ۾ اچي سندس صحبت ۽ خدمت اختيار ڪيائين. مڪتوب پهرين ۾ خواجہ قاضي احمد پاڻ جن لقبن سان ڪيس مخاطب ٿيو آهي ان مان مولوي محمد امين جي روحاني استعداد ۽ اهليت جو پتو پوي ٿو.

درگاه قاضي احمد جي ڪتب خاني ۾ سندس هٿ اکرين طب جا ڪي نسخا اجا تائين موجود آهن، جن جو عڪس آخر ۾ شامل آهي اها عبارت هن ريت آهي:

"از فقير محمد امين ساڪن بلده کهري حاجي اختيار خان دائود پوتره عرض آنڪہ
اين نسخہ مجربتہ ڪہ اين غلام بارها در تجربتہ خود آورده بخدمت حضور مولينا
قبلتنا مرشدنا براي يادگاري نوشتہ داده ڪہ اين احقر را بفاتحہ خير سرفراز مي
فرموده باشند در سنہ 1231 ھ تحرير يافت."

ٻئي هنڌ لکي ٿو:

"فقير حقير محمد امين سڪنہ شهر کهري عبدالله کهراني خلف اختيار خان داود
پوتره نوشتہ سنہ 1227ھ"

درگاه قاضي احمد جي روايت مطابق مولوي محمد امين لاهوري مرشد جي وفات کان پوءِ بہ درگاه تي ڪيترا سال مقيم هو، جتي هن خواجہ محمد صالح جي پٽن يعني خواجہ قاضي احمد جي پوٽن جي تعليم ۽ تربيت ڪئي.

مولوي محمد امين پنهنجي مرشد کان اڪتساب فيض بعد هڪ ننڍو رسالو مرتب ڪيو جنهن جي شروعات هو مرشد کان مليل اجازت نامي سان ڪري ٿو. اهو خط نقشبندي اصطلاح 'سير في الله' ۽ 'وصل عريان' جهڙن اصولن ۽ اصطلاحن جي عملي سمجهاڻي ۽ ان باري ۾ احساسات جو شاندار آئينو آهي.

هو پنهنجي رسالي اندر 'نُڪتہ' جي ذيلي عنوان تحت مختلف صوفي بزرگن جا افڪار ۽ شعر وشاعري پيش ڪري ٿو. هر نڪتي جي شروع يا آخر ۾ هو سڌيءَ طرح يا اڻ سڌيءَ طرح ان مواد جو انتساب پنهنجي مرشد ڏانهن ڪري ٿو يعني ان ڪي هو پنهنجي مرشد جي فيض جو نتيجو سمجهي ٿو. دراصل هن مختصر رسالي مان خاص طور تصوف جي جن ڪتابن جا هو نالا ڪڍي ٿو، ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ هو تصوف جي پوري علمي روايت کان چڱيءَ طرح واقف هو.

'حياتِ قيوميہ' جو مصنف احمد علي ڏرم ڪوٽي جنهن اهو ڪتاب 1250ھ ۾ تصنيف ڪيو، مولوي محمد امين کي خواجہ محمد صالح ۽ حسين شاه کان پوءِ خواجہ قاضي احمد جي خليفن ۾ شمار ڪري ٿو. ان ڪتاب مان اندازو ٿئي ٿو تہ 1250ھ / 1834ع تائين مولوي محمد امين زنده هو. بهرحال سندس وفات جي ڪا پڪي پختي تاريخ يا سال معلوم نہ ٿي سگهيو آهي.

## سيد نور محمد شاهہ ڪنڊائي

سنڌ ۾ خواجہ قاضي احمد جي وڏن خليفن مان سيد نور محمد شاهہ جو نالو علمي لحاظ کان وڏي حيثيت رکي ٿو، هو اصل ۾ ناروشاهہ جي پرسان 'ٽڳرن' جي ڳوٺ جو وينل هو، جتان پوءِ لڏي اچي 'ڪُنڊا ڪاهي' ۾ رهيو. هن 'ڪاهي راهو' جي مشهور عالم قاضي ميان شاهہ محمد جي مدرسي ۾ قرآن شريف حفظ ڪيو، تنهن کان پوءِ 'ڪوڙا' ڳوٺ جي مدرسہ يعقوبيہ ۾ پڙهيو. 'شرح شجره مخدومان دربيلا' جيڪو 1278ھ / 1861ع جي تحرير آهي، موجب هو قاضي احمد درگاهہ سان وابستہ هو. سندس مڪتوبات 107 فارسي ۾ ۽ سنڌي قديم نظم جي صورت ۾ 77 موجود آهن جن مان ڪن جا مخاطب نامعلوم آهن. ڪافي خط هڪ مائي صاحبہ ڏانهن مخاطب ٿي لکيا ويا آهن جن جي خاص خوبي سولي ۽ سلوڻي انداز ۾ نقشبندي طريقي جي ذڪر فڪر ۽ لطائف وغيره جي سمجهاڻي ڏني وئي آهي. سيد نور محمد جو ان کان سواءِ فارسي نظم ۾ 'تڪميل المعرفت' پڻ موجود آهي. مطلب هن جو ڇڏيل مواد هڪ الڳ ڪتاب 'معارف نور محمد شاهہ' جي تقاضا ڪري ٿو، جنهن تي ڪم ٿي رهيو آهي.

شاهہ صاحب 21 ربيع الثاني 1270ھ مطابق 21 جنوري 1854ع تي انتقال ڪيو. سندس وفات تي مخدوم فضل الله پاٽائي عربي ۽ فارسي ۾ قطعہ تاريخ چيا آهن، جن مان نموني طور هڪ شعر هي ءُ آهي:

گفتم اي هاتف بگو سال وصال
گفت 'شمس معرفت بالله بود'

1270ھ

'شرح شجره مخدومان دربيلا' ۾ آهي تہ سندس مريد مخدوم ميان مير هيٺين عربي عبارت مان سندس وفات جو سن ڪڍيو آهي:

"هو موحد رضي اللّٰه عنہٗ"

1270ھ

## ميان عبدالڪريم ڪٽي پينگهاري وارو

خواجہ قاضي احمد جي وڏن خليفن ۾ ميان عبدالڪريم ڪٽيءَ جو نالو بہ ملي ٿو، جيڪو سعيدآباد جي پرسان ڳوٺ پينگهاري تعلقہ هالا جو رهندڙ هو.

تحقيق دؤران اسان کي قاضي عبداللطيف ڪاهي تعلقہ قنبر واري بياض مان خواجہ قاضي احمد قريشي دمائي جا سندس ڏانهن لکيل چار رقعات مليا آهن، جن جو ترجمو مڪتوبات واري حصي ۾ شامل ڪيو آهي ۽ انهن جو اصل عڪس (ضميمو - و) هن ڪتاب ۾ شامل آهي.

ميان عبدالڪريم تيرهين صديءَ جي وچ ڌاري وفات ڪئي سندس مقبرو اجا تائين شڪسته حالت ۾ ڳوٺ خير محمد ڪاڪا، ديهه پينگهارو يوسي پليڏنو ڪاڪا تعلقه نيو سعيدآباد ضلع مٽياري ۾ قائم آهي.

## مخدوم پير محمد ڏيپارجائي

خواجه قاضي احمد جي خليفن ۾ مخدوم پير محمد ڏيپارجائيءَ جو نالو پڻ ملي ٿو، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هو مائٽيءَ ۾ خواجه قاضي احمد جو پاٽ ٿيندو هو. هن پنهنجي وڏن جي قائم ڪيل مدرسي ۾ سموري حياتي دين جو درس ڏيندي گذاري.

درگاهه قاضي احمد جي ڪتب خاني مان سندس لکيل هڪ ننڍو ليڪن جامع رسالو 'نسخه تصوف شواهد' مليو آهي. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته مخدوم پير محمد ان دؤر جو سالڪ صفت ۽ تصوف بابت گهري معلومات رکندڙ فرد هو. انهيءَ زماني ۾ جتي هن پير محمد راشد روضي ڌڻي سان خط وڪتابت ٿي ڪئي ۽ جنهن جا ڏانهنس 15 مڪتوب موجود آهن، اُتي هو خواجه قاضي احمد سان پڻ نقشبندي نسبت سبب ڳنڍيل هو ۽ هتي ڏانهنس خطن جو تعداد 33 آهي.

'نسخه تصوف شواهد' جي تحرير پڪي پختي ۽ نهايت عالمانه آهي. جنهن جي شروعات ئي انسان جي اندر پنجن لطيفن جي سمجهاڻي سان ڪري ٿو ۽ انهن جا رنگ ۽ سندن اهميت بيان ڪري ٿو. هو نقشبندي فڪر جي حوالي سان دائرن وسيلي انهن جي وضاحت ڪري ٿو. هو ان سلسلي ۾ ڪافي گهرو وڃي ٿو جو 'مڪتوبات امام ربانيءَ' ۾ مذڪور 'حقيقت ڪعبه'، 'حقيقت قرآن' ۽ 'حقيقت صلواة' جهڙن موضوعن تي گفتگو ڪري ٿو. ان ريت هو ولايت ۽ نبوت جي مقامات جي سمجهاڻي پڻ دائرن جي وسيلي پيش ڪري ٿو. هو اهڙا ڪُل سترنهن دائرا ٻڌائي ٿو ليڪن هتي هو ڇهن تي اڪتفا ڪري ٿو. هن رسالي ۾ هڪ هنڌ اهو واضح ڪري ٿو ته 'لطيفي اخفيٰ' جي صحيح سمجهاڻيءَ ڪيس خواجه قاضي احمد ڪان عنايت ٿي. ليڪن افسوس آهي جو اهي اشعار توٽياندر ڪن جڳهن تي واحد قلمي نسخي سبب پوري عبارت پڙهڻ ۾ نه اچي سگهي. مڪتوبات ۾ قاضي صاحب ڪيس پنهنجو خليفو ڪونيو آهي ۽ هڪ هنڌ گهٽي پيار وچان ڪيس پنهنجي پٽ ميان محمد صالح ڪان به وڌيڪ پيارو ڪونيو آهي. رسالي جي اندر آيل اشارن ڪناين مان اندازو ٿئي ٿو ته ميان پير محمد جو هي ُ رسالو قاضي صاحب جي صحبت ۽ فيض جو نتيجو آهي. اهوئي سبب آهي جو هي ُ رسالو درگاهه قاضي احمد جي ڪتب خاني جي زينت آهي ۽ اسان ان کي افادات تحت هتي شامل ڪيو آهي.

مخدوم پير محمد جون به مُهرون هڪ چورس ۽ ٻي بيضوي شڪل ۾ مليون آهن جن ۾ 'پير محمد' ۽ سن 1224ھ لکيل آهي. ميان پير محمد کي به پٽ صدر الدين ۽ دين محمد هئا. سندس وڏي پٽ ميان صدر الدين جو خواجه قاضي احمد جي ٻن خطن ۾ ذڪر ملي ٿو.

## مخدوم عبدالوالي دربيلائي

خواجہ قاضي احمد جي خليفن ۾ مخدوم ميان عبدالوالي بن محمد معصوم بہ شامل آهي. ڪتاب 'شرح شجره مخدومان درٻيلا' جيڪو 1278ھ جي تصنيف آهي ان جي روايت موجب سندس سلسلي نسب حضرت سعد بن ابي وقاص رضہ سان وڃي ملي ٿو.

درٻيلي جي مخدومن مان سڀ کان پهريان مخدوم عبدالوالي خواجہ قاضي احمد دمائي ء جو دست بيعت ٿي نقشبندي سلسلي ۾ داخل ٿيو. جنهن جو ذڪر ڪندي 'شرح شجره مخدومان درٻيلا' وارو لکي ٿو تہ "دريام معدود بيمن توجهات خواجہ صاحب جميع مقامات عروج و نزولطئيکرده بنهايت مقام وصل عريان رسيدند بمرتبہ غوثي و قطب مدار مشرف شدند بوده خواجہ صاحب اوشان را اجازت تلقين دهد". يعني ڪجھ ئي ڏينهن ۾ خواجہ صاحب جي خصوصي توج هات سان عروج ۽ نزول جون سيئي منزلونطئيڪري وصال الاهي حاصل ڪيائين ۽ غوث و قطب المدار جي درجي سان مشرف ٿيو جنهن بعد خواجہ صاحب کيس ارشاد ڪرڻ جي اجازت ڏني. مخدوم عبدالوالي 19 ذوالحج 1224ھ مطابق 25 جنوري 1810ع تي وفات ڪئي.

## مخدوم ميان فيض محمد گڇيرائي

'مڪتوبات قاضي احمد' مان معلوم ٿئي ٿو تہ ميان فيض محمد خواجہ قاضي احمد جو مريد هو. سندس والد جو نالو محمد شريف هو، جيڪو گڇيري جو رهاڪو هو. خواجہ قاضي احمد پنهنجي مڪتوب ستين ۾ کيس هنن لقبن سان ياد ڪيو آهي: "خليفن جا سينگار، اهل صفا وارا، اکين جا ٺار، روح جي راحت ۽ فضيلتن وارا ميان فيض محمد جيو"

مخدوم پير محمد ڏيپارجائي ء کي مڪتوب ارڙهين ۾ لکن ٿا تہ، "ميان فيض محمد کي ۽ ميان جليل جي اهليہ کي ٽيون ڏينهن ٿيو آهي جو هتي (قاضي احمد ۾) آيل آهن."

ميان فيض محمد جو ڪتابت ڪيل ڪتاب 'مقاليد الاسلام' موجود آهي، جنهن تي سندس ترقيم هن ريت لکيل آهي: 'بيدالفقير فيض محمد ولد محمد شريف عليہ رحمتہ والمغفران في يوم الاربع وقت الصبح 12 ماه محرم الحرام سنہ 1214ھ' ۽ ان تي مُهر 'دوست محمد' جي لڳل آهي، جيڪو موري شهر جي قاضي خاندان مان مشهور بزرگ ٿي گذريو آهي.

ٻيو سندس لکيل سلسلي نقشبنديہ جو شجرو آهي جنهن ۾ خواجہ قاضي احمد کان پوءِ خواجہ محمد صالح جو نالو آڻي بعد ۾ پنهنجو نالو 'غلام فيض محمد' ڏنو اٿس، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ نہ رڳو خواجہ قاضي احمد جو فيض يافتہ هو، بلڪ سندس فرزند خواجہ محمد صالح دمائي کان پڻ مستفيض هو ۽ سندن دؤر تائين زندھ هو.

از: ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ

# شيخ احمد بن محمد صديق السندي
# عرف قاضي احمد دمائي

تعلقي سڪرنڊ جو شهر 'قاضي احمد' هن بزرگ جي نالي پويان سڏجي ٿو، ڇاڪاڻ جو قاضي احمد صاحب هن ماڳ کي وسايو ۽ اتي ئي سندن مزار آهي. قاضي صاحب پنهنجي وقت جو عالم ۽ عارف هو. خواجہ محمد زمان رحہ (اول) لُواري ۽ واري جو مريد ۽ خليفو، ۽ نقشبندي طريقي جي مبلغن ۽ علمبردارن مان هو. سنڌ توڙيهند ۾ ڪانئس گهڻا بزرگ فيضياب ٿيا، انهيءَ ڪري هن برصغير ۾ نقشبندي طريقي جي تاريخ ۾ قاضي صاحب جو ڪردار نمايان آهي، ۽ انهيءَ لحاظ سان ڪن مصنفن هن سلسلي جي بزرگن بابت لکندي قاضي صاحب جي سوانح ۽ خدمت کي پڻ بيان ڪيو آهي. [1] جيئن تہ سنڌ اندر طريقت ۽ تصوف جي تاريخ ۾ قاضي صاحب جن جو تذڪرو پڻ اهميت رکي ٿو، انهيءَ ڪري اسان هيٺ سندس سوانح جي ڪن خاص پهلوئن تي روشني وجهون ٿا، جن بابت هن وقت تائين خاطر خواہ معلومات ميسر ٿي نہ سگهي آهي. [2]

قاضي صاحب جي گهراڻي جو نسب نامو سنڌ جي 'ڪوريجن'(*) جي قبيلي سان ملي ٿو. سندن پهرين پُري پيڙهي هن طرح آهي. (1) قاضي احمد بن (2) محمد صديق بن (3) عبدالسلام بن (4) حاجي بن (5) محمد صالح بن (6) صابر بن (7) حاجي بن (8) احمد بن (9) محمد بن (10) سلطان بن (11) علاؤالدين بن (12) حاجي بن (13) احمد بن (14) شيخ المشائخ حضرت سَندو.

---

(*) نوٽ: هتي اها وضاحت ڪرڻ ضروري آهي تہ خانداني روايت ۽ خواجہ قاضي احمد جي پنهنجي لکيل شجره موجب سندس نسب حضرت عبدالمطلب هاشمي قريشي سان وڃي ملي ٿو. تحقيق ڪندي قاضي صاحب جا دستخطي نسخا توڙيسندس فرزند خواجہ محمد صالح ۽ هن خاندان جي ٻين فردن جي لکتن ۾ سندن نالي سان واضح قريشي لکيل ملي ٿو، جنهن جا عڪس هن ڪتاب ۾ شامل ڪيل آهن.

(قصيده امامیہ ۽ شوقنامہ)

اها ڳالهہ غور طلب آهي تہ 'ڪوريجو' لفظ 'قريشيءَ' جي بگڙيل صورت آهي؟ ڪُريشي - ڪريجي - ڪوريجو، 'ي' ۽ 'و' ٻئي حرف علت آهن، حرف علت جي مٽ سٽ يا گم ٿيڻ عام ڳالهہ آهي.

(ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو)

پنھنجن تحريرن ۾ قاضي صاحب پاڻ پنھنجو نالو 'احمد بن محمد صديق السندي ' ڪري لکيو آهي.[3]

هن گهراڻي جي سڪونت آڳاٽي وقت کان وني 'ٺٽي' جي شهر ۾ هئي، جتي 'شيخ المشائخ حضرت سَندو' مدفون آهي، جو غالباً ڏهين صدي هجريءَ جي پلارن بزرگن مان هو. سندس اولاد مان ڪي بزرگ علمي مشغلي سان سيوهڻ ۾ پڻ رهيا ۽ اتي ئي رڪيل آهن، جيئن تہ ٻارهون نمبر بزرگ حاجي بن احمد توٽيقاضي احمد جن جي والد محمد صديق جون مزارون سيوهڻ ۾ آهن.

قاضي احمد موصوف سن 1117 هجري (1705 ع) ۾ [4] ٺٽيءَ ۾ ڄائو. اهو ميان يارمحمد ڪلهوڙي جي حڪومت وارو دؤر هو. ابتدائي تعليم پنھنجي والد کان ورتائين، جو غالبًا ان وقت سيوهڻ ۾ مدرس هو. ثانوي ۽ اعليٰ تعليم ان دؤر جي مشهور عالم مخدوم عبدالواحد سيوستانيءَ کان ورتائين [5] ۽ فارغ التحصيل ٿي پنھنجن وڏن بزرگن جي نقش قدم تي تعليم ۽ تدريس جو مشغلو اختيار ڪيائين.

اهو معلوم نہ آهي تہ قاضي صاحب ڪڏهن سيوهڻ ۽ ٺٽيءَ وارو پاسو ڇڏي اچي موجوده موري ۽ سڪرنڊ تعلقن واري ايراضيءَ کي وسايو. ٿي سگهي ٿو تہ حڪومت طرفان ڪيس لاکاٽ پرڳڻي [6]جي قضا ملي ۽ انهيءَ نئين عهدي ڪيس هن پرڳڻي جي مرڪزي ايراضيءَ ڏانهن آندو. بهرحال، قاضي صاحب پاڻ ئي هن طرف لڏي آيو ۽ اچي 'ديهہ دمَ' ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. 'ديهہ دم' هن وقت موري تعلقي جي حد ۾ آهي، جتي قاضي صاحب جن اچي وينا، اُن ماڳ واري مسجد موجود آهي، ۽ اڄ تائين سندن نالي سان 'ميان صاحبن جي مسجد' سڏجي ٿي.[7] قاضي صاحب جن زندگيءَ جو ڪافي عرصو 'ديهہ دم' ۾ رهيا ۽ انهيءَ ڪري 'دمائي' سڏجڻ لڳا. زندگيءَ جي پوئين دؤر ۾ 'ديهہ دم' مان لڏي اچي موجوده شهر 'قاضي احمد' (جتي سندن مزار آهي) واري ماڳ تي مقيم ٿيا. اهو ماڳ 'ميل جي ڍوري'[8] جي ڪنڌيءَ سان هڪ آباد علائقو هو، ۽ انهيءَ ڪري ئي قاضي صاحب جن شايد اتي سڪونت اختيار ڪئي، پاڻ پنھنجي تحرير ۾ اُن کي 'موضع ميل' ڪري لکيو اٿن، ۽ اُتي جي آباديءَ بابت پنھنجن همعصرن مان مُلا محمد حسن ۽ مُلا محمد عارف ڏي پنھنجي هڪ خط ۾ لکيو اٿن تہ "اوهان جي ڪجھ زمين محمد بقا شاھ وارن ۽ ڪجھ معارفجن (ڪؤنريجن) آباد ڪئي آهي."

قاضي صاحب جن هن 'موضوع ميل' ۾ سنہ 1223 هجري 1808 ع ۾ وفات ڪئي. سندن مزار ۽ درگاھ جي مشهوريءَ سببان پوءِ موضع تي نالو ئي 'قاضي احمد' پئجي ويو ۽ انهيءَ نالي سان ئي هن وقت هيءُ شهر وڏنڊڙ ۽ آباد آهي.

## علم ۽ معرفت:

ميان احمد وڏو عالم ۽ قضا جو صاحب هو، جو هو لُواريءَ جي صاحب سجاده خواجہ محمد زمان رحہ جو مريد ٿيو. ميان فيض محمد صاحب ٻڌايو تہ: "خواجہ محمد زمان صاحب جن جي مشهوري گهڻو اڳ ٿي چڪي هئي ۽ سندن وڏا خليفا ۽ ٻيا نالي وارا مريد اڳ موجود هئا. قاضي صاحب پوءِ لُواريءَ ۾ ويو ۽ وڃي

حلقئہ اِرادت ۾ داخل ٿيو ". خواجہ محمد زمان رحہ جي سوانح بابت جيڪي روايتون محفوظ آهن، تن مان هڪ روايت خود قاضي صاحب جي زباني قلمبند ٿيل آهي. اها روايت انهيءَ وقت جي آهي، جڏهن خواجہ صاحب جن جي پهرئين فرزند ۽ پوءِ پهرئين ديري وفات ڪئي. [9] ان مان گمان نڪري ٿو تہ قاضي صاحب وڏن خليفن کان پوءِ مگر ان هوندي بہ خواجہ صاحب جن جي حياتيءَ جي پهرئين دؤر ۾ سندن مريد ٿيو. ميان فيض محمد صاحب ٻڌايو تہ: "قاضي صاحب جن ديهہ دم ۾ مقيم هئا، جو حج جو اِرادو ڪيائون. اُن وقت حج جي واٽ لُواريءَ وٽان هئي، جتان پوءِ ڪڇ ۾ وڃي، 'مَنڏئي' بندر تان غورابن ۾ چڙهندا هئا. قاضي صاحب لُواريءَ ۾ خواجہ صاحب جن جي زيارت ڪرڻ بعد عرض ڪيو تہ "حج کان موٽندي مريد ٿيڻ جو اِرادو اٿم. " بزرگن فرمايو تہ "حج بہ نيڪ، مريديءَ جو اِرادو بہ نيڪ، پر اهڙو تہ ٿي وڃجي جو اڳيان بہ تہ سجاڻن! " اهو ٻُڌي قاضي صاحب ترسي پيو، جو فريضئہ حج اڳ پڻ ادا ڪري چڪو هو. تن ڏينهن بعد خواجہ صاحب جن کين اجازت ڏني ۽ قاضي صاحب حج تي روانو ٿيو.

حضرت خواجہ محمد زمان رحہ جي چئن وڏن خليفن جا نالا معلوم ۽ مشهور آهن: يعني شيخ عبدالرحيم گرهوڙي، شيخ ابوطالب اگهمي، شيخ حاجي محمد صالح ۽ حافظ هدايت الله، جيڪو خواجہ صاحب جن جو خاص خادم هو. انهن وڏن خليفن کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترائي اهل دل سندن عقيدتمندن ۾ شامل هئا، جيئن تہ شيخ حافظ حاجي طاهر، شيخ قاضي احمد، درويش عيسىٰ دشتي، سيد محمد، سيد پير محمد، ٻنگو فقير، حافظ ايوب، علي محمد مجذوب، شيخ شعيب ڪڇي، شيخ الياس، شيخ سڌاتوره، حاجي شهمير بلوچ، ۽ سندس پاءُ ابوالحسن غازي وغيرهم. انهن سالڪن ۽ درويشن مان گرهوڙي صاحب کان سواءِ ٻين جا حالات بلڪل مختصر طور سان معلوم آهن. مثلاً شيخ ابوطالب اصل اگهم ڪوٽ يا اگهاماڻيءَ جو هو، پر وفات 'سعيدپور' ۾ ڪيائين. شيخ حاجي محمد صالح ڏاهري، موجوده تعلقي موري ۾، دولت پور کان ميل ڪن اوپر طرف 'ڪڙ' جو وينل هو. [10] خواجہ عيسىٰ دشتي، موجوده عمر ڪوٽ تعلقي جي مشهورشهر 'چيلهہ' لڳ وينل هو ۽ سندس اولاد مان فقير عبدالله هن وقت موجود آهي، ٻنگو فقير گوپانگ، ديري، ضلعي نواب شاهہ لڳ وينل هو ۽ اتي ئي سندس مزار آهي. سيد محمد لاهور جو باشندو هو. انهن بزرگن نقشبندي طريقي جي واٽ وٺي دين جي خدمت ڪئي ۽ ڪيترن ئي انسانن جي اخلاق کي سنواريو ۽ بلند ڪيو. موجوده معلومات جي بناءِ تي ائين چئي سگهجي ٿو تہ انهن مڙني ۾ قاضي احمد صاحب پنهنجي مريدن ۽ معتقدن جي وسيع دائري ذريعي نقشبندي طريقي جي فيض کي سنڌ توڙيسنڌ کان ٻاهر گهڻو وڌايو.

خواجہ محمد زمان رحہ جي خليفن مان مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، قاضي احمد صاحب ۽ سيد محمد لاهوري وقت جا عالم هئا، جن ۾ گرهوڙي صاحب کان پوءِ قاضي احمد صاحب علم ۽ فضل ۾ ٻين مڙني کان مٿبرو هو. قاضي صاحب کي خواجہ محمد زمان کان خلافت ملي ۽ پوءِ پاڻ پنهنجي حلقي جو پير طريقت ٿيو. [11] سندس مريدن جو دائرو وسيع هو، پر هينيان چار بزرگ سندن وڏا خليفا هئا.

(1) سيد نور محمد شاهه ڪُنڊائي، ڪاهي ڪنڊا، تعلقي نوشهري فيروز جو.
(2) مخدوم عبدالوالي دربيلي جو.
(3) سيد حسين شاهه، رتڙچتڙ، ضلعي گورداسپور جو، جنهن هندستان ۾ فيض عام ڪيو، ايتري قدر جو سندس ٽي سئو سٺ خليفا ٿيا.
(4) ميان عبدالڪريم ڪٽي، پينگهاري، تعلقي هالا جو.

انهن چئن وڏن خليفن کان سواءِ سندس ٻيا معتقد پڻ وڏي درجي وارا هئا. انهن ۾ ميان پير محمد ڏيپارجن جو ۽ قاضي صاحب جو پنهنجو فرزند ميان محمد صالح، وڏا اهل دل هئا. ميان پير محمد ڏي قاضي صاحب جن جي لکيل خطن جا نقل موجود آهن، جن ۾ ڪيس "فضائل وڪمالات دستگاه، نور بصر، راحت روحي، ميان پير محمد جيو سلمهٗ ربهٗ" جي عبارت سان خطاب ڪيو اٿس، ۽ پڻ خط ۾ ڄاڻايو اٿس ته "ميان پير محمد منهنجي فرزند ميان محمد صالح کان به مون کي وڌيڪ پيارو آهي."

قاضي صاحب سن 1223ه (1808ع) ۾ وفات ڪئي ۽ 'موضع ميل' واري سڪونت گاهه (موجوده شهر قاضي احمد) تي ئي مدفون ٿيو، جتي سندس مزار موجود آهي. قاضي صاحب جن جي حقيقي آثارن مان سڀ کان اهم سندن اولاد ۽ ٻيا اهل دل افراد آهن، جي اڄ تائين پاڻ کي سندس عقيدت ۽ اِرادت سان وابسته سمجهن ٿا. ٻيا سندن خطن جا نقل ۽ به مُهرون آهن، جي سجاده نشين ميان فيض محمد صاحب وٽ محفوظ آهن. هڪ مُهر آڏيي جيتري گول آهي، جنهن جي اندر سندن سجع 'احمد الله علي نعمائه' جي وچ ۾ سن '1202' (هجري) لکيل آهي، ۽ ٻي ننڍڙي چورس مُهر آهي، جنهن جي اندر فقط سندن نالو 'احمد' ۽ اُن جي هيٺان سال '1207' لکيل آهي.

**سندن اولاد:**

قاضي صاحب جو فرزند ميان محمد صالح علم ۽ معرفت جو صاحب هو ۽ پنهنجي والد جي وفات بعد طريقت جو سجاده نشين ٿيو. سندس لکيل ڪن (فارسي) خطن جا نقل موجود آهن، جن مان سندس تحمل ۽ تدبر جو اندازو ٿئي ٿو. پنهنجي والد جي مريد ميان حسين شاهه (رتڙچتڙ، ضلعي گورداسپور واري) کي خط ۾ سمجهاڻي ڏيندي لکي ٿو:

کار من نيست کسي را به جدال
ره نمايم بخداي متعال
هر که پي در پي من به شتابد
آن چه من يافته ام هم يابد

ڏيپارجن جي ميان پير محمد ڏي هڪ خط ۾ پنهنجي والد بزرگوار بابت لکي ٿو:

احمد شه عالم همم، صاحب عنايات و کرم
وصفش نگنجد در قلم، احمد محمد ذوالعطا

مِيان محمد صالح کان پوءِ سندس اولاد مان طريقت جي سجاده نشينن جو سلسلو هن طرح هليو: ڪانئس پوءِ اول سندس وڏو فرزند ميان عبدالواحد ۽ پوءِ ننڍو فرزند ميان نور الله سجاده نشين ٿيو. ميان نور الله کان پوءِ سندس فرزند ميان محمد شفيع ۽ ڪانئس پوءِ سندس فرزند ميان محمد صادق (وڏو) ۽ ميان پير محمد سجاده نشين ٿيا. انهن بزرگن جو اولاد موجود آهي. راقم جي ملاقات ميان فيض محمد صاحب سان ٿي، جو پنهنجي والد ميان پير محمد کان پوءِ سندس سجاده نشين ٿيو.

## حوالا

(1) مثلاً، ڏسو 'اولياءِ نقشبند المعروف بہ سيرت پاڪ شير رباني'، مؤلف محمد امين شرقپوري، مطبوع پيڪو لميٽيڊ، لاهور.

(2) قاضي صاحب جن جي درگاهہ جي موجوده سجاده نشين ميان فيض محمد صاحب سان 5 - جون 1971ع تي ملاقات ۽ تبادلہ خيال جو موقعو مليو، ۽ سندس صحبت ۾ قلمي ڪتاب 'بزرگان دمائي' جي مطالعي مان قاضي صاحب جن جي سوانح بابت انهن ڳالهين ۽ اُهڃاڻن جي تصديق ٿي.

(3) پنهنجي هڪ خط ۾ لکن ٿا: "اما بعد مي گويد بنده جان پراگنده مفتقرالي رحمة ربہٗ الغفار احمد بن محمد صديق السندي."

(4) 'اولياءِ نقشبند' جي مصنف ائين لکيو آهي.

(5) ميان فيض محمد صاحب چيو تہ اها اسان جي خانداني ۽ پڪي روايت آهي. ڪتاب 'بزرگان دمائي' ۾ مخدوم موصوف جو هڪ خط نقل ٿيل آهي، جنهن جو عنوان ادب ۽ احترام سان هن طرح ڏنل آهي: "نقل مڪتوب حضرت مخدوم المخاديم سيد البلدان والاقاليم عالم رباني عارف سبحاني حضرت مخدوم صاحب سيوستاني."

(6) 'لاڪاٽ' وارو پرڳڻو موجوده سڪرنڊ ۽ موري تعلقن جي ڀاڱن تي شامل هو.

(7) مسجد وارو اهو ماڳ موجوده شهر قاضي احمد کان اٺ ميل اوڀر (۽ صادق ڀٽيءَ جي ڳوٺ کان اڌ ميل اتر اوڀر) طرف آهي.

(8) انهيءَ 'ميل واري ڍوريءَ' جو پيٽ اڃا تائين قاضي احمد شهر جي اُڀرندين پاسي کان ظاهر بيٺو آهي.

(9) ڪتاب 'لواريءَ جا لال'، ص 115

(10) ڪتاب 'لواريءَ جا لال' ۾ شيخ حاجي محمد صالح ڳهرائي لکيل آهي. ٿي سگهي ٿو تہ 'ڪڙائي' کي 'ڳهرائي' ڪري لکيو ويو هجي.

(11) خود سندس مرشدن (لواريءَ جي بزرگن) بابت محفوظ روايات ۾ قاضي صاحب کي (طريقي جي 'شيخ' واري درجي جي لحاظ سان) 'شيخ احمد قاضي' سڏيو ويو آهي (لواريءَ جا لال، ص 115). ٻي روايت ۾ ڪيس 'خواجہ' جي لقب سان 'خواجہ قاضي احمد' ڪري لکيو ويو آهي. (ايضًا ص 139)[ماهوار 'الرحيم' - حيدرآباد، جولاءِ 1971ع]

ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو

# نقشبندي فڪر جا اهم پهلو

سنڌ هند ۾ تصوف جا چار مشهور سلسلا آهن چشتي، سهروردي، قادري ۽ نقشبندي. نقشبندي سلسلي جي فڪر بابت اهو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ سنڌ هند ۾ شيخ احمد سرهندي يعني مجدد الف ثاني جي 'مڪتوبات' کي بنيادي اهميت حاصل رهي آهي يعني اهي ئي ماخذ ۽ منبع جي حيثيت رکن ٿا. مڪتوبات جا ڪل ٽي دفتر آهن، پهرين دفتر ۾ 313 ٻئي ۾ 99 ۽ ٽئين ۾ 124 آهن يعني ڪل 536 مڪتوبات آهن جيڪي هڪ ضخيم ڪتاب جي حيثيت رکن ٿا. اهي مڪتوب پنهنجي مرشد کان علاوه وقت جي ٻين وڏن عالمن، صوفين، مشائخن ۽ مشاهيرن ڏانهن لکيل آهن جن ۾ ڪجهه اهڙا افراد بہ شامل آهن جيڪي ان وقت يعني اڪبر ۽ جهانگير جي حڪومت ۾ وڏي اثر رسوخ وارا هئا يعني سرڪاري عهدن تي فائز هئا. انهن خطن ۾ شيخ احمد تصوف بابت پنهنجي نقط نظر يعني پنهنجي فڪر ۽ فهم کي نهايت زوردار ۽ اثرائتي نموني سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اهو سندس تحرير جو علمي ۽ مؤثر انداز هو جو اهي مڪتوبات سندس زندگيءَ ۾ توڙي جلدي پوءِ هڪ علمي تحريڪ جي حيثيت اختيار ڪري ويا. انهيءَ پس منظر ۾ ان وقت جي وڏي عالم علامہ عبدالحڪيم سيالڪوٽي پهريون دفعو هن لاءِ مجدد الف ثاني يعني 'ٻئي هزار سال جو مجدد' وارو لقب استعمال ڪيو، جو تہ هونئن بہ هجري سن جو ٻيو هزار سال ان زماني ۾ شروع ٿيو هو.

مجدد الف ثانيءَ کان مڪتوبات جي شروع ٿيل اها روايت کانئس پوءِ سندس خاندان ۾ وڏيڪ زور شور سان جاري رهي. اهوئي سبب آهي جو خواجہ محمد معصوم جي مڪتوبات جا پڻ ٽي دفتر ملن ٿا، جن مان پهرين ۾ 239 ٻئي ۾ 158 ۽ ٽئين ۾ 255 مڪتوب شامل آهن. ٻئي فرزند خواجہ محمد سعيد پڻ ان روايت کي قائم رکيو جنهن جا هڪ سؤ مڪتوب موجود آهن ۽ انهن مان ڪجهه مڪتوب اورنگزيب عالمگير ڏانهن لکيل آهن. خواجہ محمد سعيد جي فرزند شيخ عبدالاحد (وفات: 1126ھ) جا وري 119 مڪتوبات موجود آهن، جيڪي 'گلشن وحدت' نالي سان سڏجن ٿا جو تہ سندس تخلص 'وحدت' هو. هن مجموعي ۾ بہ مڪتوب شهزادي زيب النساءَ ڏانهن لکيل آهن.

اهڙيءَ طرح خواجہ محمد معصوم جي هڪڙي پٽ خواجہ سيف الدين (وفات: 1096ھ) جا 'مڪتوبات سيفيہ' پڻ ملن ٿا جن جو تعداد 190 آهي. ساڳيءَ ريت سندس ٻئي پٽ خواجہ محمد نقشبند (وفات: 1115ھ) جا

'وسيلۃ القبول الي الله والرسول' نالي سان 198 مڪتوبات ملن ٿا. خواجہ معصوم جي ٽئين پٽ محمد عبدالله جا 130 مڪتوب 'خزينة المعارف' جي نالي سان پڻ ملن ٿا.

اڳتي هلي مجددي خانوادي کان علاوه اها روايت انهيءَ سلسلي جي ٻين ڪيترين شخصيتن ۾ عام طور نظر اچي ٿي، جن ۾ شاهہ عبدالرحيم، شاهہ ولي الله. مرزا مظهر جان جانان، ۽ شاهہ غلام علي دهلوي خاص طور قابل ذڪر آهن. مطلب تہ نقشبندي صوفين ۾ اها هڪ مستقل روايت نظر اچي ٿي جنهن کي هنن پنهنجي تعليمات ۽ فڪر جي اشاعت جي مضبوط وسيلي طور اختيار ڪيو. انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو تہ ڪتابن ۽ رسالن جي بجاءِ هنن جو زور زياده تر خط و ڪتابت وسيلي هدايت ۽ رهنمائي ڪرڻ تي هو. هتي اهو ٻڌائڻ ضروري ٿو لڳي تہ مجدد الف ثاني پاڻ مڪتوبات کان اڳ چند مختصر رسالا ضرور لکيا هئا، جنهن جو مثال 'اثبات النبوة' ۽ 'رسالہ تهليلہ' آهن. اهڙيءَ طرح سندس تشريحي مختصر تحريرن کي 'مبداء معاد'، 'مڪاشفات عينيہ' ۽ 'معارف لدنيہ' جي صورت ۾ مرتب ڪيو ويو هو.

سنڌ ۾ مڪتوبات جي روايت جو آغاز ٻارهين صديءَ ۾ شروع ٿئي ٿو ۽ تيرهين صديءَ ۾ اها عروج تي نظر اچي ٿي. هن سلسلي ۾ سڀ کان اهم ۽ ضخيم تصنيف شاهہ فقير الله علوي (وفات: 1195ھ) جا مڪتوبات آهن. تيرهين صديءَ جي شروع ۾ لواري جي بزرگ خواجہ گل محمد (وفات: 1218ھ) جا 39 مڪتوب لکيءَ جي ساداتن يعني سيد محمد وفا ۽ سندس پٽن ڏانهن لکيل ملن ٿا. ان کان پوءِ خواجہ قاضي احمد (وفات: 1223ھ) جا 49 مڪتوب ۽ پير محمد راشد روضي ڌڻي (وفات: 1223ھ) جا 46 مڪتوب ۽ سندس فرزند پير صبغة الله شاهہ (وفات: 1246ھ) جا 'خزانة الاسرار' جي نالي سان 12 مڪتوبات ملن ٿا.

تيرهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ جنهن نقشبندي صوفيءَ جا وڏي تعداد ۾ مڪتوب يا مڪاتيب ملن ٿا اهو سيد نور محمد شاهہ ڪُنڊائي (وفات: 1270ھ) آهي. 'شرح شجره مخدومان دربيلا' جي هڪ مختصر ياداشت مان پتو پوي ٿو تہ هو پڻ قاضي احمد درگاهہ جو مريد هو. هن جي فارسيءَ ۾ لکيل خطن جو تعداد جيڪي موجود آهن 107 آهي ۽ سنڌي قديم نظم جي صورت ۾ سندس خطن جو تعداد 77 آهي جن مان ڪن جا مخاطب نامعلوم آهن. ڪافي خط هڪ مائي صاحبہ ڏانهن مخاطب ٿي لکيا ويا آهن جن جي خاص خوبي سولي ۽ سلوڻي انداز ۾ نقشبندي طريقي جي ذڪر فڪر ۽ لطائف وغيره جي سمجهاڻي آهي. سيد نور محمد جو ان کان سواءِ فارسي نظم ۾ 'تڪميل المعرفت' پڻ موجود آهي. مطلب هن جو ڇڏيل مواد هڪ الڳ ڪتاب 'معارف نور محمد شاهہ' جي تقاضا ڪري ٿو، جنهن تي ڪم ٿي رهيو آهي.

تيرهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ لُواريءَ جي ٻئي بزرگ عالم فاضل خواجہ محمد سعيد (1264ھ - 1324ھ) جا تقريباً 100 مڪتوب ملن ٿا جيڪي خواجہ قاضي احمد جي جانشينن ڏانهن لکيل آهن.

هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ سنڌ ۾ شيخ عبدالرحيم گرهوڙي پهريون عالم ۽ صوفي آهي جنهن 'مڪتوبات امام ربانيءَ' جا سڀ کان پهرين ۽ گهڻي ۾ گهڻا حوالا ڏنا آهن ۽ اهي سندس تصنيفات 'شرح ابيات سنڌي' ۽ 'فتح الفضل' ۾ ڏسي سگهجن ٿا. اهڙيءَ طرح هن ئي ان ڳالهہ جي نشاندهي ڪئي

آهي تہ سلطان الاوليا خواجہ محمد زمان پنهنجي گفتگوءَ دؤران مڪتوبات جو ذڪر ڪندا هئا. اهوئي زمانو هو جڏهن گرهوڙي صاحب پنهنجي مرشد خواجہ گل محمد جي لاءِ مڪتوبات امام ربانيءَ جو اختصار يا منتخب تيار ڪيو.

هن مجموعي ۾ 'مڪتوبات خواجہ قاضي احمد ' کان بعد 'شوقنامہ' خاص اهميت وارو آهي ڇو تہ ان جو مرتب خواجہ قاضي احمد جو فرزند خواجہ محمد صالح آهي. جيئن اڳ ۾ ذڪر ٿي چڪو تہ هو 1201ھ ۾ ڄائو ۽ جڏهن 1223ھ ۾ قاضي صاحب وفات ڪئي تہ ٿوري عرصي اندر يعني 1224ھ ۾ 'شوقنامہ' مڪمل ڪيائين يعني جڏهن سندس عمر فقط 23 سال هئي. هو 'شوقنامہ ' جو آغاز قاضي صاحب جي حج تي وڃڻ سان ڪري ٿو ۽ عشق ۽ شوق واري ان ڪيفيت کي بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، جيڪا خواجہ قاضي احمد جي مٿان وارد هئي ۽ انهيءَ سلسلي ۾ جيڪا عربي ۽ فارسي شاعري خواجہ قاضي احمد جي ورد زبان هئي، اُها نقل ڪري ٿو. ان کان پوءِ هو نقشبندي طريقي جا پاڻ جيڪي اهم اصول يا مسئلا سمجهي ٿو انهن جي سمجهاڻي ۽ وضاحت 'مڪتوبات امام رباني ' ۽ 'مڪتوبات معصوميہ ' جي حوالي سان بيان ڪري ٿو ۽ پنهنجي مخصوص انداز ۾ کولي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اسان هن ڪتاب جي آخر ۾ حوالن اندر انهن مڪتوبات جي نشاندهي ڪئي آهي.

جيئن اسان هن مهل تائين واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ 'مڪتوبات قاضي احمد '، 'شوقنامہ'، 'نڪاتِ تصوف ' ۽ 'نسخہ تصوف شواهد ' ۾ نقشبندي سلسلي جي فڪر جا بنيادي ۽ اهم اصول بيان ڪيا ويا آهن يعني انهن جي سمجهاڻي ۽ وضاحت پيش ڪئي وئي آهي. معلوم ٿيندو تہ بنيادي اصول يا مسئلا ساڳيا آهن پر انهن کي سمجهائڻ جو انداز هر ڪنهن جو مختلف آهي. مختصر طور اهي اصول جن جي وضاحت هر وقت پيش نظر رهي آهي، هن ريت آهي:

انسان ڏهن لطيفن جو مجموعو يا مُرڪب آهي جنهن ۾ پنج عالم امر ۽ پنج عالم خلق جا آهن يعني قلب، روح، سر، خفي ۽ اخفيٰ ۽ عالم خلق جا نفس، هوا، باهہ پاڻي ۽ مٽي آهن. عالم امر ان ڪري چون ٿا جو اهو صرف لفظ ڪُن جي چوڻ سان پيدا ٿيل آهن ۽ ان جي مقابلي ۾ عالم خلق جا لطيفا درجي بدرجي وجود ۾ آيا آهن. هنن ڏهن لطيفن کي دائره امڪان جي صورت ۾ ظاهر ڪن ٿا. مٿئين اڌ دائري ۾ عالم امر جا پنج لطيفا ۽ وچ تي عرش جي لڪير ۽ ان جي هيٺان عالم خلق جا لطيفا آهن. لطيفن جي فنا کي ترقي يا دائرن جوطئيبيا قطع بہ چون ٿا تہ ان کي وصل بہ ڪوٺين ٿا. پهرين دائري جي قطع کي وصل پهريون چون ٿا ۽ ائين اڳتي بيا دائرا آهن ۽ انهن ڪيطئيڪرڻ جا مرحلا آهن.

نقشبندي اصول موجب لطيفن جو تزڪيو عالم امر جي لطيفن سان شروع ٿئي ٿو جڏهن تہ ٻين طريقن ۾ ان جو آغاز عالم خلق جي لطيفن سان ٿئي ٿو. ان ڪري نقشبندين وٽ بنيادي اصول 'اندرج النهايت في البدايت ' آهي. خواجہ بهاءالدين نقشبند سلوڪ ۾ جذب کي مقدم رکڻ جو جيڪو اصول قائم ڪيو، ان جو مطلب شروعات ۾ ئي مريد کي عالم امر جي لطيفن سان آشنا ڪرڻ ۽ ان وات تي هلڻ سيکارڻ

آهي. ٻين لفظن ۾ ان ريت پنج ئي لطيفا اصولي طور فنا سان واقف ٿي پون ٿا. ان مرحلي کي 'سير انفسي' بہ چون ٿا ۽ ان طريقي سان 'سير آفاقي' ڀهطئيتي وڃي ٿو. ان کان پوءِ نفسي يا جسماني تزڪيہ خاطر رياضتون ڪرڻيون پون ٿيون، جنهن سان جذب جي اها ڪيفيت حاصل ٿئي ٿي جنهن کي قرب يا وصل چون ٿا. قرب الاهيءَ جو سبب جذب يعني خدا جو ٻانهي کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ آهي ۽ اهو قرب بغير واسطي جي هوندو آهي. ڪو وقت اهڙو اچي ٿو جڏهن شيخ پنهنجي مريد کي الله تعالىٰ ڏانهن ڇڪي ٿو يا ڪشش ڏياري ٿو ۽ ان ريت هو قرب خداونديءَ سان سرفراز ٿئي ٿو.

نقشبندي فڪر جو امتيازي پهلو 'توحيد وجودي' بابت خاص رويو يا ان جي مخصوص سمجهاڻي آهي، جنهن کي هو 'توحيد شهودي' چون ٿا. هتي اها ڳالهہ ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ امام رباني جيتوڻيڪ ابن عربي جيڪو توحيد وجوديءَ جو وڏي ۾ وڏو نمائندو آهي ان سان اختلاف ڪري ٿو پر هن جي وجودي نظريي کي يڪسر رد ڪونہ ٿو ڪري، البتہ ان نظريي جي پنهنجي طرفان نئين تعبير يا ان بابت پنهنجو نقطئہ نظر بيان ڪري ٿو. هونئن بہ وجودي نقطئہ نظر ابن عربيءَ کان اڳ وارن صوفين ۾ پڻ ملي ٿو.

نقشبندين مطابق مخلوقات ذات مطلق جو مظهر آهي پر ان جو مطلب اهو ناهي تہ اها مطلق جو عين آهي. ذات مطلق يعني الله تعالىٰ ان کان گهڻو مٿانهون ۽ بُلند آهي يا جنهن کي امام رباني وراءُ الورا چوي ٿو. ليڪن هو مڃين ٿا تہ خلق جو وجود علحده بہ ناهي، جيئن آئيني ۾ صورت جو ظاهري وجود جنهن کي اصلي طور پنهنجو وجود ڪونهي ۽ ان کي ان ڪري وجود نٿو ڪوٺي سگهجي. ڪائنات جي تخليق مان اها ئي مراد آهي. امام رباني انهيءَ کي ظلي وجود يا صرف ظل ڪوٺي ٿو. هو چوي ٿو تہ آئيني ۾ عڪس کي اصل جو عين چوڻ سراسر غلط آهي بس وحدت الوجود ۽ شهود ۾ اهوئي فرق آهي. وحدت وجود وارا بقول نقشبندي حضرات ان عڪس کي عين سمجهن ٿا ۽ ان ڪري حق ۽ خلق کي گڏ يا ملائي هڪ سمجهن ٿا. جڏهن تہ امام رباني ۽ سيني نقشبندي فڪر وارن وٽ اها تفريق يعني حق ۽ خلق جي علحده سڃاڻپ هر حال ۾ قائم ۽ دائم آهي. وجودي صوفين جو زور وري ان ڳالهہ تي آهي تہ وجود صرف هڪڙو خدا جو آهي ۽ تخليق يا ڪائنات خدا جي طرفان پاڻ کي ظاهر ڪرڻ جي خواهش يا ان جو اهڙو اظهار آهي. سلوڪ جو آخري مقام فنا جو آهي، جتي سالڪ کي معلوم ٿئي ٿو تہ سڀ ڪجهہ اهو ئي (همه اوست) آهي. ٻين لفظن ۾ خدا جي ذات ۽ صفات ۾ عينيت آهي يا اهي هڪ ٻئي کان الڳ ناهن. جڏهن تہ شهودي چون ٿا تہ ذات ۽ صفات ۾ تفريق فقط وهم يا غير حقيقي نہ آهي. بيشڪ ڪائنات جي هر شيءِ هن جي اسماء ۽ صفات جو مظهر آهي پر اهي شيون هن جو عين ناهن، جنهن کي هو 'همه ازوست' چون ٿا يعني هر شيءِ هن جي ڪري آهي. مطلب ظل يا پاڇو اصل يا عين ناهي ۽ مظهر عين ظاهر ناهي. اسان هن موضوع تي تفصيلي روشني هن کان اڳ 'شرح ابيات سنڌي' جي مقدمي ۾ وجهي چڪا آهيون.

وحدت وجود ۽ وحدت شهود جي ان اصولي بحث ۽ سمجهاڻيءَ کان سواءِ مڪتوبات قاضي احمد، شوقنامہ ۽ نسخہ تصوف ۾ سير الي الله، سير في الله، وصل عريان، تجلي فعلي، ذاتي، صفاتي ۽ برقي،

ولايت صغرىٰ، ولايت ڪبرىٰ، لطائف جي فنا يا ترقي ۽ انهن جا رنگ، صحو ۽ سُڪر، حضور ۽ غيب، ظلال جا مرتبا، حقيقت قلب، حقيقت احمدي ۽ حقيقت محمدي، حقيقت ڪعبہ حقيقت نماز، ذات جي مشاهدي جي ڪيفيت ۽ ان جو وراءَ الورا هجڻ وصال يا قرب جا دائرا ۽ انهن جي قطع ڪرڻ مان ڇا مراد آهي جهڙا موضوع شامل آهن. نقشبندي طريقي ۾ ذڪر خفي جي اهميت ۽ ان جا قسم ۽ لطيفن سان مناسبت، شيخ جي رهنمائي جي ضرورت ۽ افاديت جهڙا موضوع زير بحث آيا آهن. ان لحاظ کان سنڌ جي تصوف جي تاريخ ۾ هيءُ ڪتاب هڪ اهم باب جو اضافو آهي.

# مڪتوبات ۽ رقعات

## خواجہ قاضي احمد قريشي دمائي

سنڌيڪار:

## مولانا حافظ نوراحمد جيسر سڪندري

تصحيح

## ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو

# فهرست

# مڪتوب پهريون

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

الحمد لله ذي الطول والصلوٰة والسّلام علىٰ رسوله محمدن المصطفىٰ ﷺ وآله واصحابه الكرامذوالفضل العظيم علي التخصيص والتعميم.

[سڀ ساراهه الله تعالىٰ لاءِ ئي آهي، جيڪو وڏي عظمت وارو آهي، عام ۽ خاص صلواتون ۽ سلام سندس رسول حضرت محمد مصطفىٰ ﷺ تي ۽ سندس آل ۽ اصحابن سڀني تي هجن، جيڪي خاص ڪري وڏين فضيلتن ۽ ڪرامتن وارا آهن.]

فضيلتن ۽ ڪماليتن وارو، حقيقتن ۽ معرفتن کي سڃاڻندڙ، مرتبن جي باريڪين ۽ منزلن جي ڪيفيتن کان واقف، معقول ۽ منقول جو جامع، اصول ۽ فروع جو ڄاڻو، عارفن جو اڳواڻ، واصلن جو سردار يعني مولوي محمد امين (لاهوري)، جيڪو (دنيا جي) مختلف رنگينين ۽ تعلقاتن کان نجات لڌل، هر طرح کان بلڪل ڇٽل ۽ خالص الله جي هيڪڙائي ڏانهن متوجه آهي.

بعد مسنون سلامن ۽ مقبول دعائن، خاص ڪري فقيرن جون دعائون جيڪي وٺندڙ ۽ فيض واريون آهن ته توهان جو عزت، فرحت ڏيندڙ ۽ ساهه کي تازگي بخشيندڙ خط، سٺي وقت مليو، ڄڻ آسمان کان وحي آيو يا غيب کان الهام ظاهر ٿيو. ان جا نُڪتا وڏي معلومات ڏيندڙ، وڏن اسرارن وارا، فرحت ۽ تازگيءَ جا دروازا کوليندڙ آهن. شال! الله سبحانهٗ وتعالىٰ اُن علم ۽ حلم جي کاڻ کي اسان فقيرن جي فيض خاطر نبي ڪريم ﷺ ۽ سندن آل جي طفيل اوهان کي وڏي مدت تائين سلامت رکي.

الله سائين جو شڪر ۽ احسان جو سندس خاص ٻانهن پنهنجي يادگيريءَ ۾ عوام کي نه وساريو آهي ۽ اهي بهتر تربيت واسطي ڪمزورن کي ياد رکن ٿا. وڌيڪ احوال هيءُ آهي ته الله تعالىٰ پنهنجي حبيب (ڪريم) ﷺ، جنهن تي هزارين صلواتون ۽ سلام هجن، جي صدقي اسان کي نقشبندي طريقه عاليه جي اڪابرن ذريعي پاڪ ڪري ۽ انهن جي فيض ۽ ڪمال کان نفعو ڏي.

**اي مخدوم!** جيڪي لکيو اٿوَ، اسان خادمن ۽ فقيرن نامرادن کي ڪهڙي طاقت آهي جو موتين جي لڙهين جهڙين ڳالهين لاءِ چپ چوريون! ميان جي! (بنده) کي ڇا طاقت آهي جو بادشاهن جي رڪاب ۾ پير وجهي ۽ پرواني کي ڪهڙي طاقت آهي جو شمع جيڪا وڄ وانگر آهي ان سان سينو ساهي؟ هن طريقه عاليه جي وڏن مشائخن ۽ مرتبي وارن سان، اسان مر هجورن، عاجزن، قصور وارن ۽ بدحالن کي ڇا نسبت؟ انهن جي تحرير ۽ تقرير عقل ۾ ماپڻ کان ٻاهر آهي. انهن جو بادشاهي عقل ۽ فڪر، وهم ۽ خيال کان مٿي آهي. هتي عقل جي سواريءَ جو گهوڙو مندو ۽ حيران آهي. الله تعالىٰ جي خاص مُهرباني کان سواءِ انهن کي نٽو

سمجهي سگهجي. جن درويشن جي خيال کي الله سائين پاڪ ڪيو آهي، سي بہ ادب جي لحاظ کان تمام عاجزانہ انداز ۾ عاجز رهيا آهن تہ پوءِ ٻيا انهن کي ڪٿي پهچي سگهندا جو انهن جا راز کولين، ڇو تہ هنن اڪابرن رضہ جي نسبت پاڻ بي مثل ۽ بي مثال آهي.

حضرت خواجہ امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره [1] لکيو آهي تہ:

”هن طريقي (نقشبنديہ) عاليہ جي نسبت بہ منتسب اليہ (الله تبارڪ وتعاليٰ جي ذات) يعني بي مثل ۽ بي مثال ذات سان قائم آهي.“

تنهنڪري اسين جيڪي مثل آهيون، ان بي مثال جي باري ۾ ڇا ٿا چئي سگهون يا اسين جيڪي ممڪن آهيون، ان واجب ذات جي لاءِ ڇا ٿا بيان ڪري سگهون؟ پر جواب خاطر، ڇو تہ هي ءُ فقير اوهان جي مهربانين جو نوازيل آهي. جهڙيءَ ريت ڪنهن وقت حضرت قدوة الواصلين ۽ زبدةالعارفين (سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان قدس سره جن) جي وصف بيان ڪرڻ کان زبان عاجز آهي، جيڪي 'اندراج النهايتفي البدايت' (انتها کي ابتدا ۾ داخل ڪرڻ) وارا هئا، پاڻ ٿوري وقت اندر اسان جي هن مرض جو علاج ڪرڻ فرمايو قدس سره (خدا سندن روح کي پاڪيزه رکي.) خدا جلّشانہٗ جي فضل ۽ عنايت سان، مرض کان شِفا ڪامل لڌي سون، بلڪ مون کان سواءِ ٻين هزارين ضعيفن ۽ ناقصن سندن صحبت جي برڪت ۽ بي انتهاتوجہ سان، زماني جي ڪوڙن معبودن ۽ نفس جي براين کان ڇوٽڪارو مليو. ڇو تہ اسان جي نفس جي پليتي ۽ بي حيائي شيطان کان وڌيڪ هئي. مطلب ان ريت سندن توجہ سان ظاهري (تو ڻي) باطني طور پاڪ ٿي حقيقي مطلب کي پهتاسون. جيئن تہ محبوب جو وسيلو سيني شين ساهہ، مال ۽ اولاد کان وڌيڪ محبوب آهي. پوءِ ائين سمجهو تہ پاڻ خدا تعاليٰ جي دربار اقدس ۾ پهچڻ لاءِ وسيلو بڻيا.

اگر هر موئي من گردد زباني
ز تو رانم ب هر يک داستاني

[جيڪڏهن منهنجو هر وار زبان ٿي پوي ۽ بيان ڪرڻ ويهان تہ جيڪر هڪڙو داستان بہ پورو ٿي نہ سگهي!.]

لاچار اوهان جي امر مڃڻ کان سواءِ ٻيو چارو نہ ڏسي پوري شرمندگيءَ ۽ لاچاريءَ سان چند ڪلما، جيڪي حوصلي ۾ آيا، (انهن کي) لکڻ جي جرئت ڪيان ٿو. اميد تہ انهن تي چڱيءَ طرح ڪن ڏيندا ۽ پوريءَ ريت خيال ڪندا.

**والله تعاليٰ هو الموفق والمعين وهو يحق الحق ويهدي السبيل ويزهق الباطل واليه سبيل الرشاد.**

[اهو ئي الله تعاليٰ توفيق ڏيندڙ ۽ مددگار آهي، اهو ئي حق جي ڳالهہ کي ثابت رکي ٿو ۽ اهو ئي سڌي واٽ جي هدايت ڪري ٿو ۽ باطل مٽجي ٿو. الله تعاليٰ جي طرف ئي رُشد (۽ هدايت) جي واٽ آهي.]

اسان جا مخدوم ! توهان هن طريقي (نقشبنديہ) عاليہ جي ڪجهہ انتهائي علامتن ۽ نسبتن بابت بيان لکڻ لاءِ چيو آهي. جيڪڏهن ڪٿي ڀُل چُڪ ٿي پوي تہ اوهان ان کي درست ڪرڻ فرمائيندا. توهان لکيو آهي تہ 'مڪتوبات مجددي' ۾ آهي تہ:

"متوسط (وچولي سالِڪ) جي نشاني ۽ سڃاڻپ اها آهي تہ اهو سالڪ پاڻ کي الله سبحانہٗ وتعالىٰ کان جدا نہ پائئين."

'مڪتوبات معصومي' ۾ آهي تہ:

"سالڪ جيستائين پنهنجي نفس جي اِرادي ۾ آهي تہ اهو پنهنجي نفس جو مريد آهي پر جڏهن پنهنجون مُرادون ۽ اِرادا الله تعالىٰ جي حڪم موجب قائم رکي ٿو تہ اهو بزرگيءَ جي مرتبي تي آهي."

**جان کان پيارا!** هر شيءِ کي ڏسڻ جو طريقو نرالو آهي ۽ خاص ڪري تجلي ءَ جو مقام، جيڪي اسان منڍ وارين عبارتن ۾ لکيو آهي، اها تجلي فعلي آهي، ان جي نشاني قلب جي فنا آهي نہ ڪا ٻي ۽ اها ولايت جي صورت آهي. ولايت جي حقيقت اڃا ٻيو ڪم آهي، جيڪو فنا ۽ نفس اماره جي اطمينان سان ڳنڍيل آهي. نفس جي مڪمل فنائيت ئي 'ولايت ڪبرىٰ' آهي ۽ اها ولايت نبيّن سڳورن عليهم الصلواة والتسليمات جي آهي. 'ولايت صغرىٰ' ۾ توڙي جو ڪٿي ٿورو گهڻو اطمينان هوندو آهي پر پوءِ بہ نفس مان مڪمل وڏائي ۽ سرڪشي ختم نہ ٿي ٿئي.

جهڙيءَ طرح هن ولايت (نقشبنديہ) جي بزرگن [ 2] آخر ۾ فرمايو آهي. ٻي عبارت مان مراد رضا جو مرتبو آهي. ان لاءِ چيو ويو آهي تہ اها ڳالهہ بزرگيءَ جي مرتبي کي جڳائي ٿي تہ مرشد ڪامل پنهنجي سچي مريد جي اهليت ڏسي يعني هڪ يا ٻہ درجا عطا ڪري ڪيس طريقت جي تعليم جي اجازت ڏئي تہ جائز آهي. ليڪن سچي مريد لاءِ بهتر طريقو اهو آهي تہ طالبن جي تربيت ۾ توجہ ۽ مراقبن کي ڪمال تي پڄائي ۽ پنهنجو خيال نہ ڪري، بلڪ پنهنجي نفس جي عيبن تي هر وقت نظر رکي تہ جيئن سندس ڪم ۾ ڪو خلل نہ پوي. ڇو تہ اجازت ملڻ سبب ڪامل آهي، پر پنهنجي حال ۾ ناقص آهي، ان ڪري حقيقت ۾ اهو ڪامل نہ آهي. باطني بزرگي تمام گهڻي نازڪ آهي ۽ وڏي خطري واري آهي ۽ تمام ڏکيو ڪم آهي. سچي مريد کي جڳائي تہ هن تمام وڏي ڪم ۾ هر خطري جو خيال رکي، ان جو مثال تير ۽ ڪمان وارو آهي. ڇو تہ مرشد ڪامل ۽ حبيب ڪريم ﷺ جي تابعداري ۽ خدا تعالىٰ جي مهربانيءَ کان سواءِ ڪو رستو يا چارو نہ آهي، انهن جي اجازت کان سواءِ هن خطري واري ڪم ۾ پير رکڻ خيانت ۽ منع فرمايل آهي. جيئن الله تعالىٰ فرمايو آهي:

لِتُخْرِجَ النَّاسَ مِنَ الظُّلُمَاتِ إِلَى النُّورِ بِإِذْنِ رَبِّهِمْ (ابراهيم: 1)

[(اي پيغمبر) ان ڪري تہ جيئن تون الله جي حڪم سان مخلوقکي اونداهي ءَ مان روشني ڏي ڪيين.]

هن جاءِ تي ڪنهن بہ قسم جو خواب يا خيال معتبر نہ آهي، پر ڪشف صحيح ۽ الهام صريح گهربل آهي. ان ڪري سچا طالب ۽ الله جا خاص پهتل ٻانها مخلوق جي حقن جي ضايع ٿيڻ ۽ الله جي ڏوراپي جي خوف کان هيءُ وڏو بار کڻن ٿا.

هڪڙي ڏينهن حضرت صاحبن (سلطان الاولياء) قدس سره جن فرمايو تہ گهڻا پيرا اِرادو ڪيوسون تہ هنن سيني ڪمن کي ڇڏي خاص خلوت خاني ۾ عمر جا باقي ڏينهن گذاريون پر الله تعالىٰ جي ڏوراپي جي خوف کان تہ مخلوق جا حق ضايع ڪيوَ، ان ڪري پوءِ اسان هيءُ ڪم اختيار ڪيوسين جو رات ڏينهن مسجد ۽ جماعت جي وچ ۾ ويهي رهيا آهيون.

'رشحات' جي مصنف لکيو آهي تہ:

> شيخ ابوطالب مڪي قدس سره جن فرمايو آهي تہ "اهڙي ڪوشش ڪر، جو توکي الله سبحانہٗ وتعالىٰ کانسواءِ ڪا شيءِ بهتر نظر ئي نہ اچي، جڏهن ائين ٿيندين تہ پوءِ تنهنجو ڪم اصل مقصد کي پهتو."

شيخ ملا علي قاري 'مشڪواة شريف' جي شرح ۾ لکيو آهي تہ:

> "اذا يتيقن العبد ان الامر كلهٗ لله تعالىٰ و لا نفع ولا ضرر الا من الله و لا عطاء و لا منع الا من الله تعالىٰ و صبر علي بلائهٖ و شكر علي نعمائهٖ فصار من عمدة الاولياء و زبدة الاتقياءِ."
>
> [جڏهن ٻانهي کي پورو يقين ٿي وڃي تہ بيشڪ سيئي ڪم الله تعالىٰ جي طرفان آهن. نفعو ۽ نقصان الله تعالىٰ جي ئي طرفان آهي ۽ الله تعالىٰ ئي ڏيندڙ ۽ وٺندڙ آهي. هر مصيبت تي صبر ڪرڻ ۽ الله تعالىٰ جي نعمتن تي شڪر ڪرڻ وارو ٻانهو ئي اوليائن ۽ پرهيزگارن جي ٽولي مان آهي.]

حضرت شيخ عبدالوهاب '**حبل المتين**' ۾ اهڙو ئي رايو ڏنو آهي ۽ '**رشحات**' واري بہ ڪجھ اهڙيون عبارتون لکيون آهن. انهن مان هڪڙي هيءَ آهي تہ:

> "جڏهن هڪڙو ماڻهو تنهنجي وات ۾ منو لقمو رکي ۽ ٻيو تنهنجي ڪنڌ تي مُڪ هڻي تہ تون (انهن ٻنهي ۾) اهو فرق ڪري نہ سگهين. ائين جيڪڏهن هر طالب کي ماڻهن جي گارين ۽ خواري کان خوشي نٿي پهچي، تيستائين منجهس مردانگي واري خوشبوءِ ڪونهي."

اهڙي قسم جون ٻيون بہ ڪيتريون عبارتون ملن ٿيون.

منهنجا مهربان! هي سيئي شرط هن سلسلي ۾ اهڙيءَ طرح جا آهن، يعني جڏهن غير کي وساري ڇڏجي ۽ ڪسر نفسي جي ڪري سڀ ڪجھ ڇڏي ڏجي. مطلب تہ وڏن اڪابرن [ 3] جو شان ۽ درجو بلند ۽ اعلىٰ آهي.

حضرت شيخ ابوطالب مڪي، شيخ علي قاري ۽ ڪتاب '**رشحات**' ۾ اهڙيون عبارتون ملن ٿيون. هيءُ فقهي مسئلو ناهي جو '**هدايہ**' ۽ '**بزدوي**' ۾ ڏسي سگهجي، هي مسئلا ڪشف ۽ ذوق جا آهن، جيڪي

هڪڙن جي سينن کان ٻين جي سينن تائين پهچندا آهن. انهن سڀني مان ڪنهن به دل جي ڳالهه ظاهر نه ڪئي آهي، بلڪ اها هڪ تجلي 4 ۽ توجه فعلي هوندو آهي، جيڪو ڪنهن به وقت ظاهر ٿيندو آهي. شيخ ابوطالب قدس سره ۽ ان کانسواءِ اڳين بزرگن (اها) 'ظلي ولايت' ٻڌائي آهي. اهڙيءَ طرح حضرت خواجه مجدد الف ثاني 'مڪتوبات قدسي آيات' ۾ لکيو آهي ته:

"اسان جي پيغمبر رحمة للعالمين ﷺ جن جي زماني ۾ سندن نور مان اصحابن سڀني اصلي ولايت حاصل ڪئي، ان کان پوءِ تابعين ۽ تبع تابعين ۾ اها گهٽجو گهٽجي وئي. ان بعد اصلي ولايت لڪي وئي ۽ ظلي ولايت ظاهر ٿي. ليڪن وري هزار سال ۽ چند ڏينهن کان پوءِ الله تعالىٰ جي فضل ۽ ڪرم سان ان 'ظلي ولايت' لڪايل منهن ڪڍيو ۽ انشاءَ الله تعالىٰ وري هزار سال کان پوءِ 'اصلي ولايت' پوريءَ ريت پڌري ٿيندي. اولياءِ ڪرام ۽ مشائخ عُظام ان زماني ۾ به نبي ڪريم عليه الصلواة والسّلام جي هدايت واري نور سان جهان کي روشن ڪندڙ هوندا."

وري ٻئي هنڌ عبارت ۾ لکيو اٿس ته:

"توڻي جو اُهي وليءَ سڀ پورا ٿورا هوندا پر هر طرح ڪامل هوندا."

تنهنڪري شيخ (علي قاري) ولايت جي حقيقت واري ڳالهه ظاهر نه ڪئي آهي ڇو ته هو سمجهدار علمائن ۽ صوفين جي ٽولي مان هو ۽ سڀني سالڪن به ائين ئي چيو آهي يعني شال الله تعالىٰ اسان کي انهن جي اسرارن ذريعي پاڪ رکي ته اهڙين خبرن جي باوجود جيڪڏهن ڪو ٻڌي ته انڪار ڪري.

جيتوڻيڪ شيخ عبدالوهاب جي عبارت سني ۽ وڏي همت واري آهي پر ان جو مقصد 'سُڪر' (مدهوشي) پيدا ڪرڻ آهي ۽ سُڪر سراسر ناقص آهي. سُڪر مرتبن جي طئي ڪرڻ ۾ ناڪامي ءَ جو نالو آهي ۽ ظليت جي خبر ٿو ڏئي. ڇو ته سُڪر جي ڪري سيئي بشري صفتون لڪل رهن ٿيون ۽ ڪمال سُڪر مان گذري 'صحو' (هوشمندي) کي پهچڻ آهي. جهڙي طرح '**النهاية هي الرجوع الي البداية**' جو مطلب مرتبن جي طئي ڪرڻ ۽ مرتبن کي پهچڻ ۽ سُڪر کان جان ڇڏائڻ ۾ آهي، ڇو ته هدايت واسطي دل ۾ عالم خلق سان گڏ انسان جون بشري صفتون ظاهر ٿيڻ ضروري آهن. آخر ۾ حضرت جيو (امام رباني مجدد الف ثاني) قدس سره جن اهڙيون عبارتون 'عالم خلق' جون لکڻ فرمايون آهن.

حضرت خواجه باقي بالله (قدس سره) 'شرح رباعيات' ۾ لکيو آهي ته:

"اڪثر ڪري بزرگن جون بشري صفتون اهڙي ءَ طرح هونديون آهن، جنهن جا سڀ ماڻهو محتاج آهن ۽ هي به محتاج آهن. انهن جي ولايت بشري صفت سبب زائل نه ٿي ٿئي ۽ نه وري انهن جي ڪاوڙ واري حالت عام ماڻهن واري آهي. جيئن سيدالانبياءِ عليه افضل الصلواة واڪمل التحيات جن فرمايو آهي:

**اغضب كما يغضب البشر**"

[مون کي به ڪاوڙ ايندي آهي، جهڙي طرح ٻيا انسان ڪاوڙ ڪندا آهن.] [4]

تہ پوءِ وليّن سڳورن ۾ بہ ڪاوڙ ڇو نہ هوندي؟ اهڙيءَ طرح هي بزرگ کائڻ، پيئڻ ۽ پنهنجي اهل عيال سان اُٿڻ، ويهڻ ۽ وندر وِرُونهن ڪرڻ ۾ بين ماڻهن وانگر آهن، ۽ بيا عام انساني لوازمات انهن جي خاص ولايت کي زائل نہ ٿا ڪن. الله سبحانهٗ وتعاليٰ نبين سڳورن عليهم السّلام جي شان ۾ فرمايو آهي:

**وَمَا جَعَلْنَاهُمْ جَسَدًا لَا يَأْكُلُونَ الطَّعَامَ**(الانبياء :8)

[۽ اسان انهن (رسولن) جو جسم اهڙو نہ بڻايو آهي جو طعام نہ کائن.]

ڪافرن بہ اهڙيءَ طرح ظاهر کي ڏسي ڪري چيو هو:

**مَالِهٰذَا الرَّسُولِ يَأْكُلُ الطَّعَامَ وَيَمْشِي فِي الْأَسْوَاقِ** (الفرقان: 7)

[هي ڪهڙو رسول آهي جو کاڌو کائي ٿو ۽ بازار ۾ گهمي ٿو؟]

اهو کائڻ، پيئڻ ۽ بازار ۾ گهمڻ بشري صفت آهي ۽ ڪافرن جي نظر بشريت تي پئي. انهن بشريت ۽ اصل حقيقت ۾ فرق نہ ڪيو، جنهنڪري اصلي ڪمالات واري دولت کان محروم ٿيا ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ خساري وارا ٿيا. هيڏانهن هي (نقشبندي) بزرگ فنا ۽ بقا جي ڪري ذات پاڪ سان نسبت ۽ ان جي فڪر ۾ ظهور حاصل ڪن ٿا. جهڙي طرح الله تعاليٰ فرمايو آهي:

**أَوَمَنْ كَانَ مَيْتًا فَأَحْيَيْنَاهُ وَجَعَلْنَا لَهُ نُورًا** (الانعام :122)

[ڇا اهي مثل نہ هئا؟ پوءِ انهن کي زنده ڪيوسين ۽ انهن کي روشنيءَ وارو ڪيوسين.]

هن جاءِ تي اهو 'سُڪر' وارن ڏانهن اشارو آهي.

'مڪتوبات مجددي' ۾ آهي تہ:

"جلاليت، جماليت کان اڳ ۾ ظاهر ٿئي ٿي ۽ ڏکن کي وري انعام کان وڌيڪ تصور ڪيو وڃي ٿو، ڇو تہ جماليت يا انعام مان مراد محبوب کان مليل مرضيءَ موجب آهي. جلاليت يا ڏک مان مراد خود محبوب آهي ۽ اهو پنهنجي مرضيءَ جي خلاف آهي. جهڙيءَ طرح انعام ۾ محبوب لذت وٺي ٿو، تهڙيءَ طرح ڏک ۾ بہ ڪيس لذت گهٽي پهچي ٿي، ڇو تہ ان ۾ نفس جي مزي وارو گمان سندس مراد کان الڳ آهي."

معلوم هجي تہ هي ء عبارت وڏي همت ۽ بلند مرتبي جي خبر ڏيندڙ آهي، جيڪا وصول جي وڏن مرتبن وارن کي حاصل آهي. ان ڪري حضرت جيوؒ(امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره) جن بئي هنڌ پنهنجي 'مڪتوبات' ۾ لکيو آهي تہ:

"رضا جو مقام، توڻي جو رضامندي ۽ خوشيءَ جي خبر ڏئي ٿو پر الله جي معاملي جي ڳالھ بي آهي ۽ رضا ۾ بئي طرف ۽ پاسا برابر آهن.

عشق آن شعلہ است کو چون بر فروخت

هرچہ جز معشوق باقي جملہ سوخت "

[عشق هڪڙو اهڙو شعلو آهي، جو جڏهن برندو آهي تہ محبوب کان سواءِ هر شيءِ کي ساڙي ڇڏيندو آهي.]

هتي پڻ مراد سُڪر آهي تاهم انتها تي پهچڻ وارا سکر مان صحو ڏانهن اچن ٿا. حضرت مجدد صاحب جن هڪ ٻئي هنڌ لکيو آهي ته،

"حال ۽ مقام جي وچ ۾ سُڪر ڪي محبوب طرفان انعام تي پانيم، بلڪ مصيبتن ۽ تڪليفن جي خواهش پئي ڪيم، ان ڪري جيڪا دعا الله کان گهرجي تي يا باه کان پناه طلب ڪجي تي سا به ان لاءِ ته قرآن شريف ۾ حڪم آهي:

**ادْعُونِي أَسْتَجِبْ لَكُمْ**(مؤمن:59)"

[مون کان دعا گهرو ته مان توهان جي دعا قبول ڪندس.]

گويا "ادعوني (مون کان دعا گهرو) جو حڪم آهي، فقط. ان کان پوءِ جڏهن الله تعالىٰ جي فضل ۽ عنايت سان صحو جي حالت نصيب ٿي ۽ حق کي باطل کان جدا ڪري ڏيکاريو ويو تڏهن مصيبتن ۽ بلائن جي اچڻ جو خوف طاري ٿيڻ لڳو ته پوءِ انهن جي دفع ڪرڻ لاءِ دعا گهري وئي، بلڪ ان صورت ۾ درد ۽ تڪليف جي خوف ۽ غم کان بچڻ لاءِ دعا گهري ويندي آهي."

انهيءَ سبب نبي ڪريم عليہ الصلواۃ السّلام جن "**دائم الفکر و متواصل الاحزان**" يعني: هميشہ فڪرمند ۽ لڳاتار غمگين رهندا هئا.

جيئن حديث ۾ آيو آهي: "پاڻ جڏهن به مينهن وسائيندڙ ڪڪر ۽ ڳڙا وسائيندڙ بادل (سان) برسات ايندي هئي ته ان جي اچڻ کان اڳ ۾ تمام ڏڪارا ٿيندا هئا، ايتري قدر جو ڏک جي علامت مٽن ظاهر ٿيندي هئي ۽ انهيءَ جي شر کان بچڻ لاءِ دعا [ 5] به گهرندا هئا. پوءِ جڏهن اهي ڪڪر ل هي ويندا هئا ته الله تعالىٰ جو حمد پڙهندا هئا ۽ مصيبت جي دفع ٿيڻ جي ڪري خوش ۽ فرحت وارا ٿيندا هئا. " ان کان سواءِ جڏهن به سزا ۽ تنبيهہ يعني وعيد واريون آيتون، جهڙيءَ طرح سورة عمّ ۽ ٻين سورتون آهن پڙهندا هئا ته چوندا هئا ان ڪري منهنجا وار اڇا ٿي ويا آهن، حالانڪ ٻين کي ڪو فڪر نہ ٿيندو هو.

**جان کان پيارا!** تي پيرا اوهان جي طرف توجہ ڪيم، اوهان جو احوال پوري طرح سني نموني ۽ سهڻن خيالن ۾ نظر آيو. شڪر آهي جو پوري اُميد ۽ ترقي ءَ تي پهتل آهيو. ان راز کي وڌيڪ ظاهر ڪرڻ مناسب نٿو سمجهان، تڏهن به ڪجهہ معرفت آگاه سيد ميان حسين شاه (رتڙچتڙ واري) کي سمجهايان ٿو، انشاءالله تعالىٰ اهو اوهان کي سمجهائيندو.

لکيو اٿوَ ته حضرت قبلہ پير ڪامل مرحوم مغفور، هڪڙي رات هن ٻانهي وٽ آيا ۽ فرمايائون ته "توهان اسان جي طرف تمام بلند مقام جي انتها تي پهتا آهيو. " اهڙيءَ طرح ٻيو پيرو به آيا ۽ فرمايائون ته "هن شخص جي نسبت پڪي ۽ مڪمل آهي."

**اي مخدوم!** اسان جا حضرت صاحب قدس سره الاقدس اُن وقت کان مستثنىٰ هئا جو ته اهي نهايت النهايت ذات جي تجلي ۽ 'وصل عرياني' ۾ پهتل هئا. 'غوثيت' ۽ 'قطبيت' جي سيني رُتبن ۽ فرديت وارا هئا، جتان ڪين هدايت جي نور جي اها روشني ملي هئي، جنهن جي هڪڙي گهڙي ۾ انهن هزارين مثالن

مان هڪڙو مثال ظاهر ٿي پوي ته اهو پارس ٻڌجي وڃي پر اهو ملڻ محال (عنقا) آهي. البت جيڪڏهن ڪو مريد پير ڪامل جي معرفت ڪمال حاصل ڪري ٿو ته جائز آهي ۽ اهڙا واقعا جنهن ڪان ظاهر ٿين ٿا ته اهي به هزارين مبارڪن جي لائق آهن ۽ اهي بشارتون اوهان جي لائق هجڻ جي خبر ڏين ٿيون پر جيستائين اهي خواب مان سجاڳي جي صورت ۾ نه اچن، تيستائين پوري تسلي نه ڪرڻ گهرجي.

اي برادر! بي نهايت درگهيست

هرچہ بروي مي رسي بروي مَايِستِ

[اي ڀاءُ! هيءَ درگاهه اڻ ڪٽ آهي، جتي به پهچي وڃين ته انهيءَ کي آخري سمجهي بيهي نه رهه.]

پر هر طرح سان پنهنجي ڪم ۾ پوريءَ طرح متوجہ رهجو. جيئن حضرت خواجہ محمد معصوم قدس سره جن لکيو آهي ته:

"احوال، مواجيد (نوان نوان حالات ۽ انڪشافات) قطبيت، غوثيت، فرديت ۽ ٻيا اهڙا مثال جيڪي ننڊ يا خواب ۾ واقعات طور ڏسجن ٿا، سي وڏن بزرگن وٽ معتبر نه آهن، ليڪن سجاڳي ۾ حال ۽ وجد جنهن شخص کي ملن ٿا ته اهي هن واسطي آهن. دراصل اهو شخص غوث ۽ قطب آهي، جيڪو سجاڳي ۾ انهن ٻنهي رُتبن تي سرفراز آهي، باقي جيڪڏهن ڪو ننڊ ۾ خواب ڏسي ٿو ته مان بادشاهه آهيان ته اهو بادشاهه نٿو ٿي سگهي، جيستائين ظاهر ظهورڪنهن ملڪ جو بادشاهه نه ٿئي."

چو غلامِ آفتابم همه ز آفتاب گويم

نه شبم نه شب پرستم ڪہ حديثِ خواب گويم

[جيئن ته مان سج جو چاهيندڙ آهيان تنهنڪري هر وقت سج جي ڳالهه ڪريان ٿو، مان نه رات آهيان ۽ نه ئي وري رات جو پوڄاري آهيان جو خواب جون ڳالهيون ڪريان.]

اهڙو ئي اندازو صالح ٻانهن (اوليائن) جي ننڊ ۾ ملندڙ خوشخبرين جو آهي، جن مان سندن لياقت ۽ اهليت جي خبر پوندي آهي. پوءِ ظاهري طور ان مطابق ڪڏهن ائين ٿيندو به آهي ۽ ڪڏهن نه به ٿيندو آهي. ڪوشش ڪرڻ گهرجي ته ننڊ وارو معاملو بالفعل (حقيقت ۾) ظهور ۾ اچي ۽ گوش (خيال) کان آغوش (ج ه وليءَ) تائين پهچي وڃي.

مسڪينيءَ ۾ بي نيازي بُلند ۽ مٿان هون ڪم آهي، [6] نبي ڪريم ﷺ جن اهڙي عالي قدر شان ۽ محبوبيت جي مرتبي فقر کي پسند فرمايو آهي. انهيءَ ڪري ئي "**دائم الفڪر ومتواصل الاحزان**" يعني هميشه فڪرمند ۽ لڳاتار غمگين رهندا هئا.

جهڙيءَ طرح حضرت علاؤالدين فرمايو آهي:

نميداني ڪہ شاه چون پيمبر

نيافت او فقر ڪل تو رنج ڪم بر

[تون نٿو ڏسين تہ پيغمبر ﷺ جهڙو، بادشاھ فقر ڪل ڪان پري رهيو. تون پاڻ ان مان ٿورو ڪجهہ حاصل ڪر (تنهنجي وس جي ڳالهہ ناهي)]

اهڙيءَ طرح توهان هميشہ واسطي مرتبن جي طئي ڪرڻ ۾ هڪڙي نهايت ڪان بي نهايت تائين، هڪڙي لطيفي کي وڏيڪ لطيف بنائڻ خاطر ۽ باطن جي انتها کي باطن تائين جيستائين الله گهري پيش رفت جاري رکو. ان ڪري حضرت خواجہ نقشبند قدس سره جن بہ فرمايو آهي:

"ڪنهن وٽ ڪيترو بہ گهڻو سوز، عشق، درد ۽ فڪر هجي، پر تڏهن بہ نبي ڪريم ﷺ جن وٽ سيني ڪان زياده تمام زياده هوندو." هن مان فقر جي بلندي ۽ بي انتها هجڻ جي خبر پوي ٿي.

عشق راهي نيست کہ آن را منزلي پيدا شود
اين نہ دريائي است کہ آن را ساحلي پيدا شود
سالها بايد چو مجنون پاي در دامان کشيد
تا ز دامانِ بيابان محملي پيدا شود

[عشق اهڙي واٽ نہ آهي جو ان جي آخري منزل (پڄاڻي) پيدا ٿئي، نہ وري اهو اهڙو دريا ه آهي جو ان کي ڪو ڪنارو يا ڪنڌي هجي. بس مجنونءَ وانگر ڪيئي سال بيابانن ۾ پيادل هلڻ ۽ رلڻ ڪان پوءِ وڃي بيابانن ۾ ڪا آرام واري جڳهہ ملي سگهي ٿي.]

بس! انهيءَ واٽ جا مست ٻارن وانگر نقل ۽ ريوڙين تي خوش ٿي پوندا آهن، سڄي عمر وارا موتي خسيس عيوض تي وڪڻندا آهن ۽ پنهنجي باطني حالات ۽ ڪيفيات کي ڪنهن (ٻئي) کي ٻڌائي ساري عمر جي ڪمائي ضايع نہ ڪندا آهن، بلڪ صفتن، اسمن ۽ ذات جي اعتبار کي واندڪائي جي وندر سمجهندا آهن ۽ ان لحاظ ڪان خاص ذات ڪبريا جي پردن سان مشغوليءَ ڪان پري پڄندا آهن. ان ڪري اهو وڌيڪ مناسب آهي تہ هر شيءِ ڪان دل پلي خاص اڪيلائپ اختيار ڪندي پنهنجي پوري لياقت، قوت ۽ همت سان پنهنجي ذات جي نگراني ڪندا آهن پر ڪنهن بہ هڪ هنڌ تي پهچي آرام سان ويهي نہ رهندا آهن.

**"ان الله تعالىٰ يحب معالي الهمم"**

[بيشڪ الله تعالىٰ بلند ارادي ۽ همت وارن کي پسند فرمائي ٿو.]

**تيغ لا در قتل غير حق براند**

[جيڪي نفيءَ جي تلوار غير حق (حق ڪان سواءِ هر شيءِ) تي هلائين ٿا.]

توهان پنهنجي باطني احوالن مان ڪجهہ بہ نہ لکيو آهي. مناسب تہ ائين هو تہ پهريائين پنهنجا احوال لکو ها ۽ پوءِ ان جي طفيلي ننڊ ۽ خواب ۾ جيڪي ڏسو ٿا بيان ڪريو ها.

**والسّلام عليڪم وعلىٰ من اتبع الهدىٰ**

[سلامتي توهان تي ۽ انهن تي جيڪي هدايت جي تابع ٿيا.]

کار من نيست کہ کسي را بجدال
ره نمائيم بخدائي متعال
هر کہ پي در پي من بشتابد
آنچہ من يافتم او همي يابد
اوّل ما آخر هر منت هي
ز آخر ما جيب تمنا ت هي

[اسان جو اهو ڪم نہ آهي جو ڪنهن کي زور زبردستي سان خدا تعاليٰ جو رستو ڏيکاريون. ليڪن جيڪو لڳاتار پنيان ڊوڙندو تہ اهو جيڪي اسان کي حاصل ٿيو آهي، سو ان کي بہ حاصل ٿيندو. جتي ٻين (بزرگن) جي انتها (آخري منزل) آهي، اسان جي اُتان ابتدا (شروعات) آهي. وري جتي اسان جي پڄاڻي آهي تِتي خواهش ۽ سَڌ واري جھولي خالي هوندي آهي.][7]

# مڪتوب ٻيون

بسم الله الرحمٰن الرحيم

دل کي وڻندڙ، محبت ۽ سچائي سان ڀرپور، باطني احوال ۽ 'وحدت الوجود' جي مسئلي جي شُبهي کي حل ڪرڻ بابت ۽ بيان ٿيل واقعات تي مشتمل، منهنجي مهربان ۽ مڪرم محمد يار طرفان خط جيڪو زماني جو بزرگ، مبارڪ منهن ۽ روشن چهري وارو آهي، پيلاري گهڙيءَ ۾ پهتو. اهو حقيقت وارو سمورو احوال، فرحت ڏيندڙ، دل جي خوشي وڌائيندڙ ۽ پري وارن دوستن جي لاءِ خوشبوءِ جو سبب بڻيو. الله سبحانهٗ وتعاليٰ اسان کي ۽ اوهان کي پنهنجي قرب واري اڻ کُٽ ترقي بخشي.

منهنجا مخدوم! هي ۽ فقير پاڻ ۾ ايتري قابليت نٿو ڏسي جو ان محبوب حقيقي جي خاصيتن ۽ ڳجهن رازن مان ڪجھ پنهنجي زبان سان ظاهر ڪري سگهي، پر سوال جي مطابق عاجزيءَ سان جواب لکڻ لاءِ ڪجھ لفظ لکڻ جي جُرئت ڪجي ٿي، جيڪڏهن اوهان کي پسند اچن تہ هڪ دفعو نظر وجهڻ فرمائيندا.

**وَاللّٰهُ المُوفّقِ والمُستعينُ وعليهِ تَوَکّلتُ وَاِلَيهِ اُنِيبُ**

[الله تعاليٰ ئي توفيق ڏيندڙ ۽ مددگار آهي ۽ انهيءَ تي ئي ڀروسو آهي ۽ انهيءَ طرف ئي رجوع ڪريون ٿا.]

جيئن مولانا جاميؒ فرمايو آهي:

بيا جامي رها کن شرمساري
ز صاف درد پيش آر آنچہ داري

[اي جامي! اچ ۽ شرمسار ٿيڻ ڇڏي ڏي، تري واري بچيل شراب مان جيڪي اٿئي سو هت ڪر.]

لکيو اٿوَ تہ ڪڏهن ڪڏهن ۽ ماڻهو مراقبي ۾ پاڻ متعلق جيڪي عارضي صفتون ڏسندو آهي، اُهي سيئي حقيقتون پنهنجي طرفان نہ ٿو ڄاڻي، بلڪ جيڪي ڪجھ ڏسي ٿو يا ٻُڌي ٿو يا ڳالهائي ٿو، اهي سڀ مليل آهن جيڪي الله تعالىٰ جي طرفان آهن. ليڪن انسان کي اهڙيءَ طرح زندگي گذارڻ کپي جو پاڻ کي سيني مقصدن ۽ نسبتن کان خالي ۽ عاجز سمجهي. اُهي سيئي صفتون عارضي سمجهي، جيڪي اصلي ذات کان مليل آهن. جيئن قرآن شريف ۾ آيو آهي:

إِنَّ اللهَ يَأْمُرُكُمْ أَنْ تُؤَدُّوا الْأَمَانَاتِ إِلَى أَهْلِهَا (النساء:58)

[بيشڪ الله تعالىٰ اوهان کي حڪم ڏئي ٿو تہ امانتون سندن لائق مالڪن جي حوالي ڪريو.]

اها آيت هن معنىٰ جو مصداق آهي تہ پاڻ کي ڪجھ نہ ڏسي ۽ پاڻ ۾ ڪا بہ ڀلائي يا ڪماليت نہ سمجهي ۽ انهيءَ جي ابتڙ پاڻ کي هميشه واسطي خراب، ناقص ۽ اڌورو سمجهي. پر اصل مقصد اهو هجي تہ وجود جو جيڪو سامان مليو آهي ان کي ايترو گهٽ ڪري جيئن ڪو نالو ۽ نشان نہ رهي. جيئن مولوي فرمايو آهي.

چون بدانستي کہ ظل کيستي
فارغي گر مُردي وگر زيستي

[جيڪڏهن ڄاڻين ٿو تہ ڪنهن جو پاڇو آهين تہ پوءِ آزاد آهين ڀلي جيئرو هُجين يا مئل هجين.]

پر 'دائمي حضور' اسان جي وڏن (نقشبندي بزرگن) وٽ شرط قوي آهي. جهڙيءَ طرح حضرت جيو (شيخ احمد سرهندي) قدس الله تعالىٰ سره جو خيال آهي. اهڙو حضور جنهن کان پوءِ غَيبت (عدم موجودگي) جو ڪو هنڌ يا جڳھ نٿي ٿي سگهي.

الله تعالىٰ جو شڪرانو جو توهان جو مڙئي احوال ان موجب نيڪ ۽ سنجيده آهي، الله سبحانہٗ وتعالىٰ پنهنجو احسان، مهرباني ۽ ڪمال (توهان تي) اڃا بہ زياده ڪندو.

لکيو اٿوَ تہ جڏهن امانت صحيح طريقي سان صاحبِ امانت جي حوالي ٿي وڃي پاڻ کي خالي ۽ عدم محض سمجهي تہ ان صورت ۾ لازمي طور سَمعُ، بصرُ ۽ ڪلامُ جون وصفون اهڙي انسان ۾ ظاهر ٿين ٿيون ....... الي آخره. جيئن اڳتي بہ لکيو اٿو. تڏهن 'وحدت الوجود' جي حالت غالب ٿي وڃي ٿي، جهڙي طرح حديث شريف ۾ آيو آهي:

"بِي يسمَعُ بِي يبصِرُ بِي يبطِشُ" الخ

[منهنجي ڪري ٻُڌي ٿو، منهنجي ڪري ڏسي ٿو، منهنجي ڪري وني ٿو.]

**منهنجا پيارا!** اهي وصفون الله تعاليٰ جي ڪمال جون آهن، جيڪي ڪنهن کي حاصل ڪرڻ جي مجال نہ آهي، پر پوءِ بہ عارضي ۽ آئيني ۾ عڪس وانگر ممڪنات مان آهن. جيڪڏهن ڪنهن ۾ اها ڪماليت اچي ٿي تہ اها حيثيت [ 8] اُڌاري آهي، ڇو تہ ممڪن بهرحال عدم محض آهي ۽ ان ڪري سراسر نقصان ۽ گهٽتائي آهي. جيڪا پلائي ۽ ڪماليت واري صفت آهي سا سموري الله تعاليٰ جي طرفان آهي، صرف عدم ۾ ڪا چڱائي ڪونهي جو ان کي حق جو عين سمجهجي ۽ ان ۾ حق جي صفتن جو اثبات ڪجي. جيئن ڪِن متاخرين (پوين) عالمن ممڪنات کي عين واجب چيو آهي ۽ ان جي صفات ۽ افعال کي عين صفات ۽ افعال پائنيو آهي، اها ڳالهہ حقيقت کان گهڻو پري آهي.

'مڪتوبات' امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره ۾ لکيل آهي تہ:

"حضرت شيخ محي الدين ابن عربيؒ ۽ سندس پوئلڳن فرمايو آهي تہ اسم ۽ صفتون ذات واجب تعاليٰ وتقدس جون عين آهن، بلڪ اهي اهڙيءَ طرح هڪ ٻئي جون بہ عين آهن، مثلاً علم ۽ قدرت ."جهڙي طرح الله تعاليٰ جون عين آهن، اهڙيءَ طرح هڪ ٻئي جون بہ عين آهن. پوءِ ان جڳهہ تي ڪنهن بہ اسم، رسم (نشان)، عدد ۽ گهٽائي نہ آهي ۽ نہ انهن ۾ ڪو فرق هوندو آهي. وري جيڪڏهن 'تميز اجمالي' آهي تہ اها پهرين اعتبار کان آهي پر جيڪڏهن 'تميز تفصيلي' آهي تہ اها ٻئي اعتبار کان آهي. 'تعين اول' کي وحدت جي نالي سان چوندا آهن ۽ ان کي 'حقيقت محمدي' بہ سمجهن ٿا ۽ ٻيءَ 'تعين ثاني' کي 'واحديت' چون ٿا ۽ سيئي حقيقتون ممڪنات مان پائنن ٿا ۽ هنن ممڪناتن وارين حقيقتن کي 'اعيانِ ثابتہ' ڪري ڄاڻن ٿا. هي ٻئي تعين علمي جنهن کي وحدت ۽ واحديت چون ٿا، تن کي وجوب طور ثابت ڪن ٿا ۽ چون ٿا تہ 'اعيان ثابتہ' خارجي وجود جي بوءِ نہ سنگهي آهي ۽ خارج ۾ احديت کان سواءِ ڪجهہ بہ موجود ناهي ۽ هيءَ گهڻائي جا ٻاهر ڏسڻ ۾ اچي ٿي، 'اعيانِ ثابتہ' جو عڪس آهي، جيڪي ظاهري وجود جي آئيني ۾ منعڪس آهن، جنهن کان سواءِ خارج ۾ ڪجهہ بہ موجود ناهي ۽ ان ڪري خيالي وجود پيدا ٿيا آهن.

وحدت وجود وارا ان کي پنهنجو مذهب چون ٿا ۽ ان کان اڳتي نٿا وڃن بلڪ رنگين شاعري ڪن ٿا جيئن (جاميءَ) هنن شعرن ۾ چيو آهي:

همسايہ و همنشين و همراه همه اوست
در دَلقِ گدا و اَطلسِ شہ همه اوست
در انجمن فرق و ن هانِ خانہ جمع
بالله همه اوست ثم بالله همه اوست

[پاڙيسري توڻي گڏ ويهندڙ سڀ اُهو پاڻ ئي آهي، فقير جي گودڙيءَ ۽ بادشاهہ جي پوشاڪ ۾ اُهو ئي آهي. ظاهري محفل ۾ الڳ ۽ جدا آهي پر خلوت گاهہ ۾ اهوئي گڏ آهي. خدا جو قسم! اهوئي آهي وري بہ خدا جو قسم! اهوئي پاڻ آهي.]

وري ڪن جي پسنديده راءِ هيءَ آهي، جيئن پاڻ ڪولي لکيو اٿن تہ،

"جيئن 'واجب الوجود' جون 'صفاتِ ثمانيہ ' (اٺ صفتون) جيڪي اهل حق (اهل سنت وجماعت) '**شَكَرَ اللّٰهُ تعالىٰ سَعيَهُم**' يعني الله تعالىٰ انهن کي انهن جي ڪوشش جو اجر عطا ڪري، انهن وٽ خارج ۾ موجود آهن، جيڪي خارج ۾ ذات تعالىٰ و تقدس کان جدا بہ آهن، پر تميز جي لحاظ سان بيچون (بي مثل) ۽ بيچگون (بي ڪيفيت) واري قسم مان آهن. اهڙيءَ طرح اُهي صفتون بي مثالي واري لحاظ سان هڪ ٻئي کان جدا جدا آهن، بلڪ بي مثالي فرق حضرت ذات تعالىٰ و تقدس جي مرتبي ۾ ثابت آهي، ڇو تہ:

**لِاَنَّهُ الوَاسِعُ بالوُسعِ المَجهُولِ الكيفيتَّةِ"**

[اهو اهڙي ڪشادگي سان هر شيءِ کي گهيرو ڪندڙ آهي، جنهن جي ڪيفيت معلوم ناهي]

جيڪا تميز اسان جي وهم ۽ ادراڪ ۾ اچي ٿي، اها ذات خداونديءَ ۾ نہ آهي، ڇو تہ اتي جزن کي ڪو بہ تصور نٿو ڪري سگهي. حاصل مطلب تہ ممڪن جون صفتون ۽ عرض، [9] اهي سڀ الله تعالىٰ جي ذات طرف منسوب نٿا ڪري سگهجن، جيئن آيت آهي:

**لَيْسَ كَمِثْلِه شَيْءٌ (شوریٰ:11) لَافِي الذَّاتِ وَلَافِي الصَّفَاتِ وَلَافِي الاَفعَالِ**

[الله تعالىٰ جي مثال ڪا بہ شيءِ نہ آهي يعني نہ ذات ۾، نہ صفات ۾، نہ افعال ۾.]

توڻي جو اها تميز بيچوني (بي مثل) ۽ بي ڪيف ڪشادگيءَ هوندي بہ واجب تعالىٰ جلّ سلطانهٗ جي اسمن ۽ صفتن ۾ بہ تفصيل ۽ تميز پيدا ڪري ٿي ۽ منعڪس ٿي وئي آهي. وري هر اسم ۽ صفت جيڪا تميز ٿيل آهي، اها پنهنجي جڳهہ تي عدم جو درجو رکي ٿي. چوڻ جو مطلب هيءُ آهي تہ علم جي تميز جي لاءِ عدم جي درجي ۾ هڪ ضد آهي، جيڪو عدم علم آهي ۽ جهل سان تعبير ڪيو ويندو آهي، ان طرح صفت قدرت جي مقابل عاجز ڪرڻ، جنهن کي عدم قدرت چون ٿا. اهڙيءَ طرح الله تعالىٰ جي علم ۾ مقابل عدمات جي رعايت سبب صفتن جو خود آئينو بڻجي ويون آهن ۽ انهن جي عڪسن جا مظهر بڻجي ويا آهن.

هن فقير وٽ اهي عدمات انهن اسمن ۽ صفتن جي عڪسن سان گڏ ممڪنات جا حقائق آهن. مطلب تہ هيءُ جهان انهن عدمات تي ٻڌل آهي جيڪي ذات خداونديءَ جي اسمن ۽ صفتن طور علمي خانن ۾ عڪس وانگر موجود آهن ۽ اهي عدمات الله سبحانهٗ وتعالىٰ جي ايجاد سان وجود ظلي سان گڏ خارج ۾ موجود آهن، ان ريت عالم ۾ ذاتي خبث پيدا ٿئي ٿو ۽ فطري خرابي ظاهر ٿئي ٿي، انهيءَ ڪري جيڪا ڀلائي آهي يا جيڪا ڪماليت آهي، سا الله تعالىٰ جي طرفان آهي. جيئن قرآن شريف مان انهيءَ معرفت جي تائيد ٿئي ٿي:

**مَا أَصَابَكَ مِنْ حَسَنَةٍ فَمِنَ اللَّهِ وَمَا أَصَابَكَ مِنْ سَيِّئَةٍ فَمِنْ نَفْسِكَ** (النساء: 79)

[جيڪا توکي چڱائي حاصل ٿئي ٿي، اها الله تعالىٰ جي طرفان آهي ۽ جيڪا توکي برائي پهچي ٿي، پوءِ اها تنهنجي نفس جي طرفان آهي.]

هن حقيقت مان معلوم ٿئي ٿو تہ ممڪن ۾ جيڪي سڀ سهٽيون صفتون ظاهر ٿين ٿيون، اهي الله تعاليٰ جي طرفان ئي آهن، جيڪي خدا تعاليٰ جي طرفان عڪسي طرح ممڪن ۾ ظاهر ٿين ٿيون. ان ڪري انهيءَ ڪماليت کي پنهنجي طرفان خيال ڪرڻ برائي ۽ نُقص آهي ۽ فراموش ڪرڻ امانت ۾ خيانت آهي. ضروري آهي تہ اها امانت، امانت واري جي حوالي ڪجي ۽ پاڻ کي خالي، بلڪ نہ هجڻ جي برابر سمجهي. ان صورت ۾ انسان ۾ ڪا بہ ڪماليت يا وصف اصلي نظر نہ ايندي ۽ 'وحدت الوجود' جو گمان پيدا نہ ٿيندو. وحدت الوجود ڪنهن وقت صادق ٿئي بہ ڪٿي (يعني سچ پچ اچي بہ ڪٿي) تہ ان کي هو 'تعين ثاني' يعني واحديت چون ٿا ۽ ان کي اسان ممڪنات جا حقائق ۽ انهن حقيقتن کي 'اعيان ثابتہ' ڪوٺيون ٿا. باقي بہ تعين يعني وحدت ۽ واحديت کي وجود جي ثانوي مرتبي ۾ ۽ خارج ۾ سواءِ احديت جي موجود نہ آهن ۽ ان ڪري اهي اعيان وحدت وجود کي ثابت نٿا ڪن. جڏهن اسان چئون ٿا تہ مقابل عدمات علم واجب تعاليٰ ۾ تفصيل ۽ تميز پيدا ڪئي آهي ۽ ان ڪري سندس اسمن ۽ صفتن جو عڪس بنيا آهن ۽ جنهن ڪري اهي حقيقتن جا ممڪن عڪس ٿين ٿا. پر اولڙو يا عڪس اصل جو عين نٿو ٿي سگهي. مطلب اهي جيڪي ممڪن عدمات مان آهن سي صرف شرارت ۽ نقص رکن ٿا ۽ ڪا بہ مناسبت الله تعاليٰ جي ذات، صفات ۽ افعال سان نٿا رکن. ڇو تہ الله تبارڪ وتعاليٰ هر لحاظ کان چڱائي ۽ خير ۾ سيني کان تمام مٿانهون ۽ وڏو آهي ۽ اهو مٿانهين کان مٿانهون، بلڪ مٿا نهين کان مٿانهون آهي، جنهن کي ڪا بہ حد نہ آهي.

ٻنهي طرفن جو انصاف پريو [ 10] مطالعو ڪبو تہ اميد تہ انهن خدشن کان ڇوٽڪارو حاصل ٿيندو، باقي جيڪي ٻيون ڳالهيون بيان ٿيل آهن، جهڙوڪ 'بي يسمع' ۽ 'بي يبصر' اهي فنايت واري حال سان مناسب آهن، ڇو تہ مرتبو فنايت جو خاص ڪري اُتم ۽ اعليٰ آهي. درست آهي تہ جنهن بہ عارف کي فنا کان بعد اصلي صفتن جو پورو پورو حصول عطا ٿئي ٿو تہ اهي الله تعاليٰ جي صفتن سان موصوف ٿين ٿا، جهڙيءَ طرح 'مڪتوبات' ۾ انهن کي غير مرئي ڄاڻايل آهي ۽ وڌيڪ اهو بحث اتي ڏسڻ گهرجي.

اندڪي پيش تو گفتم غم دل ترسيدم

کہ دل آزرده شوي ورنہ سخن بسيار است

[ڳالهيون تہ گهڻيون آهن پر تنهنجي آڏو دل جو ٿورڙو غم بيان ڪيو اٿم، ڊڄان ٿو تہ متان تنهنجي دل کي تڪليف رسي.]

توهان لکيو آهي تہ اهو جيڪي چيو ويو آهي تہ "ڪڏهن مراقبي ۾ مٿانهن رُتبن دؤران وڌيڪ لطيف يا باريڪ ڳالهيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون ۽ ڪڏهن وري اها ساڳي حالت نظر ۾ نٿي اچي جيئن تہ اها نظر بي مثل ذات ڏانهن هوندي آهي پر جيڪڏهن پنهنجي سيني جي اندر لطيفن ڏانهن خيال ڪندو تہ اها ساڳي حالت نظر ايندي."

**منهنجا مهربان!** توهان جو اهو حال اوهان جي سنجيدگيءَ ۽ شبهات جي ختم ٿي وڃڻ جي شاهدي ڏئي ٿو، ڇو تہ مرتبہ ڪماليت جي ابتڙ وحدانيت ۾ ترقي ءَ جو نقص ۽ زوال ظاهر ٿئي ٿو. اسان جي

(نقشبندي) مشائخن وٽ 'وحدت الوجود' جو مرتبو 'سُڪر' (مدهوشي) ۽ جمع جو نتيجو آهي، پر جيڪڏهن اجا بہ انهيءَ ڪان وڌيڪ غلبو ڪري تہ ادب جو لحاظ رکي وات مان ٻاڦ ٻاهر نہ ڪڍي ۽ اڳتي وڌڻ جي لاءِ طلب ڪندو رهي، تان تہ صحو جي مقام تي پهچي 'فرق بعد جمع' ۽ طريقت جي ڪفر ۾ سَنتو ظاهر ٿئي. مطلب خالق ۽ مخلوق جي درميان فرق سمجهي حقيقي اسلام جو رستو اختيار ڪري ۽ سڀ ڪي هڪ ڪري نہ سمجهي بلڪ حق ڪي حق ڪري ڄاڻي ۽ ممڪن ڪي ممڪن سمجهي.

'مڪتوبات' اُٺونجاهين ۾ حضرت جيو (امام رباني قدس سره) جي طرفان هن ريت آيل آهي:

"ٻيائي (جُدائي) جيڪا اتحاد ڪان گهٽ درجي واري آهي، اها جانورن جهڙن عام ماڻهن جو درجو آهي ۽ اها ٻيائي اتحاد تي هزارين دفعا فضيلت رکي ٿي، اهو درجو نبين سڳورن عليهم الصلواة والسلام جو آهي. چو تہ جيڪو صحو، سُڪر ڪان اڳ ۾ هوندو آهي، اهو حال عوام جو آهي ۽ جيڪو صحو، سُڪر ڪان پوءِ آهي، اهو درجو خواص جو آهي، بلڪ خاص الخاص جو مقام آهي. اهڙيءَ طرح جيڪو اسلام طريقت جي ڪفر ڪان اڳ ۾ آهي، اهو عام مسلمانن جو اسلام آهي ۽ جيڪو اسلام ڪفر طريقت ڪان بعد آهي اهو خاص الخاص جو اسلام آهي."

الله تعالىٰ جو شڪرانو! توهان جو پنهنجو حال توهان جي علت جو ازالو آهي، جيڪو توهان جي پنهنجي لطيفن ۽ سيني سبب ڪليو آهي. باقي هن فقير (خواجہ قاضي احمد) ڪڏهن توهان ڪي امر نہ ڪيو آهي، چو تہ حضرت صاحبان مرشد طريقت (خواجہ سلطان الاولياء) جن جي 'اندراج النهاية في البداية' جي طريقي جو اندازو لڳائڻ پنهنجي عقل ڪان مٿي آهي هو پاڻ ان ڪان پورا واقف هئا پر ائين ڪو نہ چيائون. توهان پلي ان مراقبي ڪي بند ڪريو ۽ رڳو لطيفن جي انتها تائين پهچڻ ۽ انهن جي بي مثال هجڻ طرف توجہ ڪريو، تانجو صرف حيرت ۽ جهل (فنا) غير واقفيت ۽ ناداني وجي رهي.

ڪار اين است غير اين همہ هيچ

[يعني اصل ڪم هيءُ آهي باقي ٻيو سڀ ڪم گهٽ آهي.]

لکيو اٿوَ تہ:

"هڪ رات امر ۽ حڪم جي تابعداري ڪان پاسو ڪرڻ ۽ منع ڪيل شين ڪان نہ رڪجڻ سبب گهڻي شرمساري [11] منهن ڏيکاريو ۽ پاڻ ڪي قسمين قسمين عذاب جو مستحق ٿي سمجهيم. ان حالت ۾ اوچتو القاءُ ٿيو تہ بيشڪ الله تعالىٰ سخي ۽ ڪريم آهي، بخشيندڙ ۽ رحم وارو آهي."

منهنجا پيارا! هن خوشخبري جي ملڻ مان اهو اِشارو آهي تہ پاڻ ڪي رڳو عذاب جي لائق نہ سمجهڻ ڪپي ۽ الله جي رحمت ڪان جيڪو ارحم الراحمين آهي، هرگز نااميد نہ ٿيڻ گهرجي. جيئن حديث ۾ آيو آهي:

"الاِيمَانُ بَينَ الخَوفِ وَالرَّجآءِ"

[ايمان خوف ۽ اميد جي وچ تي آهي.]

مليل بشارتن مان اِها وڏي ڳالھ آهي تہ اُميدوار رهو، جهڙي طرح 'غازي پور' جي معاملي ۾ اشارو ڏيو آهي ۽ خبر پئي آهي.

خدا کيت کم ٺڍيا

(خدا ڪيو تہ ڪم ٿيا؟)

اها هڪ قسم جي بشارت آهي جو خواب ۾ گهڻا شخص تلوار سان ڪنل ڏنا ويا آهن. اميد تہ نصير خان گرگيج ۽ ان سان گڏ سندس برادري ۽ عيال ۽ بار شامل آهن. الله سبحانهٗ وتعالیٰ سڀني مسلمانن، دوستن ۽ توهان جي پاڙي وارن کي امن ۽ سلامتيءَ ۾ رکي. "والله اعلم بالصواب" [الله تعالیٰ صحيح کي وڌيڪ ڄاڻندڙ آهي.]

رَبَّنَا اغْفِرْ لَنَا ذُنُوبَنَا وَإِسْرَافَنَا فِي أَمْرِنَا وَثَبِّتْ أَقْدَامَنَا وَانْصُرْنَا عَلَى الْقَوْمِ الْكَافِرِينَ (آل عمران: 147)

[اي اسان جا پالڻهار! اسان جا گناھ بخش ڪرڻ فرماءِ ۽ اسان جون گهٽ وڌايون بخش ڪر ۽ اسان جا قدم ثابت رک ۽ اسان کي ڪافرن جي قوم تي مدد ڪرڻ فرماءِ.]

وَالسَّلامُ عَلَيکُم وَعَلیٰ مَن لَدَيکُم

[سلام توهان تي ۽ انهن تي جيڪي توهان وٽ آهن.][12]

# مڪتوب: ٽيون

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

مريد جو مرشد کان سوال آهي

اهو سوال هيءُ آهي تہ، مئل جيئري جي هٽ آهي جيڪڏهن اُن کي دفن ڪندا تہ نيڪ ۽ جيڪڏهن نہ تہ هو ڏَپ ڪندو ۽ ڪنو ٿيندو؟

مرشد جو مريد کي جواب: مئل ٻن قسمن جا هوندا آهن. هڪڙو مئل صوري يعني صوري ان کي چوندا آهن جو جسماني طرح مري ۽ اهو موت جسم سان تعلق رکي ٿو ۽ ٻيو موت آهي معنوي! معنوي ءَ جو مقصد اهو آهي تہ نفس (جنهن جو) مئل هجي ۽ نفس کان مطمئن هجي. پوءِ جيڪي الله تعالیٰ جي دربار کي ويجها آهن، انهن کي جڏهن سخت بيماري ٿئي ٿي تہ الله تعالیٰ پنهنجي فضل سان، انهن کان وقت بوقت عيادت ڪرڻ فرمائي ٿو. ۽ فرمائي ٿو تہ موت جو ڪو خوف نہ ڪيو، اها بيماري موت جي، اوهان جي دل کي مخلوق جي خطرن، وهمن ۽ خيالن کان پاڪ ڪندڙ آهي. جهڙيءَ طرح هن بيت ۾ ڪنهن چيو آهي:

آتش عشق ارنہ سوزد نيستاني وهم غير

در زمين دل نرويد سبزه گلزار يار

[جيڪڏهن عشق جي باھ غيرن جا وهم نہ ساڙي تہ دل جي زمين تي ساوا گل ڦل ڪيئن ڦٽن؟]

پوءِ جڏهن سڪرات اچي ٿي يعني سڪرات مان مقصد سڪر (عشق يا محبت جو نشو) ۽ عشق جو غلبو آهي تہ پوءِ ويجهڙا ويهندڙ گڏ ويهندڙ ڪلمي شهادت جي تلقين ڪندا آهن. ايستائين جو دم هستي ۽ جو هٽي ۽ تحرڪ اختياري ۽ جو جاري ٿئي تہ گڏ ويهندڙ پوءِ ڪجھ نہ ڪندا آهن ۽ چوندا آهن تہ هاڻي باقي پساهن ۾ آهي. جيئن ڪنهن شاعر چيو آهي:

رمقي پيش نہ مانده است زبيما رغمت
قدم رنج کن اي دوست کہ درمي گررد!

[تنهنجي بيماري جي غم کان ڪو پساھ نہ رهيو آهي، اي دوست! اچڻ فرماءِ تہ آساني ٿئي!]

با تومي گفتم کہ عشقت ناگهان
خواهدهم گشت از غم آني آن غم است

[توکي مان ٻڌائڻ چاهيان ٿو تہ تنهنجو عشق اوچتو آيو، پوءِ ان ۾ جيڪو غم آيو، اهو ئي غم رهيو.]

پس ازين باور نبودت از مرا
گرهمي گفتم کہ کارم درهم است

[پوءِ مان ڪهڙو آسرو رکان ۽ مان ڇا چوان، حال تہ منهنجو هن طرح آهي.]

وقت آن آمد کہ رحم آيد ترا
بر دلم چو در بينم اين دم است

[اهو وقت آيو جو توکي منهنجي دل تي رحم اچي ۽ ساھ نڪرڻ تي آهي.]

جڏهن موت آيو، خواهشون ختم ٿيون ۽ ظاهري صورت کي وساري ڇڏيائين. ان حالت ۾ غيبي آواز آيو تہ:

**يا يتها النفس المطمئنة ارجعي الي ربک راضية مرضيہ**

(فجر: 27)

[اي نفس مطمئنہ! پنهنجي رب جي طرف موٽ هن حالت ۾ جو رب توکان راضي ۽ تون رب کان راضي ٿيندڙ هجُ.]

بيا بيا کہ مرا آرزوئي تست آخر
نشاط من بتماشائہ روئي تست آخر

[هلي آ، هلي آ، جو منهنجو مقصد ۽ آخري سَڌ تون ئي تہ آهين ۽ منهنجي راحت رڳو تنهنجو منهن ڏسڻ ئي تہ آهي.]

پوءِ ان ميّت جي پرسان ويهندڙ جيڪي تلقين ڪرڻ وارا چوندا تہ:

**انالله وانا اليه راجعون**

(البقرة: 156)

[بيشڪ اسان به الله لاءِ آهيون ۽ اسان کي ان طرف ئي موٽڻو آهي.]

نيا وردم از خانہ چيزہ نخست

تو دادي هر چيز من، چيز تست

[پهرين گهر مان ڪا شيءِ نہ آندم، تو جيڪا شيءِ منهنجي لاءِ رکي آهي اها شيءِ تنهنجي آهي.]

پوءِ جڏهن ملڪ الموت انهيءَ کي ب هشت جو صوف ڏيکاري يعني انهيءَ مان مقصد هو پنهنجو جمال جو اولڙو پسائي ٿو تہ پوءِ ان جو روح آساني سان نڪري اچي ٿو.

اگر خواهي بشيرين مرگ مردن

بدست دوست بايد زهر خوردن

[جيڪڏهن پنهنجو موت ڪنهن مِناڻ سان گهرين تہ پوءِ (توکي) جڳائي تہ دوست جي هٿان زهر کائڻ ئي پلو اٿئي.]

پوءِ ان ميّت کي ويجهڙا ويهندڙ حياتي وارا ڪپڙا لاهن ٿا. حياتي واري ڪپڙن مان مقصد آهي خراب فعل ۽ رياءَ واريون عبادتون ان کان پري ڪري، آب ڪوثر جي پاڻي سان ڌوئن ٿا. آب ڪوثر مان مراد آهي، ذاتي محبت.

سوال: محبت ذاتيءَ کي آب ڪوثر ڇا لاءِ چيائين ؟

جواب: محبت فعلي ۽ صفاتي جيڪا آهي، تنهنجو سبب عاشق جو فعل آهي. ۽ انهيءَ جو بدل ضد ٿين ٿا ۽ انهيءَ محبت جي بنياد ۾ ڏار پون ٿا. پر محبت ذاتيءَ کي ڪو بہ تغير ۽ تبدل نہ آهي. جيڪي بہ محبوب کان پهچي ٿو، چاهي نعمت هجي يا تڪليف هجي، ڏيڻ هجي يا نہ ڏيڻ هجي، ان کي هو غنيمت سمجهي ٿو ۽ نعمت ڪري پائين ٿو.

عاشقم بر لطف و ق هرش من بجد[13]

اي عجب من عاشقم اين هر دو ضد

[مان ان جي مهربانين تي عاشق آهيان ۽ ان جي ڪاوڙ کي بہ چاهيان ٿو. هي ءَ عجب جهڙي ڳالهہ آهي جو مان ان ٻن ضدن جو عاشق آهيان. (مهرباني ۽ ڪاوڙ ٻئي هڪ ٻئي جو ضد آهن)]

انهيءَ ڪري چيو وڃي ٿو تہ هيءُ شراب طهورا جيڪو 'لم يتغير طعمہ' يعني هيءُ اصلي محبت وارو شراب خراب نٿو ٿئي، پلي اهو ڪليل هجي.

جيئن حديث ۾ آيو آهي:

**الايمان عريان ولباسه التقوىٰ**

[ايمان اگھاڙو آهي ان جي لاءِ سنو لباس تقوىٰ آهي.]

ان ڪري پوءِ ان مُردي کي ڪفن تا پارائين. پوءِ جيڪڏهن مئل مرد آهي تہ ٽي لٽا (ڪپڙا) ڪفن جا ڏيندا آهن. يعني ان مان مقصد ڪلمو شهادت جو، نماز ۽ روزو آهي. پر جيڪڏهن مئل عورت آهي تہ بہ لٽا ڪفن جا، ان مان مراد حج ۽ نماز آهن. پوءِ ان کي جنازي نماز لاءِ رکن ٿا، جنهن جو مقصد دعا آهي، جو چوندا آهن تہ:

**اللّٰهُمَّ اجعلهٗ لما فرطاً**

[اي الله سائين! انهيءَ کي اسان لاءِ سامان ٺاهيندڙ ڪر يعني طالبن جو اڳواڻ ڪر.]

ان کان بعد جِتان ان جي مٽي هوندي، اُتي انهيءَ کي دفن ڪندا. يعني پنهنجي اصل اسم جاءِ سان ملندو. چو تہ:

**كُلُّ شَيءٍ يَرجِعُ اِلي اصلِه**

[هر شيءِ پنهنجي اصل ڏي موٽندي آهي.]

پوءِ اهو ميّت دفن ڪرڻ کان ٿئين ڏينهن تي بدبوءِ ڪري ٿو. يعني جنهن جو صوري موت ٿيو آهي، پر جنهن جو معنوي موت ٿيو آهي تہ ان جي سهڻن اخلاقن جي خوشبوءِ وارو هُڳاءُ هر خاص ۽ عام تائين پهچي ٿو ۽ فرحت حاصل ٿئي ٿي.

جيئن حديث شريف ۾ آهي:

**المسلم من سلم المسلمون من لسانه و يده**

[مسلمان اهو آهي جنهن جي هٿ ۽ زبان کان ٻيا مسلمان سلامت رهن.]

ان ڪانپوءِ ان معنوي موت واري وٽان راهہ جي طالبن کي رستو حاصل ٿئي ٿو. (جيئن ڪتابن ۾ آيو آهي):

**اذا تحيرتم في الامور فاستعينوا باهل القبور**

[جنهن وقت توهان ڪن ڪمن ۾ پريشان ٿيو تہ پوءِ قبرن وارن کان مدد وٺو.]

وڏيڪ دل جي دنيا جا گهڻا رخ ۽ نقطا آهن. پر هن تنگ ڪاغذ تي ماپي نٿا سگهن. بس جنهن شخص جي دل ۾ ان لاءِ جاءِ آهي، تنهن لاءِ هڪ حرف ئي ڪافي آهي.

**وخير الكلام ما قل ودل**

[ڀلو ڪلام اهو آهي، جو ٿورو هجي پر دليلن وارو هجي.]

والسّلام اولا وآخرا

[سلامتي اڳين ۽ پوين تي هجي.] [23]

# مکتوب چوٿون

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

**الْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِي هَدَانَا لِهَذَا وَمَا كُنَّا لِنَهْتَدِيَ لَوْلَا أَنْ هَدَانَا اللّٰهُ لَقَدْ جَاءَتْ رُسُلُ رَبِّنَا بِالْحَقِّ**
(الاعراف: 43)

[سڀ ساراهون الله تعالىٰ جي لاءِ ئي آهن اهو ئي آهي، جنهن اسان کي هدايت ڏني آهي، ان کان اڳ اسان هدايت وارا نہ هئاسين، جيڪڏهن الله تعالىٰ اسان کي هدايت نہ ڏئي ها تہ اسان هدايت وارا نہ ٿي سگهون ها. تحقيق الله جا رسول اسان وٽ سچ سان آيا آهن.]

ان کان بعد، پڇيو اٿن تہ فنا ۽ بقا جا مرتبا جهڙوڪ قطبيت، غوثيت، قيوميت ۽ اهڙا ٻيا هميشه رهن ٿا يا نہ؟ جيئن شيخ عبدالرحيم مگريہؒ (گرهوڙي) فرمايو آهي:

”هردم حج پڙهن، ڪعبو پسن نہ ڪاپڙي“

ان جي مراد هميشه واري مفهوم جي آهي پر حديث شريف:

**”لِي مَعَ اللّٰهِ وَقت لَايسعنِي فِيهِ مَلَكٌ مُقرَّبٌ وَّلانَبِيٌّ مُرسَلٌ“**

[مون کي الله تعالىٰ سان اهڙو وقت ميسر آهي، جنهن ۾ ڪو مقرب ملائڪ بہ نہ هوندو آهي ۽ نہ وري ڪو نبي يا مرسل هوندو آهي.]

اها حديث مٿين ڳالهہ جي خلاف آهي، پوءِ ٻنهي جي وچ ۾ موافقت ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟

محترم! اسان جي بزرگن وٽ حضور جيڪو غائب ٿيڻ بعد حاصل ٿئي ٿو، اهو ڪن اعتبارن سان ساقط آهي. جيئن تہ اهي ٻئي قول هڪ ٻئي جي خلاف نہ آهن، تنهنڪري لياقت نہ هوندي بہ سائل کي ٿورن لفظن ۾ جواب ڏيڻ جي جرئت ڪريان ٿو، اميد تہ عقل وارن ڪنن سان ٻُڌڻ فرمائيندا.

**توڪلت علي الله واليه انيب**

[آئون الله تعالىٰ تي ڀروسو ڪريان ٿو ۽ انهيءَ جي طرف رجوع ڪيان ٿو.]

سمجهہ تہ منزلن جا راهي ۽ سلوڪ جي مرتبن وارا ۽ ان واٽ ۾ هلندڙ درجي بدرجي ترقي ڪندڙ آهن توڙي جو وچ تي هجن يا انتهائي جي منزل تي پهچي ويا هجن، هر هنڌ توڙيان کان اڳتي هر مقام تي جذبن جي ڳنڍيل مدد سان اصل مٿا نهين درجي تي پهچن ٿا بلڪ اهي پنهنجي ڪمن ۽ صفتن ذريعي ان کان بہ مٿي پهچندڙ آهن. هر اهو درجو جيڪو سالڪ کي 'فوقاني ظل' سان حاصل ٿئي ٿو، ان جو اسان جي وڏن (نقشبندي) بزرگن سندس اهو درجو ٻُڌايو آهي ۽ اهو مٿانهون مقام [14] اجا بہ ظل جي درجي واري حد ۾ آهي ۽ اهو اصل سان ڳنڍيل نہ آهي. سالڪ جي ان حال کي مقام تي پهچڻ لاءِ مستقل هجڻ جو شرط آهي. جو تہ معاملو اجا ظل سان ڳنڍيل آهي ان ڪري مقام کي 'حصول' ۽ حال کي 'وصول' بہ چوندا آهن.

ان ڪري هر درجي ۾ فرق هجڻ ڪري مٿان ڪان هيٺ ڪڙن نظر ڪندڙن کي هيٺيون حال نظر اچي ٿو پر جن جي نظر مٿي پوندڙ آهي انهن کي مقام نظر اچي ٿو. پر هڪڙا ڪامل اهڙا آهن جيڪي مٿين مرحلن تي پهچي ويا، اهي ان کي واٽ يا رستي جي شيءِ سمجهي ڇڏي ڏين ٿا. جڏهن الله سبحانہٗ وتعالیٰ جي مقدس ذات کي انتها ڪونهي تہ بانهي کي ڪهڙي طاقت آهي جو آخري درجي تي پهچي، توڻي جو ڪٿي اهو واصل بالله هجي. هر حال ۾ اسان جي ترقي الله تعالیٰ جي عنايتن ۽ لطائفن ۽ باطن جي استعداد سبب هوندي آهي، پر واصل جو جيڪو آخري درجو آهي، اهو بہ ڪنهن نہ ڪنهن نقص کان خالي نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ صرف الله تعالیٰ پاڪ ۽ مٿانهون آهي. جو تہ:

"الله سبحانہٗ وتعالیٰ عَن ذالِکَ عُلُوًا کَبِيرًا"

[يعني الله سبحانہٗ تعالیٰ (جو شان) ان کان تمام بلند ۽ وڏو آهي.]

اهوئي سبب هو جو حضرت سيد الڪونين عليه الصلواة والسّلام جن محبوب هجڻ جي باوجود ڳجھ ن کان ڳجھ ن اسرارن ۾ غرق هوندا هئا ۽ هميشه اندر ئي اندر ۾ خدا تعالیٰ جي ذات اقدس جي فڪر ۾ غمگين هوندا هئا يعني '**دائم الفڪر و متواصل الاحزن**' هئا.

هاڻي اصل مقصد تي اچون ٿا تہ جڏهن هن شروع واري ڳالھ کي سنو سمجهيو اٿن تہ ان مصرع 'هردم حج' مان مراد مقام آهي جنهن تي هميشه رهڻ جو شرط آهي.

باقي حديث مان مراد اهو حال آهي جيڪو حضرت سيد المرسلين عليه الصلواة والسّلام جن سان مناسبت رکندڙ آهي، تنهنڪري انهن بنهي ذڪر ڪيل ڳالهين ۾ نفي نہ آهي يا هن طرح ڪٿي چئون تہ حضرت خاتم الانبياءِ عليه الصلواة والسّلام جن کي 'وصول' سان گڏ 'حصول' حاصل هيو. ڪين ياد الاهي توڙيخدا کان مدد وٺڻ ۽ ملڻ ۾ ڪمال حاصل هو جيڪو حضرت نبي ڪريم عليه الصلواة والسّلام لاءِ دين ۽ دنيا جي معاملن لاءِ لازمي هو. جو تہ ڪجھ وقتن تي پاڻ ڪريم ﷺ خدا جي ياد ۾ حد درجي تائين مشغول هوندا هئا ۽ ڪن وقتن تي (بندن لاءِ) واندا پڻ هوندا هئا.

انهيءَ مقصد ڏانهن حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره جن ان لحاظ سان اشارو فرمايو آهي تہ "نماز مؤمنن جو معراج آهي."

"اَرِحني يا بِلالُ وقُرَّةُ عَينِي فِي الصَّلواةِ"

[اي بلال! اُٿي بانگ ڏي يا منهنجون اکيون نماز سان ٺڏيون ٿين ٿيون.]

اها حديث هن معنیٰ جي تائيد ڪندڙ آهي. ان ڪري پاڻ هر وقت ظاهري ۽ باطني طور الله تعالیٰ جي نورانيت، هدايت ۽ دعوت جي طرف متوجه رهندا هئا توڙي جو ڪين اصلي معاملو ۽ خاص وقت هر حال ۾ حاصل هُين جيڪو صرف نماز جي وقت موقوف ٿي ويندو هو. ائين ڪٿي چئون تہ دائميت وارو شرط انهن هڪ ٻئي سان ڳنڍيل مقامات جي حصول جي نشاني آهي جنهن سان هر ظل ۾ اصل جو گمان ٿئي ٿو ۽ ان ۾ سڀ افعال، صفات، ذات، رضا ۽ خُلت وغيره جهڙا مقام شامل آهن. حضرت نبي ڪريم ﷺ جو مقام جو

اصل ظل جي رنگ ۾ آهي ۽ جيڪو فنا ۽ بقا کان پرانهون آهي اهو درجو وصل (ميلاپ) ۽ انفصال (جدائي) کان مٿي آهي ۽ اهو هر قيد ۽ اطلاق کان مٿي آهي. اهو هر قسم جي ڪشف ۽ معارف ۾ سڀ کان مٿانهون آهي، جيڪو فعلن، صفتن ۽ اسمن جي حوالي کان ذات ۽ رضا جو مٿانهون مقام آهي.

گر بگويم شرح اين بيحد شود

[جيڪڏهن انهن جي تشريح ڪيان تہ تمام گهڻي ٿي پوندي.][15]

## مڪتوب پنجون

فضيلتن ۽ ڪماليتن وارا، اکين جا نور، روح جي راحت ميان پير محمد جيو، شال! سدا سلامت ۽ غير الله (جي محبت) کان پناھ ۾ رهو ۽ الله تعالىٰ جي يادگيري ۾ مشغول هجو.

بعد سلام پلي گفتگو پاڻ سڳورن ﷺ جي سنت آهي. انتهائي شوق پريل احوال هي ۽ آهي تہ دعا طلبيندڙن جي يادگيري هميشه هجي، جنهن لاءِ ان ذات جو شڪر واجب آهي ۽ سيئي سنيون صفتون ان مالڪ مهربان لاءِ وقف آهن. اصل مقصد هيءُ آهي تہ توهان سان ملاقات جو شوق گرامي جيترو بہ لکجي ان کان گهڻو آهي.

شرح شوقت گر نويسد اندکي

بيشتر از بيشتر خواهم نوشت

[توهان جي ملڻ جي سڪ جيتري بہ لکجي اوتري ٿوري آهي، آئونگهڻي کان گهڻو لکڻ چاهيان ٿو.]

ان ڪري اها تڪليف يعني جيستائين اوهان سان ظاهري ملاقات ۽ ڪچهري ٿئي، پنهنجو حال احوال ڪرڻ ضروري سمجهندا، اسان طرفان سيني پنهنجن لاءِ سڪ پريا سلام. والسّلام.

## مڪتوب ڇهون

فضيلتن ۽ ڪماليتن وارا، اکين جا ٺار، روح جي راحت ميان پير محمد، سدا سلامت هجو. شال![16] زماني جي ناموافق حالات کان پڻ محفوظ رهو. آمين.

سڪ ۽ دلي تمنا جي اظهار بعد روح پرور خط پهتو، جنهن جو هر لفظ معنائن سان پريل ۽ روح کي تمام گهڻو خوش ڪندڙ آهي.

منهنجا پيارا! مطلب احوال هن طرح آهي تہ هيءُ احقر (خواجہ قاضي احمد) وڏيرو خيرو خان انڙ ۽ وڏيرو عزت خان انڙ کان سواءِ ٻيا انڙ، ڳوٺ کان لڏي جڳهہ 'ميل' ڪنڊي ٻھڻ (موجوده شهر قاضي احمد) ۾

اچي پنهنجا گهر ناهي وينا آهيون. دعا فرمائيندا تہ هتي ئي منهنجو انتقال ٿئي ۽ هن جاءِ تي سڪونت حاصل ٿئي. وڌيڪ تڪليف وٺي اجابت جي گهڙيءَ ۾ دعا فرمائيندا تہ هن جڳهہ ڪي (الله تعالىٰ) منهنجي لاءِ برڪت وارو ڪري، ديني ۽ دنياوي معاملن ۾ هن احقر ڪي بهتري نصيب ٿئي.

معلوم هجي تہ اهو اِرادو آهي تہ هتي لڏي اچڻ بعد 'ميل' ۾ گهر ناهي پوءِ جلدي لُواري شريف وڃبو، جو تہ حضرت مرشد السالڪين ۽ زبدة العارفين حضرت مرشد حقيقي (سلطان الاولياء) جي زيارت جو گهڻو شوق لاحق آهي. ان لاءِ پڻ دعا گهرندا تہ ان سفر تان دل جي جمعيت، فيض، فرحت ۽ سلامتي سان واپس ٿيان. والسّلام احترامن سان گڏ.

# مڪتوب ستون

فضيلتن ۽ گهڻين ڀلاين وارا، ڪرامتن جا مظهر، اکين جي روشني ۽ روح جي راحت، ميان پير محمد سدا سلامت هجو. شال! اوهان جو ظاهري توڙيباطني فيض سدائين جاري هجي.

مسنون سلامن ۽ سڪ ڀرين دعائن کان پوءِ احوال هي ۽ آهي تہ فقيرن جي لاءِ مقبول دعائون ڪجن ٿيون. حمدوثنا کان پوءِ خير عافيت، درجات جي ترقي ۽ سڀ حاجتون پوريون ٿين ۽ سڀ برڪتون هميشه حاصل هجن. مطلب تہ ديني ۽ دنيوي [ 17] برڪتون حاصل ٿين. مشتاقن ۽ دعا طلبيندڙن جون اکيون هميشه ٺريل هجن. اوهان جو خط مبارڪ قاصد اچي هٿئون هٿ ڏنو، ڏسي اکيون ٺري پيون ۽ مضمون پڙهي ٺورائتا ٿياسون ۽ وڏي راحت ملي.

پيارا! هن احقر ڪي ظاهري ۽ باطني مقصد حاصل ٿيڻ کانپوءِ غافل نہ ڄاڻندا. اميد تہ توهان جي دعا جو تير هِن خاڪسار لاءِ مقبوليت جي نشان تي رسندو ۽ الله تعالىٰپنهنجي مهرباني فرمائيندو ۽ پنهنجي عنايتن جا دروازا کوليندو. آمين ثم آمين.

پيارا! ٻين سيني ضروري ڳالهين کان اها ڳالهہ ضروري آهي تہ الله تعالىٰ جي ياد ۾ مصروف رهجي، هر وقت ۽ هر پساهہ ۾ خدا جي ذڪر ۾ وڌيڪ مشغول رهجي ۽ اهو ضروري سمجهندا، جيئن ڏسيل ذڪر هٿ مان نہ ڇڏائجي.

در خدا گم شو، وصال اينست بس<br>گم شدن گم کن، کمال اينست بس

[خدا تعالىٰ ۾ فنا ٿيءُ بس! وصال اهو ئي آهي، فنا ڪرڻ کي بہ فنا ڪر، بس! ڪمال اهوئي آهي.]

جِنّن ۽ انسانن لاءِ هميشه جي سعادتمندي ۽ مقصود اُهوئي آهي تہ ڪا بہ گهڙي الله تعالىٰ کان غافل نہ ٿين ۽ رات ڏينهن الله تعالىٰ جي يادگيري ۾ مشغول هجن. باقي ٻيا سيئي مطلب دنيا جا عارضي آهن، اهي بغير ڪوشش جي ئي ملي ويندا آهن. اهوئي (عارفن کان) ٻُڌو ويو آهي.

"مَن لَهُ المَولَیٰ فَلَهُ الکُلُّ"

[يعني: جنهن جو رب تنهنجو سڀ.]

"اَلقَلِيلُ يَدُلُّ عَلَي الکَثِيرِ وَالقطرَۃُ ينبِئيُ عَنِ البَحرِ"

[ننڍو اشارو وڏي دلالت جو سبب بنجي ٿو، جيئن قطرو درياه جو ڏس ڏيندو آهي.]

ڪَڪُ ۾ لک آهي. بس، داناءَ لاءِ هڪ حرف ئي ڪافي آهي. والسّلام ثم السّلام.

## مڪتوب اٺون

خليفن جا سينگار، اهلِ صفا وارا، اکين جا ٺار، روح جي راحت ۽ فضيلتن وارا، ميان فيض محمد، سدا سلامت هجو. شال! سيني مصيبتن ۽ مشڪلاتن کان محفوظ رهو ۽ دل جي جمعيت ۽ خير عافيت سان هجو. آمين.

سلام جيڪو بهترين ڪلام ۽ نبي ڪريم ﷺ جي سنت آهي. ان کان پوءِ وڏي چاهه سان لکجي ٿو تہ توهان جو محبت ۽ خلوص [18] پريو خط، جنهن جو اکين کي انتظار هو سو مليو ۽ دل جي لاءِ ترياق ثابت ٿيو.

ظاهريءَ ملاقات حاصل ٿيڻ بعد، مليل خط خيريت وارو ۽ خوشي پهچائيندڙ ثابت ٿيو ۽ محبت کي وڌائڻ لاءِ اهو سهڻو طريقو آهي. والسّلام احترامن سان گڏ.

## مڪتوب نائون

فضيلتن ۽ ڪماليتن جا صاحب، نيڪين جا مرڪز ۽ ڪرامتن جا مظهر، اکين جا نور، ميان پير محمد، سدا سلامت هجو.

بعد گهڻن سلامن ۽ دعائن جي واضح هجي تہ خبر ٻڌڻ ۾ آئي آهي تہ توهان جي گهر وارن جي طبيعت ناساز ٿي پئي آهي. الله تعالیٰپنهنجي فضل ۽ ڪرم سان جلدي شِفا ڏيندو ۽ صحت ڪامل نصيب ڪندو ۽ مڪمل تندرستي عطا فرمائيندو. نبي ڪريم ﷺ جي صدقي، هر طرح سان اطمينان ۽ سڪون ڏيڻ فرمائيندو. آمين، آمين، آمين. سلام گڏ احترامن سان.

هائو، ٻي ڳالهہ تہ تعويذ شِفا جي آيتن جا لکي موڪليون ٿا ہ پيرا تازي پاڻي ۾ ڌوئي پياريندا، اُميد تہ شِفا ڪامل نصيب ٿيندي. آمين، آمين!

# مڪتوب ڏهون

وڏين فضيلتن وارا، جاءِ پناهہ اکين جا نور، روح جي راحت ۽ اکين جا ٺار ميان پير محمد، سدا سلامت رهو ۽ شال! الله تعاليٰ جي يادگيريءَ ۾ هميشه مشغول هجو. آمين!

سلامن ۽ مقبول دعائن بعد واضح هجي تہ الله تعاليٰ جي فضل سان اسان جي طرف خير عافيت آهي. وڌيڪ احوال تہ نورچشم (ميان محمد صالح) انشاءَ الله تعاليٰ! سڀاڻي ڏينهن چنڇر يا آچر تي هتان سفر ڪندو. الله تعاليٰ جي درگاهہ مان دعا گهرندا تہ الله اسان جي رهڻ واري جاءِ 'ميل' (شريف يعني قاضي احمد) کي برڪت وارو ڪري ۽ هميشه شريعت تي ثابت قدم فرمائي تہ جيئن هميشه واري دولت خيريت سان حاصل ٿئي. جو تہ اها ئي روحاني، قلبي ۽ جسماني فرحت آهي. گهڻن احترامن سان گڏ والسّلام.

# مڪتوب يارهون

وڏين فضيلتن وارا، جاءِ پناهہ حقيقي راز ۽ معرفت آگاهہ اکين جا ٺار، [19] روح جي راحت ميان پير محمد، سدا سلامت هجو. شال! غير الله جي محبت کان محفوظ رهو ۽ الله تعاليٰ جي يادگيري ۾ مشغول هجو.

سلام ئي سنو ڪلام آهن ۽ اها سيد الانام ﷺ جي سنت آهي. ان کان پوءِ لکجي ٿو تہ خط اخلاص وارو ۽ حقيقتن کي کولڻ وارو سني ساعت ۾ ۽ انتظار واري وقت ۾ پهتو. مشتاقن جي دل کي خوشي ڏيندڙ ۽ سمورو بيان فرحت بخشيندڙ ۽ دلي سڪون وڌائيندڙ آهي.

اميد تہ ظاهري ملڻ تائين پنهنجي طرفان خيريت جا خط موڪلڻ فرمائيندا، جو تہ اُهي اسان جي دل لاءِ اِطمينان جو سبب ۽ پري رهندڙن لاءِ ضروري آهن. گهڻن احترامن سان گڏ والسّلام.

# مڪتوب ٻارهون

وڏين فضيلتن وارا، جاءِ پناهہ اکين جا نور، روح جي راحت ميان پير محمد، سدا سلامت هجو. شال! زماني جي حادثن کان محفوظ هجو ۽ الله جي يادگيري ۾ مزو ماڻيو! آمين!

بعد سلامن ۽ مقبول پيل دعائن جي، احوال هن ريت آهي تہ سهڻي طريقي سان لکيل خط پلي وقت تي پهتو، جنهن سان وڏ ۾ وڏ خوشي حاصل ٿي.

رسيد قاصد و آورده نامہ از در دوست
کہ گشت ديده منّور ز صورتِ رقمش
[قاصد آيو ۽ دوست جو خط آندائين، ان جي لکيل اکرن کي ڏسي اکيون روشن ٿي پيون.]
اميد تہ ظاهري ديدار جي حاصل ٿيڻ تائين احوال موڪليندا رهندا، ڇو تہ اهو اسان لاءِ اتحاد ۽ يادگيريءَ جو سبب ٿيندو. والسّلام احترامن سان گڏ.

# مڪتوب تيرهون

فضيلتن ۽ ڪماليتن وارا، جاءِ پناهہ نيڪين جا مرڪز ۽ ڪرامتن جا مظهر، اکين جا نور، روح جي راحت ميان پير محمد، زماني جي مصيبتن کان حقيقي محافظ (الله) پاران سلامت هجو ۽ الله سبحانہٗ وتعالىٰ جو فيض توهان سان شامل هجي. آمين!

سلام آيتن ۽ مقبول دعائن کان پوءِ احوال هن ريت آهي تہ فقير (خواجہ قاضي احمد) هر طرح خدا تعالىٰ جي حمد، شڪر ۽ خير عافيت سان آهي، درجن جي ترقي حاصل ڪرڻ ۾ اڳتي آهي. خدا تعالىٰ جي درگاهہ ۾ پنهنجي ظاهري ۽ باطني برڪتن حاصل ڪرڻ ۾ مشغول آهي، [ 20] جيڪو سيني سوالن کي پورو ڪندڙ آهي. اوهان جو خير عافيت وارو خط مليو، جنهن ۾ اکين جي نور ۽ نئين خوشبوءِ واري باغ ميان صدرالدين جو احوال بہ هيو. اميد تہ آئينده بہ اهڙيءَ طرح پنهنجي ۽ پنهنجي مريدن جي احوال وارو خط موڪليندا رهندا، ڇو تہ اهو اسان جي دل جي اطمينان ۽ دعا طلبيندڙن جو س هارو آهي. والسّلام ثم السّلام والاڪرام.

گرچہ دؤرم زِيادتُ قدح مي نوشم
بُعدِ منزل نبود در سفر روحاني
[توڙي جو مان پري آهيان، تڏهن بہ تنهنجي يادگيري جا پيالا پيان ٿو، ڇو تہ روحاني سفر واري جي لاءِ منزل پري نہ هوندي آهي.]

# مڪتوب چوڏهون

فضيلتن ۽ ڪماليتن وارا، جاءِ پناهہ اکين جا نار، روح جي راحت ميان پير محمد، سدا سلامت هجو.
مقبول دعائن کان پوءِ واضح احوال هن ريت آهي تہ فقيرن ۽ دعا طلبيندڙن ڏانهن هر طرح خير عافيت آهي ۽ اوهان لاءِ بہ خير عافيت جا طلبگار آهيون.

مطلب تہ ڪافي عرصو ٿيو آهي جو توهان جي طرف کان ڪا بہ خبر نہ پهتي آهي. اميد تہ خط پهچڻ سان پنهنجي صحت جو احوال ڏيڻ فرمائيندا تہ جيئن اسان جي دلين کي سڪون ملي ۽ مشتاقن کي فرحت ٿئي. سلام گڏ احترامن سان.

دل گهري ٿي تہ ڪجهہ ڳالهہ ٻولهہ عرض رکان پر ضعيفي ۽ ناچاڪائيءَ سبب نٿو لکي سگهان، تنهنڪري هنن ٿورن لفظن کي ڪافي سمجهان ٿو. الباقي عند التلاقي يعني باقي احوال روبرو.

# مڪتوب پندرهون

فضيلتن ۽ ڪماليتن وارا، جاءِ پناهہ، حقيقت ۽ معرفت جا واقف، اکين جا نور، روح جي راحت ميان پير محمد، سدا سلامت هجو.

گهڻن سلامن ۽ دلي سڪون جي خواهش ۽ خير عافيت جي احوال کان پوءِ احوال هن ريت آهي تہ خط مليو، جنهن ۾ خبرن چارن معلوم ڪرڻ لاءِ چيو ويو آهي. الله تعاليٰ جو فضل ۽ وڏي مهرباني ۽ فقيرن جون دعائون آهن جو شِفا ڪامل حاصل ٿي آهي، تپ جو اثر پوري طرح دفع ٿيو آهي. توهان دلي طرح [21] مطمئن رهندا ۽ پنهنجي ضعيفي سبب ايڏانهن اچڻ ٿي نہ سگهندو ۽ ٻي خبر ٻُڌي اٿم تہ ننيڙي کي تپ ۽ پيٽ جي تڪليف ٿي آهي، تنهن لاءِ اُميد تہ الله تعاليٰ ان کي شِفا ڪامل نصيب ڪندو. زياده والسّلام عليڪم!

مسجد، ضعيفي ۽ ناچاڪائي سبب ايڏانهن اچڻ نہ ٿو ٿئي، باقي ٻيو سڀ خير آهي. ننين وڏن کي سلام عرض رکندا.

# مڪتوب سورهون

وڏين سعادتن، فضيلتن ۽ ڪماليتن وارا، جاءِ پناهہ، اکين جا نور، روح جي راحت ميان پير محمد سدا سلامت هجو.

بعد گهڻن سلامن ۽ مقبول دعائن کان پوءِ احوال هن ريت آهي تہ دعا طلبيندڙ فقيرن جي طرفان هر طرح حمد ۽ شڪر ادا ڪجي ٿو. خدا تعاليٰ جي درگاهہ مان جيڪو دعائن جو قبول ڪندڙ آهي، دعاگو ۽ سوال ڪندڙ آهيون. خط پهتو ۽ مضمون پڙهي اکيون ٺريون.

رسيد قاصد و آورده نامہ از در دوست
کہ گشت ديده منور ز صورت رقمش

[قاصد پهتو ۽ دوست جو خط آندائين، ان جي لکيل اکرن، نظر کي روشن ڪري ڇڏيو.]

اُميد اٿم ته ملاقات کان اڳ ۾ پنهنجي خيريت جو احوال موڪليندا رهندا، ڇو ته اهو اسان جي دل جو اطمينان ۽ مشتاقن جي دل جي فرحت جو سبب آهي. والسّلام مع الاڪرام.

وڏيڪ عرض ته هن ضعيف جي پٽ (خواجه) محمد صالح کي سُنن وقتن ۾، سنين دعائن ۾ ياد فرمائيندا ته جيئن رزق ۽ روزي ۽ جو ڪو غم ۽ وسوسو نه اچيس ۽ انشاءَ الله تعالىٰ درجن جي بلندي عطا ٿيندي رهي. والسّلام.

# مڪتوب سترهون

مهربان ياءُ، ساهه کان پيارا ميان مُلا محمد حسن ۽ ميان مُلا محمد عارف هميشه سلامت ۽ محفوظ هجو. مسنون سلامن کان پوءِ تمام گهڻي شوق سان ظاهر ڪجي ٿو ته خط ۾ جيڪي لکيل هيو ان مان معلوم نٿو ٿئي ته اسان جي شادي واري ڪم ۾ راضي آهيو يا نه؟

منهنجا ياءُ! هيءَ ڪهڙي ڳالهه آهي، [ 22] فضيلتن وارو، جاءِ پناهه، پيارن ۾ پيارو ميان پير محمد (ڏيپارجائي) اسان جي جان آهي ۽ اسان جي اکين جو نور آهي. پيارن کان پياري ميان پير محمد کي پنهنجي پٽ (خواجه) محمد صالح کان به وڏيڪ دوست ٿا رکون ۽ ان شادي جي نسبت پياري پير محمد ڪئي آهي. احسان ۽ ٿورو هن فقير تي جو اها ماڻهن ۾ وڏي خوشيءَ جي ڳالهه آهي. الله سبحانهٗ وتعالىٰ ان ياءُ کي ميان پير محمد جي حوالي کان عزت ڏيندو.

هن زماني ۾ اهڙو ڪو به نه آهي جو مسڪينن کي دوست رکي، سيئي ماڻهو پئسي واري ڏي ويندا آهن. ڪهڙي نه ڀلي ڳالهه آهي جو توهان دنيا طرف نه ڏٺو آهي، خدا خاطر توهان اڳتي وڌيا آهيو.

**جزاک الله خيرا**

[يعني: الله تعالىٰ توهان کي ڀلو عيوضو ڏيندو.]

**والسّلام مع الاڪرام**

وڏيڪ عرض ته توهان جي جيڪا زمين 'ميل' (موجوده شهر قاضي احمد) ۾ آهي، تنهن مان ڪجهه سيد مير محمد بقا شاهه آباد ڪئي آهي ۽ ڪجهه معارفجن ڪوريجن جي ماڻهن آباد ڪئي آهي ۽ ڪجهه ماڻهن توهان جي زمين تي ملڪيت جي دعوىٰ ڪئي آهي. تنهنڪري ضروري آهي ته ڪو ماڻهو توهان جي طرفان اچي پنهنجي زمين کي آزاد ڪرائي وڃي. والسّلام.

# مڪتوب ارڙهون

فضيلتن وارا ۽ ڪماليتن وارا، جاءِ پناهہ اکين جا نور، روح جي راحت ميان پير محمد جيو سدا سلامت. زماني جي حادثن کان هميشه محفوظ هجو ۽ هميشه الله تعاليٰ جي يادگيري ۾ جو لُطف وٺندا رهو. آمين!

بعد گهڻن سلامن ۽ گهڻن دعائن جي تہ دل کي فرحت ڏيندڙ توهان جو خط مليو. الله تعاليٰ توهان جي فرزند صالح کي روزي عطا فرمائيندو ۽ اميد تہ توهان جي گهر وارن جي ناچاڪائي لاءِ (اهو ڏسُ ڏجي ٿو تہ) ڪجھ قدر وڏي هريڙ جي ڪَلَ ۽ بليل (ڪبيرھ) جي ڪَلَ ۽ عامل جي ڪَلَ ٺئي شيون هم وزن ڪٽي ڇاڻي ۽ ان سان هم وزن ڪند ملائي هر روز ماني کائڻ کان پوءِ هڪ تري جيتري کائجي. الله ڪندو تہ شِفا ملندي. اوهان هن احقر کي دعائن ۾ ياد ڪندا ۽ پنهنجو حال احوال لکي موڪليندا تہ اسان کي اطمينان ٿئي. والسّلام گڏ احترامن سان.

ٻيو عرض تہ هن احقر جي حويلي ۾ سيئي ماڻهو تپيا پيا آهن، دعا فرمائيندا تہ هر طرح عافيت ۽ تندرستي ٿئي.

ٻيو عرض تہ ميان منل آيو آهي، سندس گهر واريءَ کي 'سرفہ خشڪ' (سڪي کنگھ) جي بيماري آهي، دوا فائدو نٿي ڪري، تنهنڪري ميان ش هاب الدين کي دعا گهرڻ جي لاءِ چوندا، فيض محمد کي ۽ ميان جليل جي اهليہ کي ٽيون ڏينهن آهي جو هتي آيل آهن. [ 23] دعا فرمائيندا تہ الله تعاليٰ ان کي شِفا ڪامل نصيب فرمائي. والسّلام.

# مڪتوب اُڻويهون

فضيلتن وارا، ڪماليتن وارا، جاءِ پناهہ اکين جا نور، روح جي راحت، ميان پير محمد جيو سدا سلامت هجو. شال! غير الله (جي محبت) کان امن ۾ هجو ۽ الله تعاليٰ جي يادگيري ۾ لطف اندوز هجين.

بعد گهڻن سلامن جي احوال لکجي ٿو تہ هن طرف خير عافيت ۽ دلي سڪون آهي. اوهان طرف بہ هميشه خيريت جا طالبو آهيون ۽ اوهان جي خط جو انتظار رهي ٿو خط ۾ پنهنجي خيريت جو احوال موڪليندا چو تہ اهو اسان ۽ ٻين گهڻگهرن جي دلين جي اطمينان جو باعث آهي. والسّلام مع الاڪرام.

# مڪتوب ويهون

فضيلتن، ڪماليتن وارا، دست پناهہ اکين جا نور، منهنجي روح جي راحت، ميان پير محمد، سدا سلامت هجو.

دل کي وڻندڙ سلام، مرحبا ۽ پريل پيغامن کان پوءِ لکجي ٿو تہ هن کان اڳ ۾ اِتان لڏڻ ۽ ٿلٽي شهر (تعلقہ سيوهڻ) وڃڻ لاءِ مشورو طلب ڪيو هيوَ.

منهنجا پيارا! هي ءُ اَحقر دل سان دعائون ڪري ٿو، صلاح اها آهي ۽ اها دلي تمنا آهي تہ (هن آيت موجب:

**إِنَّ اللهَ لَا يُغَيِّرُ مَا بِقَوْمٍ حَتَّى يُغَيِّرُوا مَا بِأَنْفُسِهِمْ** (رعد:11)

[الله تعالیٰ ڪنهن بہ قوم (جي تقدير) کي تيستائين نٿو بدلائي، جيستائين اها پنهنجو پاڻ کي نٿي تبديل ڪري.]

ان ڪري اِتان لڏڻ درست نہ آهي، بلڪ الله سبحانهٗ وتعالیٰ تي توڪل ڪري، اِنهيءَ جاءِ تي ئي رهو ۽ رات ڏينهن ديني علم جي سبق پڙهائڻ سان گڏ، الله تعالیٰ جي يادگيري ۾ مشغول ۽ سرگرم رهو. مهربان پاءُ ميان محمد حسن ۽ گهر وارن کي پنهنجي والدين جي جڳهہ تي تصور ڪيو ۽ انهن جي دِلجوئي ۽ خدمت ڪرڻ ۾ ڪا ذري جيتري بہ گهٽتائي نہ آڻيو، ڇو تہ اها خدمت نيڪ مرتبن جي وڌائڻ جو سبب بڻبي.

والسّلام مع الاڪرام.

# مڪتوب ايڪيهون

فضيلتن ۽ ڪماليتن وارا، ڪرامتن جي کاڻ، اکين جا نور، منهنجي روح جي راحت، ميان پير محمد، سدا سلامت هجو. الله تعالیٰ جي طرفان هر طرح محفوظ هجو ۽ پڻ الله تعالیٰ جي يادگيري ۾ مشغول هجو. آمين.

گهڻن سلامن ۽ خدا جي رضامندي جي طلب ۾ گهڻن دعائن بعد واضح هجي تہ فقيرن جي دعائن جا احوال ۽ بيان هن حد تائين مقبول آهن جو حمد ۽ شڪر جي زيادتي دل جي اطمينان، عافيت ۽ قلبي صفائيءَ جو سبب آهن. وڏيڪ طبيعت ۽ مزاج جي عافيت ان کان طلبيون ٿا جيڪو سيني نيڪين ۽ برڪتن وارو آهي. [ 24] ان ڪري پيار ۽ محبت، دنيا ۽ آخرت ۾ پلاين جي طلب وارو خط سٺي گهڙيءَ ۾ مليو.

جانِ من! احقر کي هر حال ۾ پنهنجي دعائن ۾ نہ وساريندا، ڇو تہ فقيرن ۽ خاڪسارن جي دعا، نشاني تي تير وانگر جلد پهچندي آهي ۽ دل جي جمعيت ۽ فرحت جو سبب بڻجندي آهي. آمين، آمين، آمين!

اميد تہ هن احقر کي پنهنجي دعائن ۾ ضرور ياد رکڻ فرمائيندا. خط پنهنجي احوال کان واقف ڪرڻ جو بهتر طريقو آهي، دلي اطمينان لاءِ دعا ڪندا رهندا. والسّلام مع الاڪرام.

# مڪتوب ٻاويهون

گهڻين وڏين فضيلتن وارا، جاءِ پناهہ، اکين جا نور، روح جي راحت ميان پير محمد سدا سلامت هجو، شال! مڙني مصيبتن کان محفوظ رهو ۽ هميشه الله تعالیٰ جي يادگيريءَ ۾ مشغول هجو. آمين!

اوهان جي خط ملڻ بعد لکجي ٿو تہ هن طرف هر طرح خيريت آهي ۽ اوهان جي ڪلي طرح خير عافيت ظاهري ۽ باطني درجات جا طالبو آهيون. عرض هي ؛ آهي تہ ٻُڌڻ ۾ آيو آهي تہ اوهان کي ۽ حاويلي جي سيني ننڍڙن وڏڙن کي تپ جو عارضو ٿي پيو آهي. ان ڪري اسان کي گهڻي پريشاني آهي ۽ دعاگو آهيون تہ الله سبحانہٗ وتعالیٰ، نبي ڪريم ﷺ ۽ سندس آل جي صدقي جلدي ۽ ڪامل شِفا عطا ڪندو.

پيارا! جيستائين توهان جي طرفان صحت عافيت جي خبر نہ ٿي اچي، تيستائين اسان کي انتظار رهي ٿو. تنهن ڪري ضروري آهي تہ سائين جن ڪنهن شخص جي هٿان پنهنجي خير عافيت جي خبر موڪلين تہ جيئن دل جو اطمينان ٿئي ۽ خوشي حاصل ٿئي. والسّلام.

ٻيو عرض تہ ڪالهہ ڇنڇر رات ميان عبدالستار جي گهر پٽ ڄائو آهي، دعا ڪندا تہ الله تعالیٰ ان کي ڊگهي عمر عطا فرمائي.

وڌيڪ عرض تہ اسان جي گهر جي ماڻهن کي تپ جو عارضو ٿي پيو آهي، دعا فرمائيندا تہ شِفا ٿئي ۽ نيازمند دعا طلبيندڙ پياري (پٽ ميان) محمد صالح جي لاءِ بہ دعا گهرندا. والسّلام

# مڪتوب ٽيويهون

سعادت مند، وڏين خوبين وارا، ڀلاين جا مرڪز، ڪرامتن جي کاڻ، اکين جا نور، روح جي راحت، ميان پير محمد جيو سدا سلامت هجو ۽ غير الله (جي محبت) کان محفوظ رهو ۽ الله تعالیٰ جي ياد ۾ مشغول هجو. آمين!

پلي ڪلام ۽ سلام سنت حضرت سيد الانام ﷺ کان بعد وڏي شوق سان لکجي ٿو تہ اوهان جو محبت ڀريو [ 25] خط، ڀلي وقت ۾ مليو، جنهن دل کي راحت ڏني ۽ گهڻگهرن مشتاقن جي اکين جي روشني ٿيو.

رسيد قاصد و آورده نامہ از در دوست
کہ گشت ديده منور ز صورتِ رقمش

[قاصد آيو ۽ دوست جو خط آندائين، ان جا لکيل اکر ڏسي اسان جي اکين جي روشني وڌي.]

پيار ۽ پاٻوهہ جون ڳالهيون لکيل هيون. الله تعاليٰ وسبحانہٗ ان محبت ۽ شوق کي اجا بہ وڌائي، چو تہ هستيءَ جو فنا ٿيڻ، خدائي تجليات، صفات ۽ ذات ۾ هڪ ٿي وڃڻ کان ٻي ڪا بہ شيءِ وڌيڪ نہ آهي.

در عشق باش مست کہ عشق ست هرچہ هست
بي کاروبارِ عشق درين دهر کار نيست

[جيڪو ڪجهہ آهي سو عشق ئي آهي، تنهن ڪري تون عشق ۾ مست هج، هن دنيا ۾ عشق جي ڪاروبار کان سواءِ ٻي ڪا ضرورت ئي نہ آهي.]

تسبيح شيخ گرچہ بسي غلغلي نمود
جز آه رند مست حجب نور يار نيست

[مرشد جي تسبيح جو گهڻو شور ۽ هُل ٻُڌجي ٿو، پر اها مستن جي آهہ ئي آهي، جنهن آهہ جي ۽ محبوب جي نور جي وچ ۾ پردو نہ هوندي آهي.]

**اي پيارا!** توڻي جو صحبت ۽ گڏ ويهڻ فقير جو سون کان وڌيڪ قيمتي ۽ ڪيميا اثر رکندڙ آهي، چوندڙ ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

مصلحت ديده من آن است کہ ياران همه کار
بگذراند و خم طُرّه ياري گيرند

[منهنجي اکين جي مصلحت ڏس جو سڀ ڪم ڇڏي، هر طرح سان پنهنجي يار جي ديدار کي ورتائون.]

پر هيءَ ڳالهہ سمجهڻ ضروري آهي تہ دولت ۽ باطني فيض، محبت ۽ الله تعاليٰ جي وحدانيت سان پيار، مرشد جي نگاهہ کان سواءِ نٿا ملي سگهن، جيئن حضرت اويسؒ کي غائبانہ باطني فيض ۽ باطني درجات الله تعاليٰ جي طرفان حاصل ٿيا، تانجو ظاهري ملاقات جيترو درجو ڪين ملي ويو. وڌيڪ پنهنجي خيريت جو خط موڪلڻ فرمائيندا، چو تہ اهو اسان جي محبت جي زياده هجڻ جو سبب ٿيندو. سيني ويجهڙائي وارن جي طرفان حاضرين مجلس کي سلام رسن. ڪاغذ ٿوري هجڻ ڪري وڌيڪ احوال کان آگاهہ نہ ڪري سگهيس. والسّلام

# مڪتوب چوويھون

فضيلتن ۽ ڪرامتن وارا، جاءِ پناھ، اکين جا نور، روح جي راحت ميان پير محمد، الله اوھان کي سدا سلامت رکي.

گھڻن سلامن کان پوءِ احوال ھن ريت آھي تہ نيڻ پياري (نور چشم ميان) محمد صالح جي شادي جي تاريخ ھن ھلندڙ مھيني جي ستاويھين تاريخ اڱاري جي رات مقرر ڪئي وئي آھي. مھرباني فرمائي مذڪوره تاريخ تي گھر وارن سميت تشريف وٺي، شادي ۾ شريڪ ٿيندا ۽ ٻيا بہ جيڪي فقير اتي آھن، انھن کي بہ وٺي ايندا.

# مڪتوب پنجويھون

فضيلتن وارا، جاءِ پناھ، اکين جا نور، روح جي راحت ميان پير محمد، سدا سلامت ھجو.

بعد گھڻي سڪ ۽ سلامن کان پوءِ احوال ھن ريت آھي تہ ھن طرف ھر طرح خير عافيت آھي. انشاءَ الله تعاليٰ سڀاڻي سومر ڏينھن پياري ميان وڏيري شاھ محمد ۽ سندس عزيزن سان وڏيري مغفور مرحوم ميان وڏيري محمد جي فاتحہ خواني ڪنداسين، تنھنڪري انھن کي اطلاع ڪندا.

ٻيو ھي ۽ تہ اوچتو اوھان جي گھر وارن جي بيماري جي خبر پئي، جنھنڪري اسان سيني کي ڏاڍو فڪر ٿي پيو آھي پر پوءِ صحت ۽ عافيت جي خبر پھتي، [ 26] الله تعاليٰ جا ھزار شڪرانا ڪياسين، اُميد تہ آئينده بہ ھر طرح حفظ ۽ امن رھندا.

# مڪتوب ڇويھون

فضيلتن وارا جاءِ پناھ، اکين جا نور، روح جي راحت ميان پير محمد، سدا سلامت ھجو ۽ غير الله (جي محبت) کان محفوظ رھو ۽ شال! خدا تعاليٰ جي يادگيري ۾ مشغول ھجو. آمين!

مسنون سلامن بعد احوال ھن ريت آھي تہ رمضان شريف جي مھيني گذرڻ بعد مرشد السالڪين، قطب الاقطاب حضرت مرشد (سلطان الاولياء) قدس سره جن جي زيارت جو پڪو اِرادو آھي، سو لُواري شريف ويندس. دعا ڪندا تہ سفر خير سان ٿئي، (حضرت سلطان الاولياء قدس سره جي) مزار مبارڪ جي زيارت نصيب ٿئي ۽ سلامتي سان موٽڻ ٿئي. والسّلام.

# مڪتوب ستاويھون

فضيلتن وارا، جاءِ پناھ، اکين جا ٺار، روح جي راحت ميان پير محمد، سدا سلامت ھجو.

گھڻن دعائن ۽ سلامن بعد احوال ھي ۽ آھي تہ پلو چاھيندڙ خيريت سان آھن ۽ اسان مالڪ سائين جي درگاھ، جيڪا نيڪين جو مرڪز آھي، ڏينھن رات توھان جي ڀلائي چاھيندڙ آھيون. پنھنجي، پنھنجن ويجھن ساٿين ۽ مريدن جي خير عافيت چاھيندڙ آھيون. ھدايت جي نئين اُسرندڙ باغ ۽ اکين جي نور ميان صدرالدين جيو کي شال! الله تعاليٰ ڊگھي عمر ڏي ۽ ڪيس سڀني مصيبتن ۽ تڪليفن کان بچائي ۽ ھميشه خوش رکي. والسّلام مع الاڪرام.

# مڪتوب اٺاويھون

فضيلتن وارا، جاءِ پناھ، اکين جا نور، روح جي راحت ميان پير محمد، شال! ھميشه سڪون ۾ ھجو ۽ الله تعاليٰ جي يادگيري ۾ مشغول ھجو. آمين!

سلامن ۽ درجات جي بُلندي جي دعا ۽ عزت افزائي بعد لکجي ٿو تہ ھميشه اکيون انتظار ۾ آھن، جيستائين اوھان جي پاران خيريت جي احوال ۽ مھرباني واري شفقت نہ ملندي آھي، تيستائين دل کي اطمينان حاصل نہ ٿيندو آھي، ڇو تہ مشتاقن لاءِ ان ۾ ئي دلي سڪون آھي. والسّلام مع الاڪرام.

# مڪتوب اُڻٽيھون

فضيلتن ۽ ڪماليتن وارا، جاءِ پناھ، اکين جا نُور ميان پير محمد جيو، شال! غير الله (جي محبت) کان محفوظ ھجو، خدا تعاليٰ جي يادگيري جا مزا پيا ماڻيو. آمين!

گھڻن مسنون سلامن بعد لکجي ٿو تہ منھنجو پيارو ۽ اکين جو نور ميان عبدالجليل پنھنجي ڳئون جي جاچ لاءِ خدمت ۾ اچي ٿو. اُميد تہ ساڻس مڪمل رفاقت ڪندا، اگر ڪا بھتر صورت نڪري اچي تہ حڪمت عملي اختيار ڪري اھا وٺي سندس حوالي ڪندا. والسّلام.

# مڪتوب ٽيهون

فضيلتن ۽ ڪماليتن وارا، جاءِ پناهہ اکين جا نور، روح جي راحت ميان پير محمد، شال! ظاهري ۽ باطني پلائي واري پوشاڪ [27] پهريل هجو.

گهڻن سلامن ۽ مقبول دعائن بعد احوال هن ريت آهي تہ اسان اوهان لاءِ خدا کان دلي اطمينان، خير عافيت ۽ ترقي درجات، ظاهري باطني مقصد ۽ هميشه واريون برڪتون مطلوب آهيون.

هن احقر (خواجہ قاضي احمد) کي پنهنجي دعائن ۾ ياد فرمائيندا، هي ءُ مسڪين اوهان جي مقبول دعائن جو اميدوار آهي ۽ خدا تعالىٰ کان سوالي آهي، اهو ئي مون لاءِ فخر جو باعث آهي. والسّلام ثم السّلام.

ٻيو عرض تہ فضيلتون رکندڙ پياري (پٽ) ميان محمد صالح ۽ ميان عبدالحڪيم، ميان سيد نظر علي جي شاديءَ لاءِ موڪل ورتي هئي، هنن کي ڏھ ڏينهن ٿي ويا آهن جو نہ آيا آهن، درٻار عاليہ ۾ دعا ڪندا تہ خير سان اچن. والسّلام.

# مڪتوب ايڪٽيهون

اکين جا نور، روح جي راحت ميان پير محمد جيو، ۽ خير عافيت سان هجو.

بعد گهڻن سلامن جي احوال هي ءُ آهي تہ اوهان جي اهليہ جي ناچاڪائي جي خبر ٻُڌي، سيني مردن ۽ حويلي جي مايُن کي تمام گهڻو غم، افسوس ۽ ڏک ٿيو آهي. تنهنڪري ڪنهن ماڻهوءَ جي هٿ چاڪ ٿيڻ ۽ ڪامل شِفا جي خبر ڏياري موڪليندا، اُميد تہ (اسان کي اوهان طرفان) چاڪائي، تڪڙي شِفا ۽ پوري صحت جي خبر ملندي. آمين يا ربّ العالمين. والسّلام.

# مڪتوب ٻٽيهون

فضيلتن ۽ ڪماليتن وارا، جاءِ پناهہ اکين جا ٺار، روح جي راحت ميان پير محمد جيو. غيرالله (جي محبت) کان محفوظ رهو ۽ شال! الله تعالىٰ جي يادگيري ۾ مشغول هجو.

پلي ڪلام ۽ سڪ ڀرين سلامن کان پوءِ احوال هن ريت آهي تہ هن پاسي هر طرح سان الله تعالىٰ جو شڪر آهي ۽ اوهان لاءِ خدا کان خير عافيت جا طلبگار آهيون.

اُميد تہ اوهان جي ظاهري ۽ باطني دولت ۽ خير عافيت جي خبر، اسان جي دلين جي اطمينان جو سبب ثابت ٿيندي. والسّلام ثم السّلام.

# مڪتوب ٽيٽهون

فضيلتن ۽ ڪماليتن وارا، جاءِ پناهہ اکين جا ٺار، روح جي راحت ميان پير محمد سدا سلامت هجو.
بعد گهڻن سلامن جي احوال هي ۽ آهي تہ اسان کي اوهان جو حقيقت کان آگاهہ ڪندڙ خط مليو.

**جانِ من!** حقيقت هن طرح آهي تہ سيادت پناهہ ميان سيد علي اڪبر شاهہ عارب نالي هڪڙي ماڻهوءَ کي پاڻ وٽ گهرائي قبيلي سميت ان سان لڏي وڃڻ جو ارادو ڪيو. پوءِ ان سيد هن مضمون سان خط لکيو تہ مگهر مل وڪيل هڪ لک رپيا وزير کي رشوت ڏني آهي ۽ هن کي پاڻ سان گڏ وٺي، بادشاهہ کي چوويهہ لک رپيا اِنهيءَ لاءِ ڏنا اٿس تہ اهو سنڌ ۾ اچڻ جو ارادو نہ ڪري. توهان پنهنجي گهر وينا هجو ۽ لڏڻ جو ارادو ڇڏي ڏيو. اها رقم اڏ هن سال ڏيڻي ڪيائون ۽ اڌ ايندڙ سال. اهو آهي شاهہ صاحب جي خط جو مضمون، [28] جيڪو سيد علي اڪبر شاهہ لکيو آهي ۽ ان ۾ تاريخ هن مهيني جي ٽين لکيل هئي. هتي عجب اهو آهي تہ جيڪو بهادر خان جو پٽ سلطان نالي هن ديهہ ۾ ٻنائي ڪندڙ آهي، راتو رات ٻنائي ڇڏي هليو ويو ۽ سندس ڪاردارن بہ ٻارين جون ٻنايون ڇڏي ڏنيون. جڏهن ٽن ڏينهن کان پوءِ حيدرآباد کان هِيءَ خيريت جي خبر ٻڌائون تہ پوءِ ٻنائي ڪرڻ لاءِ موٽي آيا ۽ اطمينان سان ٻنائي ڪيائون ۽ ڪاراوا بہ موٽي آيا آهن، جيڪي ٻارين تي وينا آهن، اهڙي معلومات اوهان کي هجي. اُميد تہ الله سبحانهٗ وتعالیٰ پنهنجي خاص مهرباني فرمائيندو. آمين ثم آمين ثم آمين!

# مڪتوب چوٽيهون

فضيلتن ۽ ڪماليتن وارا، دست پناهہ اکين جا ٺار، روح جي راحت ميان پير محمد جيو، غير الله (جي محبت) کان محفوظ رهو ۽ حق تعالیٰ جي يادگيريءَ ۾ مشغول هجو.

پلي ڪلام ۽ نبي ڪريم ﷺ جي سنت السّلام عليڪم! کان پوءِ گهڻي سڪ ۽ شوق سان لکجي ٿو تہ اوهان جو محبت ڀريل، فرحت ڏيندڙ، تازگي، توانائي ۽ خوشي بخشيندڙ ۽ دل دماغ معطر ڪندڙ خط مليو. اُميد تہ ظاهري ملاقات جي حاصل ٿيڻ تائين، اهڙيءَ طرح خيريت جي احوال کان مسرور فرمائيندا رهندا.

**جانِ من!** شرح مُلا جامي هن احقر وٽ موجود آهي، ليڪن 'ڪافيہ' پڙهندڙ پنج شاگرد ان جو مطالعو ڪن ٿا، جيڪڏهن انهن کان ڪسي موڪليندا سون تہ هو رنج ٿيندا. شرح مُلا جامي ءَ جو ٻيو ڪتاب جيڪو حاجي مراد وٽ هو، اهو ٻيءَ جاءِ تي موڪليل آهي، هڪ ٻيو نسخو شرح مُلا جامي ءَ جو منهنجي پياري ميان محمد ابوالحسن وٽ آهي، اسان جي طرفان ان کي نياپو پهچائي، ان کان ڪتاب وٺن، جيڪڏهن بالفرض نہ ڏئي تہ اسان کي اطلاع ڪندا. والسّلام.

**پيارا!** هن عاجز جي گهر شوال مهيني ۾ ڇوڪري ڄائي آهي ۽ ميان امام الدين جي گهر ۾ ميان عبدالحڪيم جي گهر ڇوڪرا ڄاوا آهن، ميان عبدالحڪيم جي پٽ جو نالو ميان محمد علي رکيو آهي، اهڙي ڳالهہ کان واقف ڪجي ٿو.

## مڪتوب پنجٽيهون

فضيلتن وارا، جاءِ پناهہ اکين جا ٺار، روح جي راحت ميان پير محمد جيو، شال! غير الله جي محبت کان محفوظ رهو ۽ حق تعاليٰ جي يادگيريءَ ۾ مشغول هجو، آمين.

بعد گهڻن سلامن ۽ سڪ جي لکجي ٿو تہ اوهان جو لکيل خط مليو، سمورو احوال معلوم ٿيو تہ سڄي ڪٽڪ وڏيري شاهہ محمد جي معرفت وڪجي وئي آهي ۽ ڏيڻ جي مدت ربيع جي فصل تائين آهي، جڏهن ٻاريون ڪٽندا. شال! خوش هجو، ٻيو سڀ خير آهي. جزاڪم الله خيرا والسّلام.

## مڪتوب ڇٽيهون

صداقت ۽ شرافت جي آماجگاهہ واري شخصيت جي خدمت ۾، جاءِ پناهہ بعد سلامن مسنون دعائن ۽ دلي سڪ جي لکجي ٿو، شال! خوش هجو.

اسان جو مهربان دوست 'ڪيريو' اَنُ خريد ڪرڻ لاءِ اِن طرف اچي ٿو، تنهنڪري تڪليف وٺي مهرباني ڪندا، جو اَنُ رعايت ۽ پوري تور سان خريد ڪري، انهيءَ جي حوالي ڪندا ۽ مزوري وغيره بہ ڪيس ڏيندا تہ شڪر گذار رهندس.

## مڪتوب سترٽيهون

فضيلتن ۽ ڪماليتن وارا، جاءِ پناهہ اکين جا ٺار، روح جي راحت ميان پير محمد، شال! غير الله جي محبت کان محفوظ رهو ۽ حق تعاليٰ جي يادگيريءَ ۾ مشغول هجو.

بعد گهڻين عزتن، سلامن ۽ مقبول دعائن [29] جي لکجي ٿو تہ خلوص ڀريو، توجہ ڏيارينڌڙ اوهان جو خط سٺي ساعت ۾ مليو، مشتاقن جي دل کي مطمئن ڪيائين. مضمون جي مطالعي سان خوشي، تازگي ۽ سموري حقيقت معلوم ٿي. الله جو شڪرانو جو هر طرف خيريت آهي ۽ پڪي اُميد آهي تہ آئينده

ٻه اهڙيءَ طرح خيريت جو خط موڪلڻ فرمائيندا، ڇو تہ اُن سبب جي ڪري اسان کي هزارين خوشيون حاصل ٿين ٿيون.

همه شب درين اُميدم ڪہ نسيم صبح گاهي
به پيام آشنايان بنوازد آشنا را

[ساري رات اُن اُميد تي جاڳيو آهيان تہ صبح جي هير ڪڏهن ٿي، محبوبن طرفان عاشقن لاءِ پيغام پهچائي.]

"جَهجَا ڏِيج جُهارَ منهنجا وَجي مَارُئين."
[منهنجا گهٽي ڪان گهٽا سلام مارُن کي ڏجو.]

گرچہ دوُريم بہ ياد تو قدح مي گيريم
بعد منزل نبود در سفر روحاني

[توٽي جو ديدار ڪرڻ ڪان پري آهيون، پر تنهنجي ياد ۾ محبت جا پيالا پيئون ٿا، ڇو تہ روحاني سفر ڪندڙ کي دوريءَ جي شڪايت نہ هوندي آهي.]

**السّلامُ علَيڪُم طُبِيتُمُ الله**
[يعني: خوش ڪندڙ سلامتي اوهان تي هجي.]
**وَهُوَ مَعَكُمْ أَيْنَ مَا كُنْتُمْ** (حديد: 4)
[۽ جتي بہ هجو الله اوهان سان گڏ هجي.]

مِيان اسماعيل، منل، عبدالحڪيم، پياري (پٽ ميان) محمد صالح ۽ سموري جماعت جا سڪ ڀريا سلام قبول ڪندا.

# مڪتوب اٺيهون

زماني جا چوندبيل، پائرن ۾ ناز ڪرڻ جهڙا، چڱاين جا بنياد، اڪين جا نور، روح جي راحت ميان منل جيو. شال! الله جي طرفان زماني جي ناخوشگوار حادثن ڪان محفوظ رهو ۽ موليٰ جي يادگيريءَ ۾ مشغول هجو. آمين!

مسنون سلامن، سڪ، شوق ۽ جذبي سان گهربل مقبول دعائن ڪان پوءِ لکجي ٿو تہ خط آٽيندڙ منهنجو پراڻو دوست چتو فقير رنگريز آهي، اهو اوهان جي خدمت ۾ سفارشي خط ذريعي عرض ڪري ٿو. دنياوي ڪاروبار ۽ حال ڪان با خبر سائين جن جي شفقت جي سائي ۾ اچي ٿو تہ جيئن هميشه پريشان رهڻ ڪان آجو ٿئي ۽ پنهنجي ڪم ۾ مشغول رهي تہ شڪر گذار رهندس، جيڪو اجر جو سبب ۽ گهٽي ثواب جو مستحق آهي. وردن، وظيفن ۽ دعائن ۾ گهٽتائي نہ ٿئي. والسّلام مع الاڪرام.

# مڪتوب اُٺيتاليهون

صداقت ۽ شرافت وارا، جاءِ پناهہ زماني جا چونديل وڏيرا شاهہ محمد ! سلام مسنون بعد لکجي ٿو تہ منهنجو پيارو خادم فقير چانورن جي خريد ڪرڻ لاءِ اوهان طرف اچي ٿو، تنهنڪري مهرباني ڪري چانور رعايت ۽ پختي تور سان خريد ڪري، فقير جي حوالي ڪندا تہ مهرباني، شڪر گذار رهندس. الله تعالىٰ اوهان کي ان جو اُجورو ڏيندو.

# مڪتوب چاليهون

سهڻين خصلتن وارا، فيض جي کاڻ ۽ سيني سهڻن اخلاقن جا مجموعا ميان پير محمد جيو. شال ! هميشه محبت ۽ خوشيءَ سان هجو.

بعد مسنون سلامن ۽ سڪ جي، احوال هي ۽ آهي تہ سلامن ۽ دعائن سان پُر اوهان جو خط فضيلتن، ڪماليتن، حقيقت ۽ معرفت آگاهہ مولوي صاحب جيو جي سلامن واري تحفي سان گڏ پهتو. وڌيڪ اوهان جو اسان طرف هر وقت توجہ رهي. سڪ پريا سلام ۽ دعائن جا تحفا ڏيندا رهو. والسّلام عليڪم و رحمة الله وبرڪاتهٗ.

# مڪتوب ايڪيتاليهون

مهربان، قدردان، فضيلت ۽ ڪماليت جا نشان ميان پير محمد، سدا سلامت هجو.

بعد سلام ۽ دعا جي لکجي ٿو تہ اوهان جو سهڻن لفظن سان سينگاريل خط مليو. ان جو مطالعو سٺي وقت ۾ ٿيو. شال ! الله تعالىٰ اخلاص وارو مقصد عطا ڪري، پنهنجي دعا کان نہ وساريندا. فقهي عالمن جي حوالي سان مسئلا لکي موڪليان ٿو مطالعو فرمائيندا. والسّلام. [30]

# مڪتوب ٻائيتاليهون

اڳواڻي جي نشان وارا، شرافت وارا سيد محمد مريد، سدا سلامت هجو.

گهڻن دعائن ۽ سلامن ڪانپوءِ لکجي ٿو تہ پنهنجي شاگرد ابراهيم کي اوهان طرف سيد جمن شاهہ (شال ! الله سندس عمر وڏي ڪري) جي جمڻ تي مبارڪن ڏيڻ لاءِ موڪليو اٿم. نجيب الدين جي گهر وارن

۽ محمد عارف جي گھر وارن ڏانھن تعويذ بہ موڪليا اٿم. شال ! الله تعالىٰ دل سان گھريل دعائن وارا مقصد پنھنجي فضل سان عطا فرمائي. اُميد تہ طالب ابراھيم اوھان کي ڪجھ (وقت) اڳ (بہ) تعويذ ۽ شڪر گذاري جون مبارڪون ڏنيون ھونديون. (والسّلام)

# مڪتوب ٽيتاليھون

اڳواٽي ۽ شرافت وارا سيد محمد اشرف جيو، سدا سلامت ھجو.

بعد سلامن ۽ دعائن جي احوال ھن ريت آھي تہ جيڪڏھن مھرباني ڪري ساريون ڇڙائي موڪليندا تہ انَ جا پئسا بنا دير حافظ جي ھٿ موڪليندس، ڏاڍي ضرورت آھي.

**وَالسَّلامُ عَلَيڪُم وَعَلىٰ مَن لَدَيڪُم**

[سلام توھان کي رسن ۽ انھن کي جيڪي توھان وٽ آھن.][31](1)

(1) نوٽ: معارف خواجہ قاضي احمد تي تحقيق دوران اسان کي مڪتوبات جا ٽي قلمي نسخا ميسر ٿي سگھيا، ھر نسخي ۾ جملي 43 مڪتوبات آھن. انھن ۾ جيڪو ٽيون مڪتوب خواجہ قاضي احمد جو ڄاڻايو ويو آھي، حالانڪ اھو 'مڪتوبات پير محمد راشد' ۾ مڪتوب ڇھون (ص - 367) ملي ٿو.

# رقعات

## [1]

فضيلت ۽ فضائل جو مجموعو، تقوىٰ ۽ پرهيزگاريءَ جو مُنڍ، اکين جي روشني ميان عبدالڪريم دوراني، شال رب تعاليٰ کيس سلامت رکي ۽ سدائين وڌندڙ علم سان منور ڪري.

بعد مسنون سلامن ۽ انتهائي شوق وچان ظاهر ڪجي ٿو ته توهان جو دل کي وڻندڙ خلوص سان ڀريل خط مليو جنهن سان مشتاق دلين کي خوشي ۽ فرحت حاصل ٿي.

رسيد قاصد و آورده نامہ از در دوست
کہ گشت ديده منور ز صورتي رقمش

[قاصد آيو ۽ دوست جو خط آڻي هٿ ۾ ڏنائين، جنهن جي اکرن ڏسڻ سان اکيون روشن ۽ ٿڌيون ٿيون.]

اميد ته آئينده به اهڙيءَ طرح پنهنجن خيريت جي خطن ذريعي اشتياق وارين دلين کي اطمينان بخشيندا رهندا ۽ ان ريت فيض واري يادگيريءَ جو سبب بڻجندا.

اميد ته دين جي علم جي مطالعي ۽ حق جي يادگيريءَ کان سواءِ ٻي ڳالهه ڌانهن ڪن نه ڏيندا. جيئن ارشاد خداوندي آهي:

وَأْمُرْ أَهْلَكَ بِالصَّلَاةِ وَاصْطَبِرْ عَلَيْهَا
(طٰهٰ: 132)

[حڪم ڪر پنهنجي گهروارن کي نماز جو ۽ مضبوط ٿيءُ ان تي.]

عاقلان را يک اشارت بس است

[عقل وارن لاءِ هڪ اشارو ڪافي آهي.]

ان کان وڌيڪ حاجت ناهي. والسّلام مع الڪرام

گدايي در ميخانہ طُرفہ اکسيري است
گر اين عمل بکني خاک زر تواني کرد

[ميخاني ۾ سوال ڪرڻ اڪسير عمل آهي جو ته اهو عمل ڪرڻ سان خاڪ به سون ٿي پوي ٿي.]

دست از مس وجود چو مردان ره بشوي
تا کيميائي عشق بيا بي و زر شوي

[مردن وانگر پنهنجي هن خاڪي وجود تان هٿ ڌوئي ڇڏ ته عشق جي ڪيميا سبب سچو سون ٿي پوين.]

عشق آن شعله است کو چون بر فروخت
هرچه جز معشوق باقي جمله سوخت

[عشق اهڙو شعلو آهي جڏهن اهو ٻرڪي پوي ٿو ته معشوق کان سواءِ ٻي هر شيءِ کي ساڙي ڇڏي ٿو.]

# [2]

فقير (خواجه قاضي) احمد طرفان محب ميان عبدالڪريم جي خدمت ۾ مسنون سلامن بعد لکجي ٿو ته هر حال ۾ الله جو ذڪر ڪرڻ جڳائي ۽ الله جي ذڪر جو اهو ادراڪ جنهن ۾ ڪو حرف ۽ آواز نه هجي. اهوئي انسان کي مشاهدي سان همڪنار ڪري ٿو ۽ اهو ئي سيني شين جي پاڙ وانگر آهي، جيڪو ان ۾ غفلت ڪري ٿو ته ڪيس شرمسار ٿيڻو پوي ٿو، پر جيڪو ان تي چڱيءَ ريت عمل پيرا ٿيندو ته اهو مشاهدو ماڻيندو.

# [3]

حقيقتن کي ڄاڻندڙ ۽ معرفت کي پهتل ميان عبدالڪريم شال رب تعالىٰ سلامت رکي.

سنت موجب سلامن بعد اوهان جي اشتياق سان ڀريل خط مان ظاهر ٿيو ته حاڪمن جو ظلم ۽ ڏاڍ ان حد تي پهتو آهي جو اهو درد سر جو سبب بنجي پيو آهي. پر يقين ڄاڻو ته ان حڪم موجب: 'اعمالكم عمالكم' يعني توهان جا عمل ئي توهان جا حاڪم آهن يا جيئن هن آيت ڪريمه ۾ آهي:

وَمَا أَصَابَكُمْ مِنْ مُصِيبَةٍ فَبِمَا كَسَبَتْ أَيْدِيكُمْ وَيَعْفُو عَنْ كَثِيرٍ

(الشورىٰ: 30)

[توهان تي جيڪا مصيبت آئي آهي اها توهان جي هٿن جي ڪمائي آهي هو ته گهڻو معاف ڪندڙ آهي.]

شايد اسان جي هٿان به ڪا اهڙي خطا سرزد ٿي آهي جو ان جي شوميءَ جو اثر اسان جي توهان جهڙن دوستن تي پيو آهي. گويا اها اهڙي خطا آهي جنهن جو نتيجو حاڪمن طرفان اهو ظلم ۽ زيادتي توهان مٿان ٿيو آهي.

انهيءَ ڪري اسان پاڻ شرمنده ٿي خدا عز و جلّ جي آڏو توبھ ۽ استغفار ڪريون ٿا. توهان پاڻ بہ نادم ۽ توبھ تائب ٿيو ۽ درگاهه خداونديءَ ۾ عاجزيءَ سان ٻاڏائي مغفرت گهرو تہ جيئن ظاهري توڙي باطني مصيبتن ۽ بلائن کان ڇوٽڪارو ملي.

اميد تہ ان دعا قبول ڪندڙ ذات جي غيبي امداد ۽ فيض الاهيءَ سان فيضياب ٿي سيني پريشانين ۽ تڪليفن کان نجات ملندي ۽ راحت حاصل ٿيندي.

تيغي کہ آسمانش از فيض خود دهد آب
تنها جهان بگيرد بي منت سپاهي

[اها تلوار جنهن کي آسمان پنهنجي فيض سان پاڻي ڏئي ٿو، اها اڪيلي تلوار بنا ڪنهن سپاهيءَ جي دنيا کي فتح ڪري سگهي ٿي.]

جيئن تہ الله تعاليٰ توهان جو خالق بہ آهي تہ مالڪ بہ ڇو تہ هر شيءِ سندس قدرت جي هٿ هيٺ آهي. اهو ئي توهان جي مصلحت کان توهان جي لاءِ بهتر مصلحت ڄاڻي ٿو. هونئن بہ 'لا يفعل الاالله' يعني الله کان سواءِ ڪو بہ ڪا شيءِ نٿو ڪري سگهي. اهو ئي توهان جو حال ڄاڻي سڃاڻي ٿو. ان ڪري سڀ ڪم ان جي حوالي ڪجن ٿا ۽ اسان جهڙي محتاج مخلوق کان مدد گهرڻ جي ضرورت ناهي. اهو ئي اسان لاءِ ڪافي آهي ۽ بهترين تدبير ڪندڙ آهي. الله توهان کي سلامت رکي ۽ جتي بہ هجو الله تعاليٰ جي معيت ۾ هجو ۽ خوش هجو.

آئينده پنهنجي هر احوال کان واقف ڪندا رهندا ۽ لکندا رهندا ڇو تہ اسان جي اطمينان جو باعث ٿئي ٿو. والسّلام.

اميد تہ هر شيءِ کي الله جي طرفان ڄاڻي ڪنهن سان بہ سخت ۽ خراب نہ ڳالهائيندا بلڪ دوست توڙيدشمن سان نرم ۽ مٺي گفتگو ڪندا ۽ هر وقت صلح سانت ۾ رهندا ڇو تہ ان ۾ هزارين فائدا آهن:

آسايش دو گيتي تفسير اين دو حرف است
با دوستان تلطف با دشمنان مدارا

[هن جهان ۾ آرام ۽ مزي وٺڻ جو تفسير هنن ٻن لفظن ۾ سمايل آهي دوستن سان لطف ۽ مهرباني ڪريو ۽ دشمنن سان رعايت ۽ صلح سان رهو.]

## [4]

فضيلت ۽ ڪماليت جا صاحب، حاجي الحرمين الشريفين، اکين جي روشني ۽ روح جي راحت حاجي عبدالڪريم شال رب سلامت رکي. شال! هميشہ غير کان محفوظ ۽ حق جي ياد ۾ مشغول هجو. آمين.

بعد سڪ ڀرين سلامن ۽ مقبوليت وارين دعائن سان خبر پئي تہ عظيم آئيني ۽ عالي مقصد يعني زيارت حرمين الشريفين ۽ ٻين سيني متبرڪ مزارن جي زيارت سان مشرف ٿيڻ بعد خير خيريت سان وطن واپسيءَ تي شڪرانو ادا ڪرڻ گهرجي.

**الحمد لله علىٰ ذالک**

ان ڪان سواءِ اوهان جي والده ماجده جي دکدائڪ موت جي خبر پئي جنهن جو سيني ننڍن وڏن کي صدمو پهتو.

**انا لله و انا اليہ راجعون**

جيئن تہ انهيءَ شاهراه تي هلڻ ڪان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهي ۽ هر ننڍي وڏي کي اتان لنگهڻو آهي. ان ڪري انهن لاءِ دعا مغفرت ڪجي ۽ پاڻ کي صبر جميل ڪرڻ گهرجي.

والسّلام مع الڪرام.

دعاگو ۽ نيازمند برخوردار محمد صالح طرفان گهڻي سڪ وارا سلام پهچن. اوهان وٽ جڏهن ماڻهن جي اچ وڃ گهٽ ٿئي ۽ ڪجهہ آرام ۽ سڪون حاصل ٿئي تہ خلاصي ڪچهريءَ ۽ ملاقات لاءِ اچڻ فرمائيندا تہ جيئن حقيقي حال احوال ۽ گذريل ۽ آئيندي جا بيان ڪري سگهجن. انشاءَ الله! اهو سڀ ڪجهہ اطمينان جو باعث ٿيندو.

**والسّلام مع الاڪرام و علىٰ من تبع الهدىٰ**

[عزت ڀريا سلام انهن تي جيڪي هدايت جي راه تي هليا.]

## [5]

بسم الله الرحمٰن الرحيم

خيريت جي سلامن پڄاڻا،منهنجا مشفق مير مجتبىٰ جيو! شل الله تعالىٰ توهان کي ڪتاب و سنت ۽ اهل ماڻهن جي اجماع جي روشنيءَ ۾ مقاصد ۽ مطلب جي تحقيق لاءِ هدايت ۽ رهنمائي فرمائي.

ڳالهہ هيءَ آهي تہ اختيار ۽ جبر جو مسئلو پوريءَ ريت مطلب ۽ مقاصد جي تحقيق سان لڪجي ٿو تہ تحقيق مع الاتباع (پوئواري) جي روشنيءَ ۾ جيڪو حاصل ٿئي، سو بنا ڪنهن جهجهڪ جي اختيار ڪرڻ گهرجي. هن باري ۾ زيد ۽ عمرو جي ڳالهين تي نہ لڳجي، چو تہ اسان لاءِ نبي ڪريم ﷺ جي تابعداري ضروري آهي. جيئن ارشاد خداوندي آهي:

وَمَا آتَاكُمُ الرَّسُولُ فَخُذُوهُ وَمَا نَهَاكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوا (الحشر:7)

[جيڪي ڪجھ توهان کي رسول ڪريم ﷺ ڏئي ته ان کي وٺو ۽ جنهن کان روڪي ته پوءِ اُن کان رڪجي وڃو.]

اسان مرشد حقيقي حضرت محمد ﷺ جي حڪم جا پابند آهيون ۽ اهو ئي ڪمال آهي جنهن جو خلاصو ظاهر ۽ ايمان جو مجموعو آهي گويا انهن ٻنهي ۾ پائپي ڪرڻي آهي.

هر مسئلي ۾ ايتري رعايت (۽ لحاظ) روا رکڻ گهرجي ته جيئن حقيقي صوفين جي پوئلڳن ۾ شامل ٿجي، ان کان سواءِ ڪو ڪمال ناهي. مڪمل / تمام تحقيق اها آهي، جيڪا (ڪتاب) 'خيالي' ۾ 'وللعبد افعال اختيارية' واري بحث هيٺ آيل آهي. 'اعلم أن المؤثر' يعني انهن جي فعل ۾ مؤثر / اثر انداز يا ته صرف الله جي قدرت ئي آهي ۽ ٻانهي طرفان بلڪل قدرت ناهي، اهو مذهب جبرين / جبريه جو آهي يا (تسليم ڪجي ته ٻانهي طرفان قدرت آهي، پر) ٻانهي جي قدرت جي ڪا به تاثير ناهي، اهو مذهب اشعرين / اشعريه جو آهي. معتزله جو چوڻ آهي ته ٻانهي کي قدرت آهي، الله طرفان ڪو به جبر / اضطرار ۽ ايجاب ناهي. فلسفين جو مذهب آهي ته ٻانهي جي افعالن ۾ الله تعالىٰ طرفان ايجاب آهي (يعني اهو ڪم لازمي طور ٿيڻو آهي) تخلف (ان جي ابتڙ ٿيڻ) منع آهي. اها ئي روايت امام الحرمين کان به آهي يا استاد ابواسحاق اسفرائنيءَ جو مذهب آهي ته اصل فعل ۾ ٻنهي (الله ۽ ٻانهي) جي قدرت مؤثر / اثر انداز آهي. قاضي ابوبڪر باقلانيءَ جو مذهب آهي ته اصل فعل ۾ مؤثر / اثر انداز الله تعالىٰ جي قدرت آهي، جنهن جي آثار تي ٻانهن کي اطاعت يا نافرماني سان موصوف ڪيو ويندو آهي.

## [6]

اوهان جي مسڪين عاشق (خواجه قاضي) احمد (دمائي) جي طرفان، عارف، عالم عامل، ڪامل فاضل ۽ ٻانهن ۾ افضل ۽ زاهدن جي سردار يعني مخدوم عبدالرحيم (گرهوڙي) جن ڏانهن الله سبحانهٗ وبرڪاتهٗ سندن حياتيءَ کي ڏگهو ڪري. جيڪي انهن ماڻهن مان آهن جن کي نه دنيا ۾ ڪو خوف آهي ۽ نه وري آخرت ۾ ئي غمگين ٿيندا، آمين.

انتهائي شوق سان لکيل سلامن کان پوءِ احوال ته خط موڪلڻ سان اُميد ته گهڻي خوشي ٿي هوندي، اهو ئي اسان جي اڳوڻن بزرگن جو طريقو آهي. شدت سان انتظار جي موقعي تي مليو، جنهن جي مطالعي سان خوشي ۽ فرحت حاصل ڪئي سون ۽ اسان جي دل جهومي پئي ۽ اکيون ٺريون.

**جَزَاكُمُ اللهُ سُبحَانهُ عَنَّا خَيرَ الجَزَآءِ**

[الله تعالىٰ اوهان کي اسان جي طرفان جزاءِ خير عطا فرمائي.]

اوهان جي اعلىٰ اخلاقن مان اُميد ڪجي ٿي ته پنهنجي نيڪ دعائن ۾ اسان کي نه وساريندا، خط موڪلي هميشه وانگر انتهائي محبت سان احسان ڪندا رهندا ته جيئن آئون اوهان جي سهڻن احوالن کان با

خبر رهي سگهان، چو تہ اهي ئي محبت جي سلسلي ۾ اضافي جو سبب آهن ۽ اهي ئي دوستن جي دلين کي پڻ خوش ڪندڙ آهن.

همه شب درين اُميدم کہ نسيم صبح گاهي
بہ پيام آشنايان بنوازد آشنا را

[هر رات جو اها اميد ٿو رکان تہ من صبح جو تڏڙي هير محبوبن جي پيغام سان عاشقن کي نوازي.]

**والسّلام عليڪم!**

جتي بہ هجو، خوش هجو، الله تعالیٰ اوهان سان گڏ آهي.

منهنجي طرفان حاجي محمد ۽ حافظ قاسم محمد کي گهڻي کان گهڻا سلام چئجو ۽ جيڪي (ماٺهو) مون وٽ آهن سي بہ انتهائي شوق ۽ ذوق سان سيئي مدرسي ۾ محبت وارا اوهان کي گهڻي کان گهڻا سلام عرض رکن ٿا.[1]

---

❖ (1) نوٽ: پهريان چار رقعات فارسيءَ ۾ ميان عبدالڪريم ڪتي ڏانهن لکيل قاضي عبداللطيف جوڻيجو جي بياض مان مليا آهن جيڪو بياض درگاهہ جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي. پنجون رقعہ اصل عربي ۾ سيد غلام مجتبيٰ شاهہ لکوي وارو درگاهہ قاضي احمد جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي ۽ ڇهون بہ اصل عربيءَ ۾ لکيل آهي، جيڪو 'سنڌ ڪي صوفياءِ نقشبند' جي مؤلف ڊاڪٽر ابوالخير محمد زبير ڏنو آهي، جنهن کي اهو درگاهہ قاضي احمد مان مليو هو.

(ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو)

# شوق نامہ

مرتب

خواجہ محمد صالح قريشي دمائي

سنڌيڪار:

ڊاڪٽر حافظ غلام محمد ڏاهري

تصحيح

ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو

# ديباچو

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

**صَلِّ عليٰ حضرت احمد کريم ﷺ**

**اَلحَمدُ لِلّٰہِ الذِي تَحَيّرَ غيرہٗ فِي کُنہٖ عَظمَتِہٖ وَکِبرِيَائِہٖ وتحيّاء قلوب المومنين لمحبتہ کمالہ و جعل اجساد العارفين مِر أۃ لِظهور ذاتہٖ وَ خص البشر مِن جميع مخلوقاتہٖ وَ عظمَ شانَ مُحَمَّدِن المُصطفيٰ ﷺ مِن جميع أنبِيائہٖ وَ قالَ لَولاکَ لَمَا خلقت الافلاک فِي حقّ شانِہٖ وَ شَرفنَا بِاَن جَعَلنَا اُمَّتہٖ مُحَمَّدِن المُصطفيٰ ﷺ المَبعُوثِ مِن قبلہٖ وَ الصَّلوٰۃُ وَ السَّلامُ عَليٰ رَسُولِہٖ مُحَمَّدٍ ﷺ وَ آلِہٖ وَ اصحابِہٖ اَفَاضَ اللّٰہُ عَلَينَا مِن فُيوضاتِهم، آمِين ثُم آمِين.**

سڀ ساراهہ الله تعاليٰ کي سُونهن هي ٿي، جنهن جي عظمت ۽ وڏائي جي انت ۾ ساري مخلوقات حيران آهي ۽ جنهن مؤمنن جي دلين کي ڪامل محبت لاءِ تيار ڪيو آهي. جنهن عارفن جي جسم کي پنهنجي ذات جي ظهور لاءِ آئينو بنايو ۽ ساري مخلوقات مان انسان کي خاص حيثيت ڏني اُتائين. حضرت مُحَمَّد ﷺ جن جي شان کي سيني نبين کان بُلند ڪيائين ۽ سندس حق ۾ فرمايائين ”اي منهنجا حبيب ڪريم ﷺ ! جيڪڏهن تون نہ هجين ها تہ آسمانن کي بہ پيدا نہ ڪيان ها .“ ۽ حضرت مُحَمَّد ﷺ کي پنهنجي طرفان اسان ڏي رسول ڪري موڪليائين. اسان کي سندس اُمتي ڪري شرف بخشيائين ۽ صلواتون ۽ سلام سندس پياري رسول حضرت مُحَمَّد ﷺ تي ۽ سندن اولاد ۽ اصحابن تي هجن. شال! الله تعاليٰ اسان سيني کي سندن فيوض و برڪات مان فيضياب ڪري. آمين ثم آمين.

حمد ۽ صلواۃ کانپوءِ الله تعاليٰ ۾ اميد رکندڙ، الله تعاليٰ جي ٻانهن ۾ سڀ کان وڌيڪ ضعيف فقير محمد صالح قريشي چوي ٿو تہ هيءُ رسالو '**شوقنامه**' آهي، جيڪو حضرت قدوۃ الاولياء (ولين جي اڳواڻ)، امام الاصفياء (برگزيده شخصيتن جي اِمام)، سيد المحققين (محققين جي سردار)، برهان المدققين (مدققن جي دليل)، المتخلع بخلعتہ القيوميہ (قيوميت جي درجي کي پهتل)، المشرف بِشرف الولايتہ الاصليتہ (اصلي ولايت جي شرف سان نوازيل)، وارث الانبياء بالوراثتہ المعنويتہ (نبين جي معنوي ورثي جو وارث)، هادي اندراج النهايتہ في البدايتہ (انتها کي ابتدا ۾ درج ڪندڙ رهنما)، واقفِ اسرار المتشابهات (متشابهات جي رازن جي واقف)، عالمِ رموز المقطعآت (مقطعات جي رمزن جي عالِمَ)، مطلع الانوار الالهيتہ (خدائي نُورن جي مظهر)، المتحقق بالولايتہ الخاصتہ المحمديتہ (خاص محمدي ولايت سان سرشار ٿيل)، المشرب خليفتہ خاتم الانبياء (خاتمُ الانبياٰءِ جي خليفي وارو مشرب رکندڙ) جا فرمودات آهن.

آنکہ نامش بزُبان بُردنم از بي ادبي است
گرچہ ذرّاتِ تنم جملہ بنامش گويا است

[سندس نالو مبارڪ زبان سان وٺڻ بي ادبي آهي، جيتوڻيڪ منهنجي بدن جا سمورا عُضوا
سندس نالو مبارڪ وٺندڙ آهن.]

ليڪ زِ آنجا ڪہ زبان نيز سعادت طلب است
گر بہ اين نام شريفش نرسانم زِ جفا است

[پر جنهن وقت زبان بہ نيڪ بختيءَ جي طلبگار هجي تہ ان وقت مان اهو نالو مبارڪ زبان تي
نہ آندو تہ اهو ظلم (يا انڌير) آهي.]

قطب حق، هادي دين، حضرت احمد امجد
آنکہ پيشش بہِ تواضع قدِ افلاڪ دُوتا است

[اهو حق جو قطب، دين جو رستو ڏيکاريندڙ حضرت (خواجہ قاضي) احمد (قريشي دمائي)
سڳورو آهي، جنهن جي اڳيان آسمان جو قد بہ جهڪيل يعني جامڙو آهي.]

**شال!** الله تعالىٰ سندن رهنمائي ڪرڻ واري پاڇي ڪي، اسان ۽ جهان ۾ جدا جدا جاين تي رهندڙن سيني ماڻهن تي سدائين قائم رکي ۽ اسان کي حضرت محمّد ﷺ جي صدقي سندن نورانيت مان فائدو پهچائي.

پاڻ حرمين شريفين زادهما الله شرفاً وتعظيماً جو سفر گهڻي محبت، ذوق ۽ شوق جي ڪري پيادل ڪيو هُئائون. هيءُ نسخو (ڪتاب) نثر ۽ نظم تي مشتمل آهي، جنهن جي هن ڪوتاهين سان پريل فقير، ٿورڙي علم واري (خواجہ محمد صالح قريشي) پنهنجي سمج ه ه مطابق ڪن بيتن جي مٿان لفظ 'اَقُولُ' سان مختصر طور ڪي مخفي راز ظاهر ڪيا آهن، جيتوڻيڪ (ڪتاب ۾ آيل) هر هڪ بيت ۽ لفظ مخفي رازن جي خزاني جي هڪ کاڻ آهي ۽ اڻ لپ گوهر ۽ اڻ پُوتل موتي آهي ۽ نبوت جي روشنيءَ جي درياءَ جو هڪ چراغ آهي ۽ هر هڪ اک جي نظر تيز ڪرڻ لاءِ ماڻڪي ءَ جي مثل آهي ۽ هر هڪ سُست کي قُوت ۽ طاقت بخشيندڙ آهي. پر هيءُ فقير طبيعت جي ناسازي، بلغم جي گهڻائي ۽ ڪجھ تدريس جي مشغوليءَ جي ڪري هنن بعض رمزن تي 'اَلقَطرَۃُ يُنبيءُ عَنِ البحرِ العميق' يعني پاڻيءَ جو هڪ قطرو سمنڊ جي اونهائي ٻڌائيندو آهي ۽ "لَقَلِيلُ يَدُلُّ عَلَي الكَثِير" يعني ٿوري شيءِ گهڻيءَ تي دلالت ڪري ٿي. مطابق اختصار ڪيو ويو آهي ۽ انهن رمزن بيان ڪرڻ دؤران (هن ڪتاب ۾) حضرت هادي اندراج النهاية في البداية (خواجہ قاضي احمد دمائي) ڏانهن لفظ "حضرت ايشان جيو" سان خطاب ۽ اشارو ڪيو ويو آهي، جنهن کي چڱيءَ طرح ياد رکڻ گهرجي.

وعَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَإِلَيْهِ أُنِيبُ (هود: 88) حَسْبُنَا اللهُ وَنِعْمَ الْوَكِيلُ
(آل عمران: 173)

[الله تعالىٰ جي ذات تي ڀروسو ڪيو اٿم ۽ انهيءَ ڏي ئي موٽڻو آهي، مون لاءِ الله تعالىٰ
ڪافي ۽ چڱو ڪار ساز آهي.]

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

**سپاس وستايش مر قادريرا ڪہ تصريف دلهائي ايمانيان بسمت اڪمال واجلال واجمال قدرت خويش نموده ست و ابر رحمت ايزدي بصفات سرمدي بر ذات سرورِ ڪائنات ﷺ تا ابد اقطار بارنده فرموده است.**

[سڀ ساراهہ تنهن قادر مطلق کي سُونهي ٿي، جو مؤمنن جي دلين کي اِڪمال، اِجلال ۽ اِجمال ڏانهن ڦيرائڻ سندس قُدرت ۾ آهي ۽ جنهن جي رحمت جو ڪَڪَرُ دائمي صفتن سان سرورِ ڪائنات حضرت مُحَـمَّد ﷺ جن جي ذاتِ گرامي ٴ تي سدائين وَسندڙ آهي.]

حمد ۽ صلواة ڪانپوءِ ٻانهو پريشان حال، پالڻهار ۽ بخشڻ هار جي رحمت جو محتاج احمد پٽ محمد صديق سنڌي چوي ٿو تہ جڏهن منهنجي دل جدائي ٴ جي ڏکن ڪان اٺواقف ۽ عيش وعشرت ۾ آرامي هُئي ۽ دنياوي طرف جي علمن جي مشغولي ٴ ۾ جَلوه نما هُئي، تڏهن زماني جي سيني حادثن ۽ فتنن ڪان دل آزاد هُئي، پر ذِي سَلَم (حضور اڪرم ﷺ) جي پاڙي ڪان جُدائي ٴ جي ڪري غم ۽ ڏُک جي وادي ٴ ۾ محبوب جي محبت واري اُجري پاڻي ٴ لاءِ اُڃايل هُئي، تانجو محبوب جي روحاني باغ جي خوشبوءِ جيڪا محبوب جي رهڻ جي جاءِ مديني شريف مان اچي ٿي، سا دل ۾ داخل ٿي وئي.

مرا بود سوزي ز هجران يار
تنم پيچ بر پيچ رگها چو مار

[مون کي يار جي جدائي ٴ جي ڪري ايترو تہ ڏُک ۽ صدمو پهتو آهي جو سمورو بدن وَر وَڪڙ ۽ رڳون نانگ وانگر ڏسڻ ۾ اچن ٿيون.]

نَہ پيچي ڪہ گردد بِداروئي بِہ
مگر يار گر باشدم وصل دِه

[اِها اهڙي بيماري نہ آهي جيڪا دوا سان ختم ٿئي، پر جڏهن يار جو وصال نصيب ٿئي.]

انهي ٴ حالت ۾ هر قسم جا ڏک، تڪليفون ۽ جدائي برداشت ڪري علم جي مشغولي ٴ ۾ وينو هوس تہ بادِ صبا (صبح جي هير) سَلَم جي پاڙيسري يار (محبوب ڪريم ﷺ) جي سر زمين جي خوشبوءِ، جُدائي ٴ جي قَتيل عاشق جي دِل تي آٽي پهچائي. بس فقط يار جي خوشبوءِ پهچڻ سان اڳئين حال کي مٽائي، سمورا لاڳاپا ٽوڙي وطن کي ڇڏڻ لاءِ تيار ٿيس.

زِ نوري تجلي همان يار من
دلم شد بِہ جوشش ز امڪان من

[انهي ٴ يار جي نور جي روشني ٴ جي ڪري منهنجي دل ۾ پاڻ وڏيڪ جوش جو امڪان پيدا ٿيو.]

مرا نيست يارا کہ دست آورم

کہ غاريد جانم زِ من دلبرم

[منهنجو وس نٿو هلي جو وڃي پنهنجي محبوب وٽ پهچان جيڪو منهنجي دل کسي کڻي ويو آهي.]

زِ سوزِ هوائي دلارام من

تپيده دلم آه بر حال من

[آئون پنهنجي محبوب جي خاطر پيو سڙان ۽ دل پڄري پئي، آئون پنهنجي حال تي آه و زاري پيو ڪريان.]

زِ سوزِ هوايش چنان مست دل

کہ اسکار ديگر همه در خجل

[سندس يادگيريءَ ۾ دل ايتري تہ مست آهي، جو ٻيا سڀ نشا انهيءَ جي مُقابلي ۾ شرمسار آهن.]

مطلب جڏهن دل قوت ۽ قبضي مان نڪري ثواب واري جاءِ (حرمين شريفين) جو ارادو ڪيو. جتي هڪ گهڙي رهڻ سال جي (ثواب) برابر آهي، تڏهن هڪ ٻن ڏينهن ۾ مدرسي وارن، مٽن مائٽن، ڳوٺ وارن ۽ ٻين وطن جي دوستن کان موڪلائي چئن مهربان رفيقن سان گڏ، جيڪي هر وقت هم سفر رهيا. انهيءَ بابرڪت سفر جي راهہ ۾ قدم رکي وطن ڇڏيم.

تذکر حبيب است مونس بہِ من

بہِ جُز يار کس نِيست در خانه من

[دوست جي يادگيري منهنجي وِندُر ۽ ورونهن آهي، يار کانسواءِ ٻيو ڪو بہ منهنجي اندر ۾ نہ آهي.]

از آنگہ کہ خور تاب شد در تنم

زِ اِحراقش از غير فارغ تنم

[جڏهن سندس سُورن جي تپش ۽ روشني منهنجي جسم ۾ پهتي، تڏهن انهيءَ تپش ۽ ساڙي جي ڪري منهنجو بدن غير کان خالي ٿي ويو.]

بہِ زنجير شوقي مرا در کشيد

زِ وطن واقارب بہِ خود در کشيد

[سندس شوق جي زنجير مون کي گِهليو، جنهن وطن ۽ مائٽن کان ڇڪي وٽس پهچايو.]

بہِ دردِ جُدائي م هہ تابدار

قرار وجمعيت دلم خواب دار

[انهيءَ چمڪندڙ چنڊ جي فراق ۽ وڇوڙي سبب منهنجي دل ۾ سُڪون ۽ آرام اچي جاءِ والاري.]

چو لَابُدَّ شد پس سفر کردئيم
زياده سَقر گرچہ دانستيم

[جڏهن لاچار ٿي پيس تڏهن سفر ڪيوسين، جيتوڻيڪ دوزخ کان وڏيڪ تڪليف وارو سمجهيوسين.]

برائي خدائي شر هر دو کون
بِہ مقصودَ اصِلي رسانم بِہ عون

[خدا جي واسطي ٻنهي جهانن جي برائي ۽ شر کان پنهنجي مدد سان بچاءِ، مون کي اصلي مقصد تيپهچاءِ.]

يکي درد غُربت دگر دلفگار
ترحم بِہ ضُعفم ش هي تاجدار

[هِڪُ تہ مسافري جي تڪليف آهي ٻيو دل غمگين آهي، اي مديني جا شاھ ۽ تاجدار! منهنجي ضعيف حال تي رحم فرمايو.]

بِہ زودي بہ زُودي رسانم بِہ خود
کہ جُز قوتت کي توانم بِہ خود

[مون کي پاڻ وٽ جلدي ءَ کان جلدي پڄاءِ، تنهنجي طاقت کانسواءِ آئون پاڻهي ڪيئن پهچي سگهندس؟]

مضئ ما مضي ما مضئ محو کُن
[جيڪو گذريو سو گذريو، اڳيان گناھ معاف ڪر.]

❖ **آئون چوان ٿو تہ**جنهن شخص کي الله تعالىٰ ڪمال ۽ تڪميل تي پهچائيندو آهي، سڀ کان پهريائين ان جا سندس اڳوڻا گناھ معاف ڪندو آهي. ان کانپوءِ ڪيس هن وڏيءَ دولت ۽ دوستيءَ واري مرتبي سان نوازيندو آهي. اها دولت جيڪا جهان جي ڪجھ ڪامل مشائخن کي حاصل آهي بلڪ خاص ڪري هيءُ نقشبندي بُلند طريقو جنهن متا نهين مرتبي لاءِ مقرر ٿيل آهي، انهيءَ درجي تي پهچڻ جو شرف بخشي ٿو، ڇو تہ اهو ٻين طريقن کان نادر ۽ الڳ آهي.

برين رمز حالي م هي گوش کن
موافق بِہ رمزم تو رمزي بِزَن

[هن موجوده اشاري ڏانهنگهڻو ڌيان ڏي، منهنجي ڳجهه ۾ اندرين اشاري کي سمجهي، تون به اها رمز اختيار ڪر.]

❖ **آئون چوان ٿو ته:** انهن رمزن مان مراد اُهي اشارا آهن جيڪي هتي لکيا ويندا.

منهنجي وطن ڇڏڻ جو مقصد به اهو ئي آهي ته جڏهن به رمزون هڪ جاءِ تي گڏ ٿين ته دُنيا هجي يا آخرت سڀ وسري ويندئون آهن.

❖ **آئونچوان ٿو ته:** هن تجليءَ مان مراد اها ذات خالص آهي، جيڪا صفتن، اسمن، ۽ شُيُونات (حالتن) جي اعتبار کان خالي هُجي. انهيءَ تجليءَ جي ظاهر ٿيڻ سان مَاسِوَا جو شهود ختم ٿي وڃي ٿو. ۽ انهيءَ تجليءَ کي هر شيءِ کي ساڙيندڙ تجلي چون ٿا. عين ۽ اثر جو زوال به انهيءَ جو مطلب:

**اِذَا جَآءَ نَهَرُ اللهِ بَطَلَ نَهَرُ عِيسَىٰ**

[جنهن وقت الله جي نهر ايندي، تڏهن عيسىٰ جي نهر ختم ٿي ويندي.]

جي قول مطابق آهي. پوءِ تون سمجھ ه رَکُ گويا جڏهن معشوق عاشق سان بِٺُ يا گڏ هُجي.

❖ **آئون چوان ٿو ته:** انهيءَ سِڌائيءَ مان مراد مقامِ رضا آهي، ڇو ته انهيءَ مهل نفس اماره رضا تي راضي رهڻ سکي ٿو ۽ انهيءَ ترقيءَ سان سيني جي ڪُلَڻ واري هنڌ تي پهچي حقيقي اسلام جو شرف حاصل ڪري ٿو ۽ سيني پنجن لطيفن سڀني جو رئيس ۽ اڳواڻ ٿئي ٿو.

**خِيَارکُم فِي الجَاهِلِيَّةِ خِيَارُکُم فِي الاِسلَامِ**

[توهان منجهان جيڪو جاهليت واري زماني ۾ نيڪ هو، اهوئي اسلام آڻڻ کان پوءِ به پلو ۽ نيڪ آهي.]

جاڻڻ گهرجي ته، نفس کي فنا ڪرڻ وارو آخري درجو 'ولايت ڪُبرىٰ' سان مخصوص آهي، جيڪا نبين سڀني جي ولايت آهي. ولايت صُغرىٰ ولين جي ولايت آهي. جيستائين نفس اماره جيڪو 'عالَم خَلق' مان آهي، پنهنجي بُڇڙائيءَ ۽ شرارت مان باهر نٿو نڪري تيستائين اها ولايت سمورن لطيفن سڀني کي جن جا اُصولَ 'عالَم اَمر' مان آهن پاڻ ڏي نٿي ڇِڪي، گويا جيستائين حقيقي اسلام ۽ اطمينان سان شرف وارو ٿئي ۽ ڇگن ڪمن ڏانهن سڏيندڙ ٿئي. نبي ڪريم ﷺ فرمايو آهي:

**لَن يُّؤمِنَ اَحَدُکُم حَتىٰ يَکُونَ هَوَاهُ تَبَعًا لِّمَا جِئتُ بِهٖ**

[توهان مان ڪو به ماڻهو تيستائين ڪامل مؤمن نٿو بنجي، جيستائين پنهنجي خواهشن کي منهنجي ڪيل امر جو تابع نٿو بنائي.]

هن بيان جي تحقيق بابت هن تنگ ميدان ۾ گنجائش نہ آهي، وڌيڪ تحقيق لاءِ توکي امام رباني مجدد الف ثاني (قدس سره) جي مڪتوبات شريف کي مطالع ڪرڻ گهرجي. ان کان وڌيڪ ٻيا بہ ڪمالات آهن انهن مان ڇا بيان ڪجي؟ جيڪي ڪجهہ بيان ڪيل آهي ان جي بہ ڄاڻ نہ آهي.

❖ **آئون چوان ٿو تہ:**بلڪ ڪِرامًا ڪاتبين بہ انهيءَ رمز کان بيخبر آهن، ڪهڙو نہ سٺو چيو اٿن:

ميان عاشق و معشوق رمزيست
کرامًا کاتبين را هم خبر نيست

[عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ اهڙي رمز آهي جنهن جي 'ڪرامًا ڪاتبين' کي بہ خبر نہ آهي.]

اهڙيءَ طرح اها ڳالهہ حديث سان بہ ثابت آهي.

سوال: جيڪڏهن ڪو ماڻهو اعتراض ڪري تہ انسان جي دل ۾ جيڪو ڪجهہ ٿيندو آهي ان کان ڪرامًا ڪاتبين ضرور واقف هوندا آهن، جيئن حديثن سان اها ڳالهہ ثابت آهي. ڇا پوءِ مٿي ذڪر ڪيل دل واري رَمز تي بہ واقف هوندا؟

جواب:اها اهڙي رمز آهي جنهن جي دل ۾ بہ گنجائش نہ آهي بلڪ الله چوڻ جي بہ اُتي گنجائش نہ آهي. هتي عبارت جي تنگيءَ مان مراد 'هَيهَاتَ هَيهَاتَ' (پري آهي پري آهي) آهي جنهن لاءِ هيءُ بيت شاهد آهي.

به خدا گويمت اي دوست! نَه حُورونَه پري
اين همه بر تو حجاب اند تو چيزي دگري

[**اي دوست!** توکي نہ خدا، نڪي توکي حُور ۽ پري چوندس، اُهي سموريون وصفون تولاءِ پردو آهن، تون تہ ڪا شيءِ ٻي آهين.]

اهو سراسر راز آهي، جيڪڏهن اسان اهو راز ظاهر ڪنداسون تہ ماڻهن جا ڳلا وَڍِيا ويندا ۽ اهو راز ظاهر ڪرڻ خاص ۽ عام ماڻهن جي خلل جو سبب بنجي پوندو.

همين سِر مخفي همه لذت است
زِ پيشش لذائذ همه هيچ است

[اهو راز سمورو لذت وارو آهي. ان جي اڳيان ٻيون سموريون لذتون گهٽ آهن.]

همين سِرُّ مخفي همان نکته است
کہ ارض وسماها درو داخل است

[اهو ڳجهہ و راز اصل ۾ اهڙو نُڪتو آهي، جنهن ۾ زمين ۽ سڀئي آسمان داخل آهن.]

❖ **آئون چوان ٿو تہ:** انهيءَ نقطي مان مراد، هڪ ٻيو نقطو آهي جيڪو سيني نقطن کان مٿي آهي. ۽ انهيءَ جا نُقطا، هن نقطي جي پاڇي وانگر آهن ۽ هيءُ نقطو سيني شين کي اهڙيءَ طرح مُحيط آهي جو زمين ۽

آسمان انهيءَ جي مقابلي ۾ ائين آهي جيئن دريا ه سان هڪ ڦڙي ۽ قطره جي نسبت آهي. بلڪ اها نسبت بہ غير موجود آهي ۽ اصلي وحدت الوجود وارن جي راءِ موجب الله تعاليٰ جي ذات سڀني شين جو عَين آهي. ان باري ۾ تسلي ڏيارينڙ دليل، حضرت امام رباني مجدد الف ثانيءَ جي مڪتوبات شريف ۾ بيان ٿيل آهن اُتي وجي ڏِسُ.

جاڻڻ گهرجي تہ جڏهن ڪنهن عارف کي منزلون طئي ڪرائڻ چاهيندا آهن تہ سندس ڪم کي انتها تائين پهچائي هدايت ۽ رهنمائي طرف نزول ڪيو ويندو آهي ۽ قديمي انوار جو شعلو سندس قلب ۾ نقطي وانگر هويت جي غيب جي دَريءَ مان آٽي رکندا آهن ۽ انهيءَ نور کي بقا آهي جيڪو وجوب جي مرتبي کان ايندڙ آهي ۽ طالبن کي بہ انهيءَ رنگ سان رڱي ٿو، جنهن رنگ سان سالڪ پاڻ رڱيل آهي. پوءِ جيستائين اهو عارف زنده آهي، انهيءَ مليل شعاع جي ڪري خوش آهي، ائين ڪُليءَ جي مقابلي ۾ جُزئيءَ تي قناعت ڪري ٿو.

اصل ڳالهہ ڏانهن هلون ٿا ۽ چئون ٿا تہ جڏهن ڪنهن عارف کي اها شيءِ ملڻ مقصود هوندي آهي تہ انهيءَ کي اها شيءِ رحلت واري وقت ۾ ڏئي پوري ڪئي ويندي آهي ۽ ڪيس اَللّٰهُمَّ اَلحِقنِي بالرَّفِيقِ الاَعليٰ [اي منهنجا الله ! مون کي اعليٰ رفاقت ۾ پهچاء] جو آواز ايندو آهي ۽ هن حديث موافق:

**”اَلمَوتُ جَسرُ يُوُصِلُ الحَبِيبَ اِلَي الحَبِيبِ“**

[موت هڪ پُل جي مثال آهي جيڪو دوست کي دوست سان ملائي ٿو.]

تڏهن هو مڪمل طور ذات پاڪ ڏانهن متوجہ ٿئي ٿو گويا جُزوي شهود کان واندو ٿي ڪُلي جي ميدان ۾ ڪُڏي پوندو آهي پر جيڪڏهن هو اتي انهن مليل چند خاصيتن مان جن سان سالڪ ممتاز آهي، ڪجهہ بيان ڪندو تہ ويجهو هوندي دوُري تلاش ڪندو ۽ جيڪڏهن واصل آهي تہ جدائي جي طلب ڪندو.

نبوت نبيان ازين نکتہ شد
ولايت وليان ازين نکتہ شد

[هن نُڪتي جي ڪري نبيّن کي نبوت ملي، انهيءَ نُڪتي جي ڪري وليّن کي ولايت ملي.]

همه را محيط است اين نکتہ
همه کُتُب مُنزل ازين نُکتہُ

[سڀني شين کي هيءُ نڪتو مُحيط آهي، هن نُڪتي جي ڪري سمورا ڪتاب نازل ٿيا آهن.]

چو بر آسمان     ها زمين وجبال
خدا کرد تکليف صاحب جلال

[انهيءَ ڪري خدا تعاليٰ آسمانن، زمينن ۽ جبلن جي مقابلي ۾ ڪنهن کي صاحبِ جلال بنايو.]

که این نکتۂ برشما مي نِ هم
همین دُرّ مکنون شما را دِهم

[هيءُ نُکتو توهان وٽ عرض رکان ٿو، هيءُ مخفي موتي اوهان کي ڏيان ٿو.]

زِ برداشت آن همه عاجز شدند
زِ ثقلش بہِ درگاه نالان شدند

[انهيءَ جي کڻڻ کان سمورا عاجز ٿيا ۽ انهيءَ ڳري بار جي دان هن رَبُّ العزت جي درگاهہ ۾ کيائون.]

عَرَضنَا الامانۃَ همین سِرُّ هست
مَراتب بہِ درگاه زِ این سِرّ هست

[امانت جي آچَ جو اهوئي راز آهي، خدا جي درگاهہ ۾ (ولايت جا) مرتبا انهيءَ راز جي ڪري آهن.]

❖ **آئون چوان ٿو تہ:** انهيءَ امانت مان مراد هن آيت سڳوريءَ ڏانهن اشارو آهي:

**إِنَّا عَرَضْنَا الْأَمَانَةَ عَلَى السَّمٰوٰتِ وَالْأَرْضِ وَالْجِبَالِ فَأَبَيْنَ أَنْ يَحْمِلْنَهَا وَأَشْفَقْنَمِنْ هَا وَحَمَلَهَا الْإِنْسَانُ إِنَّهُ كَانَ ظَلُومًا جَهُولًا**

(احزاب: 72)

[بيشڪ اسان آسمانن، زمينن ۽ جبلن کي امانت کڻڻ جي آڇَ ڪئي، پوءِ اُنهن ان جي کڻڻ کان عاجزي ڏيکاري ۽ ان کان ڊڄي ويا ۽ انسان ان کي کڻي ورتو، بيشڪ اهو انسان پنهنجي جان کي سخت تڪليف ۾ وجهڻ وارو وڏو نادان آهي.]

جاڻڻ گهرجي تہ سير، سُلوڪ ۽ جذبي مان مراد اها ئي امانت آهي نہ تجلي، نہ شهود، نہ لذت، نہ فنا، نہ بقا، بلڪ اها امانت ٻيو امر آهي. ڪتاب 'فتح الفضل' ۾ فرمايل آهي تہ:

**المَطلُوبُ عِندَنَا لقمة لَا يَسَعَهُ الفَمُّ**

[اسان وٽ مقصود اهڙو لُقمو (گِراهہ) آهي جنهن کي وات سمائي نہ سگهي.]

بلڪ اهو سمجهہ ۽ وري سمجهہ.

چو ختم الرسل عین آن سِرُّ شُد
لِهٰذا مخاطب بہِ لَولَاک شُد

[جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ انهيءَ راز جو عين ٿيا، انهيءَ ڪري ڪين 'لَولَاکَ' جي لقب سان خطاب ڪيو ويو.]

لِهٰذا سِرّي همه رُسُلُ هَا شُده
چہ عرش و چہ کرسي فراتر شُده

[انهيءَ ڪري پاڻ سڀُورا سيني رسولن جو راز ٿيا، ڇا عرش؟ ڇا ڪرسي؟ ڪانئس گهٽو گهٽ ٿيا.]

وڏيڪ هن راز ۾ ڪهڙيءَ طرح گهوڙو ڊوڙايون؟

❖ **آئون چوان ٿو تہ:**هن راز مان مراد 'ذات بَحُت' آهي، جيڪا صفتن ۽ شُيوناتجي اعتبار کان خالي آهي ۽ لفظ 'فرس' (گهوڙو) ڪنايو آهي. يعني فقط خالص ذات پاڪ انهيءَ حيثيت سان تہ 'هَي هَي' يعني آهي آهي. اها 'ذات مُجرد' آهي جيڪا فهم، فڪر خيال ۽ وهم جي اِحاطي کان ٻاهر آهي.

ان باري ۾ خيال جي طاقت اڳتي ڪيئن هلايون؟ جو انهيءَ حيثيت سان تہ اها ذات مجرد آهي. ان ۾ جيتري بہ اڳتي نظر وڌائبي تہ اُن ۾ حيرت، بي خبري، بي سمجهائي، بساطت ۽ بي جهتي وڌندي.

**اِنَّ اللهَ اَقرَبُ فِي الوُجُودِ وَاَبعَدُ فِي الوُجدَانِ**

[بيشڪ الله تعاليٰ موجود جي لحاظ کان تمام گهڻو ويجهو آهي، مگر سمجهڻ ۽ پروڙڻ جي لحاظ کان تمام گهڻو پري آهي.]

ان جي وضاحت هن طرح آهي تہ هر شخص جي پهچڻ جي صلاحيت ۽ قابليت الله تعاليٰ جي 'اَسمَاءُ الحُسنيٰ' تي منحصر آهي. پوءِ جڏهن ڪو شخص پنجن لطيفن قلب، رُوح، سِرُّ، خَفِي ۽ اخفيٰ کان مٿي چڙهي اصل الاصل ڏانهن وڌي ٿو تہ اهو شخص انهيءَ اسم مبارڪ جي وسيلي جنهن جي ڪيس صلاحيت آهي پهچي ٿو ۽ 'اَخفَيٰ' جي پڇاڙي انهيءَ اِسم مبارڪ تائين آهي جنهن جو رَبُّ آهي. انهيءَ اسِم مُبارڪ کان مٿي ڪو عروج نہ آهي ۽ اِتي 'ولايت صُغريٰ' جي پڇاڙي آهي ۽ انهيءَ پڇاڙيءَ تائين پهچندڙ شخص کي 'مُريد' چئبو آهي. پر جڏهن پنهنجي صلاحيت ۽ قابليت مطابق اتي پهچڻ کان پوءِ ڪامل مُرشد جي مدد ۽ حضرت مُحَـمَّد مصطفيٰ ﷺ جي تابعداري ڪرڻ جي طفيلي ۽ صدقي بلڪ خدا تعاليٰ جي فضل وڪرم سان هن جاءِ کان مٿي ترقي ڪري پرواز ڪندو تہ اهو پرواز خيالي ٿيندو. ۽ سندس نالو 'مُراد' ٿيندو ۽ هن ترقيءَ جي حاصل ڪرڻ تائين اهو شخص مرشد جو محتاج هوندو، باقي هن ترقي ۽ درجي حاصل ڪرڻ کانپوءِ مرشد جي ضرورت نہ پوندي اٿس ۽ مُريديءَ جي نالي کان آزاد ٿي مُراد يعني حق تعاليٰ سان مُشرف ٿيندو آهي. هن درجي کان مٿي خُود بِخوُد (پاڻهي) الله تعاليٰ جي عنايت سان وقت بوقت بي انتها ترقي حاصل ڪندو رهندو ۽ جيترو بہ مٿي نظري عُروج ۽ پرواز ڪندو ايترو 'بسط' ۽ 'جهل' ۾ ويندو ۽ مٿي وڃڻ ڇتو ۽ پٽرو ٿي پوندو آهي. اتي 'ذَاتِ بَحُت' ملحوظ ٿيندي، ان جي برعڪس ولايت ۾ 'ذات مجرد' ملحوظ نہ آهي.

چاٽڻ گهرجي تہ جيئن سيني اُمتن لاءِ عروج نظري هوندو آهي اهڙي ءَ طرح انبياء عليهم السلام لاءِ بہ عُروج نظري ۽ خيالي آهي جو تہ 'ڪمالات نبوت' اُن جو نالو آهي ۽ جڏهن سالڪ انهن نبين سڀُورن جي وسيلي سان پنهنجي صلاحيت کان مٿي لنگهي مُجمل نموني سان شُيونات ۽ اعتبارات کان نظر

هتائي 'ولايت ڪُبرىٰ' تائين پهچي ٿو، جيڪا نبين سڳورن جي ولايت آهي تہ اهڙن سالڪن کي انهن نبين سڳورن جي نبوي ڪمالات واري نظري عُروج مان بہ گهڻو ڀاڱو حاصل ٿئي ٿو ۽ هن جاءِ ۾ فقط 'جهل' ۽ حيرت آهي. اها حيرت خدا تعالىٰ جي ذات بابرڪات جي عظمت ۽ وَڏائي بابت آهي. باقي نوراني پردن متعلق نہ آهي. ڇو تہ نوراني پردا انهيءَ وقت مڪمل طور ڪنيا وڃن ٿا ۽ اها لاَ عِلمي ۽ بي سمجهي خدا تعالىٰ جي ذات مجرد جي عظمت بابت خود عين 'دراڪ' آهي، جيئن حضرت ابوبڪر صديقؓ جو فرمان "اَلعِجزُ عَنِ الادِرَاکِ اِدْرَاکٌ" (يعني اِدراڪ کان عاجز ٿيڻ خود اِدراڪ آهي) هن معنىٰ جي تائيد ڪندڙ آهي.

جاڻڻ گهرجي تہ هن تقدير مطابق 'سير الي الله' اسم مبارڪ جي پڇاڙيءَ تائين سير ڪرڻ آهي جيڪو سالڪ جي شروعات آهي ۽ ان اسم مبارڪ کانپوءِ 'سير في الله' جي شروعات ڪندو آهي. پر جڏهن اهو 'ذاتِ بَحُت' ۾ نظر ڪندو، جيڪا اعتبارات ۽ شُيُونات کان خالي آهي تہ هلاڪت ۽ فنائيت کي ل هندو ۽ اهو مَقام نظري فنائيت ۽ هلاڪت وارو سيني لاءِ ڪافي آهي. انهيءَ فنائيت کي پهچڻ سان خدائي سير يعني 'سير في الله' پورو ٿئي ٿو. هن قدسي حديث شريف موجب:

"مَن قَتَلتُہٗ فَاَنَا دِيَتُہٗ"

[جيڪو منهنجو ڪنل آهي اُن جو عيوض يا خون بهاآئون پاڻ آهيان.]

قرآن شريف ۾ آهي:

إِنَّ اللهَ لَا يُخْلِفُ الْمِيعَادَ

(آل عمران: 9)

[بيشڪ الله تعالىٰ وعده خلافي نٿو ڪري.]

انهيءَ آيت مطابق عارف کي 'ذاتِ مجرده' جيڪا وجوب جي دائري جو مرڪز آهي وارو شُعلو ڏئي 'سير بِاللهِ عَنِ اللهِ' کان هدايت ۽ رهنمائيءَ جي طرف لاهيندا آهن. انهيءَ شعلي سبب عارف جو سمورو بدن رڱجي پوندو آهي ۽ سالڪ جي دل اهڙي دريا ه جي مثل ٿي پوندي آهي، جنهن جي ڪا بہ انتها ۽ پڇاڙي نہ هُجي ۽ سموري جهان کي مُحيط ۽ گهيرو ڪندڙ هُجي، پر اهو دريا ه، جميل برف وانگر هوندو آهي. ان کان پوءِ اهو عارف 'سير في الله' جي طريقي سان لطيف کان لطيف تر مرتبن تائين يا جيستائين خدا تعالىٰ گهري وڌندو رهندو آهي ۽ جيتري تيز نظر وجهندو، اوترو لطائف ۾ وڌيڪ اندر ويندو.

حاصل مطلب، جيڪڏهن اهو عارف ڪنهن شخص ڏي متوجہ ٿيندو ۽ اهو شخص بہ انهيءَ بزرگ ڏانهن متوجہ ۽ معتقد هجي تہ پوءِ جيتريقدر توجہ ۽ اعتقاد هوندس، اوتري روشني انهيءَ عارف شخص جي جميل درياه مان سندس عقيدتمند شخص جي دل ۾ ظاهر ٿيندي. پر جيڪڏهن اهو بزرگ ڪنهن شخص جي حال ڏانهنتوجہ فرمائي ٿو ۽ اهو شخص انهيءَ بزرگ ڏانهن متوجہ (۽ معتقد) نہ بہ هُجي، پر انهيءَ جي توجہ ڪرڻ کان انڪار نٿو ڪري يا خبر نہ اَٿَس، اُن صورت ۾ توجہ مطابق اوتري روشني ظاهر ڏسندو. پر پهرئين صورت ۾ اها دري ۽ روشندان تمام وڏي هوندي. پر جيڪڏهن اهو بزرگ ان شخص سان ڪنهن بہ هنڌ نہ ٿو

ملي ۽ ان شخص ڏانهنتوجہ بہ نٿو فرمائي يا اهو شخص ان بزرگ جي توجہ کان انڪار ڪري ٿو تہ انهن ٻنهي صورتن ۾ اُن شخص لاءِ بزرگ جو فيض بند ٿي ويندو.

**اللّٰهُم عافنا من كل خسران الدنيا والآخرة**

[يا الله ! اسان کي دنيا ۽ آخرت جي نقصان کان پناهہ ڏي.]

والله اعلم بِالصواب

جيتوڻيڪ هيءَ جاءِ گهڻي گفتگو ڪرڻ جي هُئي پر ديگھہ جي خوف کان ايتري تي اختصار ڪيو ويو.

كزين حال تا حال حيرانيم

[اسان هن حال کان ٻئي حال تائين حيران آهيون.]

❖ **آئون چوان ٿو تہ:** اها پريشاني ۽ حيرت انتها جي انتها آهي. جيڪا اهلِ نهايت يعني ڪامل درويشن جو مرتبو آهي ۽ ظاهر آهي تہ ان جو معاملو ڪافي عمدو ۽ عجيب آهي، جيڪو مڪاشفات ۽ ظاهر ٿيندڙ رازن کان بہ وڌيڪ آهي ۽ اهي بُلند همتن وارا بزرگ آهن جيڪي ڪنهن بہ قسم جي لذت ۽ شهود سان خوش نٿا ٿين ۽ ٻارن وانگر اکروٽ ۽ ڪِشمش تي خوش نٿا ٿين.

جيئن مولوي رومي فرمايو آهي:

اي برادر! بي نهايت درگهيست

بر هر آنچہ مي رسي بَر وي مايست

[اي ڀاءُ! اها انتها واري درگاهہ نہ آهي، تون جتي بہ پهچين، اتي بيهي نہ رهُ!.]

**اَلفَقرُ سِوَادُ الوَجهِ فِي الدَّارَينِ**

[فقر (فنا) ٻنهي جهانن ۾ منهن جي ڪاراڻ (خاتمو) آهي]

قرآن شريف جي آيت آهي:

**لَا تُدْرِكُهُ الْأَبْصَارُ وَهُوَ يُدْرِكُ الْأَبْصَارَ**

(الانعام: 103)

[انهيءَ ذات کي اکيون پروڙي نٿيون سگهن، پر اها ذات اکين کي پروڙي ۽ ادراڪ ڪري سگهي ٿي.]

اها آيت هن معنىٰ تي شاهد آهي. حضرت شيخ ابوبڪر شبليءَ کان نقل آهي تہ هڪ شخص کان ٻُڌائين جيڪو هن طرح چئي رهيو هو.

اَسئَلُ عَنسلمي ف هل مِن مُّخبِر

يَكُوَنُ لَهٗ عِلمٌ ل ها اين تتنزَّلَ

[مان پنهنجي سلمىٰ جي باري ۾ پڇان ٿو، آهي ڪو جيڪو ان جي باري ۾ ڪا ڄاڻ ڏئي ته اها ڪيڏانهن هلي وئي؟]

انهيءَ شخص زور سان نعرو هڻي چيو ته:

**وَاللهِ مَافِي الدَّارَينِ عَنهُ مُخبِرُ**

[خدا جو قسم ٻنهي جهانن ۾ اهڙو ڪو به شخص نه آهي، جنهن کي ڪا خبر هجي!]

اهو جملو به انهيءَ حال ڏانهن اشارو آهي ۽ انهيءَ گفتگوءَ جي رَمز ۽ رازُ آهي.

انسان، بي مثال خدا جي باري ۾ حيرت ڪانسواءِ ٻيو ڇا سمجهي سگهي ٿو؟ ۽ اها حَيرت نبوت جي ڪمالات سان مخصوص آهي جتان ڪامل تابعدارن کي به نبين سڳورن جي پيروي ڪرڻ ۽ وارث هجڻ جي ڪري گهڻو پاڱو حاصل آهي. ليڪن نُبوت ۾ ولايت جي اُبتڙ اصل ۾ اها تميز ڪجهي وجهي ٿي. انهن ٻنهي ڪماليتن جي فرق جو بيان هن نسخي جي آخر ۾ آندو ويندو. پر ڄاڻڻ گهرجي ته فنا ۾ فقط جهَل آهي ۽ بقا ۾ جهل ۽ علم (ٻئي) آهن. جيئن فرمايو اَٿن.

**اَلڪَامِلُ فَاقِدُ وّاجِدُ وَّجَاهِلُ عَالِمُ**

[ڪامل شخص گُم ڪندڙ ۽ ڳولي لهندڙ آهي اهو جاهل به آهي ته عالم به آهي.]

انهيءَ جُملي ۾ 'اِجتماع ضِدَّين' يعني ٻه ضد گڏ ٿيل آهن پوءِ معلوم ٿئي ٿو ته بقا، فناءُ الفنا کي پورو ڪندڙ 'مطلق فنا' آهي، باقي مطلق فنا جي خلاف نه آهي، جيئن عوام ۾ مشهور آهي. هن ڪان وڌيڪ تفصيل جي هتِ گنجائش نه آهي.

اگر در خانہ کس است
يک حرف بس است

[جيڪڏهن گهر ۾ ڪو هڪ به سمجهدار ماڻهو آهي ته ان لاءِ هڪڙو حرف ئي ڪافي آهي.]

هر آنکس کزين جام شربت چشيد
بہ شيرينيش دست ز دو عالم کشيد

[جنهن به هن پيالي مان شربت پيتو، پوءِ هو انهيءَ جي مناڻ ۽ مزي جي ڪري ٻنهي جهانن کي وساري ڇڏيندو.]

عجزنا، عجزنا، بيانش نشد
نہ تدقيق اين رمز ختمش نَشدُ

[عاجز ٿياسون، اسان عاجز ٿياسون، اسان ڪان بيان ٿي نه سگهيو، انهيءَ بيان جي اونهي رمز ختم ٿي نه سگهي.]

## فصل : پهريون

[ان بيان ۾ تہ خواجہ قاضي احمد مٿين بيتن وانگر عربي بيت چيا آهن.]

اذا جال الحب للمرء في فؤادهٖ
ماذا عليه الحقوق في امضائهٖ

[جڏهن محبت ماڻهوءَ جي دل ۾ پيدا ٿئي تہ پوءِ ان محبت کي برقرار رکڻ واسطي ڪهڙا حق آهن ؟]

وَاللهِ اخبرني ساداتنا
هل تكلف المحب في كتم اسرارهٖ

[خدا جو قسم مون کي اڳيان ويندڙن ٻُڌايو تہ ڇا عاشق کي راز مخفي رکڻ ۾ تڪليف پهچندي آهي ؟]

ولو تعذرت في حصول المرام
فكيف الحيلته لارضاءِ عشيقة

[جيڪڏهن مقصد حاصل ڪرڻ ڏکيو ٿي پوي تہ پوءِ محبوب کي راضي ڪرڻ جو ڪهڙو حيلو آهي ؟]

وان تفضلت بالوصال بعد حين
فمن اي شان يحكي بها من كل امة

[جيڪڏهن گهڻي وقت کان پوءِ وصال (ميلاپ) ٿئي تہ پوءِ ڪيس ڪهڙي حال جي حقيقت بيان ڪري ٻُڌائجي ؟]

انتم احرزتم قصبات سبق
في علم الحقائق مع كمالهٖ

[توهان اڳ ۾ پهچڻ جا اُصول گڏ ڪيا آهن ؟ جيڪي حقيقتن جي علم ۽ ڪمال جا ذريعا آهن.]

فتفضّلوا الجواب بعد سوال
سقاكم الله كاسًا من بحارهٖ

[توهان سوال کان پوءِ جواب ڏيو تہ الله تعالىٰ توهان کي پنهنجي رحمت جي دريا ه ن مان پيالو پياريندو.]

اذا وصلت بطيبة ارض حبيبنا
نفحت عبيرا واصلحت شاننا

[جڏهن آئون محبوب جي سر زمين تي پهچندس تہ خوشبوءِ واري هوا لڳندي ۽ اسان جو حال چڱو ٿي پوندو.]

قطعت البعد و بشرت بمرحلة
عسیٰ ان اقبل قدما لحصول مرامنا

[پراهون پنڌ ختم ٿي چڪو ۽ مون کي باقي هڪ منزل جي خوشخبري ملي آهي. اميد آهي تہ عنقريب پنهنجا مقصد حاصل ڪري قدم چمندس.]

لَا أُطِ يقُ البُعدَ بَينِي وَ بَينَ مَن اُحِبُّهٗ
مِثل بُعَدِ حَاجِب وَّ عِينَنًا

[آئون محبوب جي جُدائي برداشت ڪري نٿو سگهان، جيئن ڀرون اکين کان ذار نہ ٿا ٿي سگهن.]

مرامي من الوصال بحبيبي
ان يكون قريبًا كخافقينا

[محبوب جي وصال (ميلاپ) مان منهنجي مراد اها آهي تہ مون کي بالڪل قريب ۽ ويجهو هُجي.]

لعل يحكيني بسرة غير حاجب
ذكر الوصال شفآءُ لجريح فؤادنا

[شايد ڪو خوشيءَ سان بغير رڪ رڪاءَ جي هن جي ڳالهہ ڪري، ڇو تہ محبوب جي وصال جو ذڪر اسان جي زخمي دلين جي لاءِ شِفا آهي.]

ولو لَم اكن مفتنا بحبّ ليلا
لما اتبعت المشاق و ما حملت حولا

[جيڪڏهن آئون ليلیٰ جي محبت ۾ ڦاٿل نہ هُجان ها تہ نہ مشقتن ۾ پوان ها، نہ بار ئي کڻان هان.]

بنار الفراق سد جوع وراح عطش
و تحرق سواها و تجول الفؤاد جولًا

[جُدائي ۽ فراق جي باهہ بُک، اُڃ ۽ آرام سڀ ڪجهہ ساڙي ختم ڪري ڇڏيو آهي ۽ اندر جَلائي ڇڏيو آهي]

و سکر الحبيب يسخر الاسکار سواها
و ان من عِنَبِ وغيرهـا يصول صولاً
[محبوب جي محبت جو نشو سيني نشن کي تابعدار بنائي ٿو، توڙيڪڻي انگور جو هُجي.]
فللهِ اَخِلَّايَ لَا ارفُضُ سَبِيلَ ها
وان حبل دوني و دون ها وحولاً
[خدا جو قسم! آئون پنهنجي محبوب ۽ دوست جي واٽ هرگز نہ ڇڏيندس، توڙي جو انهيءَ جي ۽ منهنجي وچ ۾ جبل حائل ٿي وڃي.]
لَعَلَّ سَالِقِي عيانًا لحبيبي
وَ اَشرَبُ بعد المرام کاس الوصال عسولًا
[اُميد تہ آئون سگهوئي محبوب جو ظاهر ظهور ديدار کندس ۽ مقصد حاصل ڪرڻ کان پوءِ وصال جو پيالو پيئندس.]

## فصل : ٻيون

[انهيءَ حالت جي بيان ۾ جيڪا اشعار چوڻ وقت خواجہ قاضي احمد تي طاري ٿي.]

چگونہ کہ چشمت دگر گون شده
بہِ نَظَري زِ عَالَم فراتر شده
[تنهنجي اکِ جو رنگُ ڇا جي ڪري بدلجي ويو آهي؟ جو جهان وارن کي تنهنجي نگاهہ ڇڏي وئي آهي.]
همه جسم تبديل کرده زِحال
رُخ زرد باجوش سير جبال
[سموري جسم جي حالت مَٽِيل آهي، جبلن ۾ جوش وخروش سان پنڌ جي ڪري منهن پيلو پيل آهي.]
طبيعت نفيست برباد رفت
همه حال بر طبع شوريده رفت
[تنهنجي نازڪ طبيعت خراب ٿي وئي، سمورو حال ويچاري عاشق وارو ٿي ويو آهي.]
تُرا شور در سر همه بينم
چو برما بہِ جوش دلت بينم

[تنهنجي مٿي ۾ رڳو عشق ۽ جُنون ڏسان ٿو، باھ جي ديڳڙي وانگر جوش تنهنجي دل ۾ ڏسان ٿو.]

گر اين جوش بر کوه مکلا نِ هي
تو نامش سباط رمادي نِ هي

[جيڪڏهن هيءُ جوش نندي جبل تي رکندين ته اهو به ڇارُ (خاڪ) جو ڍير ٿي پوندو.]

دِلت مست از سکر جامِ حبيب
گواهان گفته بِہ جُز شک ريب

[محبوب جي پيالي جي نشي کان تنهنجي دل مست ٿي پئي آهي شاهدن شڪ ۽ شبهي کانسواءِ اها گواهي ڏني آهي.]

همين سُرخ چشمت زِ جامِ عشيق
همين جوش مستي زِ عشقِ عشيق

[وڏي عشق جي پيالي مان پيئڻ جي ڪري تنهنجون اکيون ڳاڙهيون ٿي پيون آهن، هي ءُ جوش ۽ مستي به گهڻي عشق جي ڪري ٿيو آهي.]

يکي ترک وطن و دگر جوش يار
بيانش نگُنجد تو کوتاه دار

[هڪ وطن جو وڇوڙو ٻيو يار جو جَوشُ (عشق) انهيءَ جو بيان ڪيترو ٿي سگهندو تون مختصر ڪَر.]

## ساڳي معنيٰ بابت عربي بيت

اَشهَدُ يَمينًا اَخِلَّايَ صِدقًا
قَد وَصَلتُ بَتَعذِيبِ الفِرَاقِ رَمَقًا

[اي دوستو! آئون قسم سان سچي گواهي ڏيان ٿو ته محبوب جي وڇوڙي واري عذاب جي ڪري آئون پوين پساهن کي پهتو آهيان.]

اَلفِرَاقُ نَارُ تُحرِقُ فُؤادًا
دَوَامًا هَکَذَا هُوَ خُلَقً وَّ خَلَقًا

[يار جو وڇوڙو اهڙي باھ آهي، جيڪا سدائين دِل کي ساڙي ٿي ۽ ان جو اثر سِيرت ۽ صورت ۾ به ائين آهي.]

قَد ابتَلِيتُ بِبَلاءِ الفِرَاقِ ربا
لَا اَرَىٰ کَمِثلِي فِيه غربًا وَّ شَرَقًا

[آئون وڇوڙي واري مصيبت ۾ گرفتار آهيان. آئون پاڻ جهڙي مصيبت ۾ قاتل، مشرق ۽ مغرب ۾ ٻئي کي نٿو ڏسان.]

هَوَاءُ الحَبِيبِ جمر في الفؤاد
حال من حالة زوبًا وَّ حرقًا

[محبوب جو عشق دل ۾ ٻرندڙ ٽانڊي جي مثال آهي، جنهن حالت ڦيرائي اندر ساڙي ڇڏيو آهي.]

يَا اَسَفىٰ عَلَىٰ فِراَقِ مِّن حَبِيبِ
اَسقِنِي حَقِيقَةً مِّنَ اللّٰهِ حَقًّا

[آئون محبوب جي وڇوڙي تي هاءِ هاءِ ڪريان ٿو، مون کي الله تعالىٰ جي واسطي حقيقي شربت پيار.]

# فصل : ٽيون

[اُهي فارسي بيتجيڪي حقيقي محبوب جي عشق ۽ وڇوڙي بابت چيل آهن.]

مرا سوز ياري زوطنم کشيد
دِلم بُرد با خود تنم شد مريد

[مون کي يار جي عشق پنهنجي وطن کان ڇڪي آندو. هو منهنجي دل پاڻ کڻي ويو ۽ منهنجو بدن سندس حڪم جي تابع ٿيو.]

مرا کرد مجنون بہ بيک بارگي
همه هوش بَسته بِہ يک تارکي

[مون کي هڪ ڀيري سان ئي چريو ڪري ڇڏيائين، هڪ ئي وڇوڙي سان سڀ هوش ۽ حواس ختم ڪري ڇڏيائين.]

چنان آتش عشق در من فتاد
کہ يک دم زِ سوزِ رهائي نداد

[اهڙي تہ عشق جي باھ منهنجي اندر اچي ٻَري، جو هڪ گهڙي بہ عشق کان آزادي نہ مِلي.]

بدان اي کہ حالم زِ امکان رفت
بِہ سوزش زمامم ز دستم برفت

[توکي معلوم هجي تہ منهنجي سهڻ جي طاقت هلي وئي، عشق جي باھ جي سوزش جي ڪري واڳ منهنجي هَٿَ مان نڪري وئي.]

زِ ملک بہ ملک چو شوريدگان
زِ هجرانِ ياري منم در فغانِ

[هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ عاشقن وانگر دربدر آهيان، يار جي جُدائيءَ جي ڪري آئون دانهون ڪريان ٿو.]

همه حال سُفته درين رشته شُد
نہ هرگز کسي زين خبردار شُد

[منهنجو سمورو حال احوال هن هڪ ڌاڳي ۾ پُوتل آهي، جنهن جي ڪنهن کي بہ خبر نہ آهي.]

دوائي نديدم ازين سوز من
بہ جُز وصلِ يـــاري دلارام مَن

[هن عشق واري درد جي دوا، منهنجي يار جي ميلاپ (ديدار) کانسواءِ ٻي ڪا بہ نہ آهي.]

همه روز شب در طلب مي روم
رجائي کہ روزي بہ وصلش رسم

[سڄو ڏينهن ۽ رات انهيءَ اُميد سان طلبگار آهيان تہ نيٺ هڪ ڏينهن ملاقات ٿيندي.]

❖ **آئون چوان ٿو تہ:** جاڻڻ گهرجي تہ جڏهن ان ڪانپوءِ الله تعاليٰ جي خاص مهربانيءَ سان جيڪا هن مالڪ جي وڏي شان وٺان آهي ۽ حضرت مُحَمَّد ﷺ جي صدقي ۽ طُفيلي اهو جوش ۽ جذبو جيڪو ولايت جي رستي تي هلڻ جي توفيق ڏئي ٿو، جيڪو سندس ڪامل تابعدارن کي تابعداريءَ ۽ وارث هجڻ جي ڪري نصيب ٿئي ٿو ۽ جنهن کي هو پهتا آهن. اهو آخري نقطو اسان جي حضرت (خواجہ قاضي احمد) جي اڳين بيتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ ان رنگ ۾ رڱيل ۽ سينگاريل هئا. اڪثر پاڻ هيءَ رُباعي جنهن ۾ حضرت محبوب سُبحاني غوث اعظم حضرت شيخ محي الدين جيلاني (قدس سره) پنهنجي احوال جي انتها بيان فرمائي آهي، هر وقت پنهنجي حال جي نسبت سان پڙهندا هُئا.

**رُباعي**

رفت آنکہ بہ يک جام مي از دست شدم
و از نرگس مخمور بتان مست شدم
خود باده شدم، باده کرا مست کند
کي مست شوم چون زِ لبش هست شدم

[اهو (پرين) هليو ويو جنهن جي هٿان شراب جو هڪ پيالو نصيب ٿيو، آئون سندس نرگسي اکين جي ڪري مست ٿيو آهيان، هاڻي آئون پاڻ شراب بنجي چڪو آهيان، شراب ڪنهن کي ڇا مست ڪندو؟ آئون ڪيئن بيهوش ٿيندس؟ جڏهن محبوب جي لبن جي ڪري آئون جيئرو آهيان.]

چون ٿا ته هي ءُ هن مضمون وارو بيت به حضرت غوث اعظم سيد عبدالقادر جيلاني ﷫ جو فرمايل آهي.

شڪر لِلّٰهِ ڪه نمُرديم رسيديم بِه دُوست
آفرين باد بر اين مردن مردانه ما

[خدا جو شڪر جو اسان نه مُئا آهيون، بلڪ ائين دوست جي در وٽ پهتا آهيون. اهڙي مُڙسي واري مرڻ تي اسان کي شاباس هُجي.]

پاڻ واپس اچڻ بعد هيءَ مصرع پڙهندا هُئا.

يار با ما ست، و ما گِرد جهان گرديديم
[يار اسان سان گڏ آهي ۽ اسان وري جهان جي چوڌاري ڦِري رهيا آهيون.]

❖ **آئون چوان ٿو ته:** هيءُ فقير (خواجه محمد صالح) گهٽ ڄاڻ وارو، پنهنجي ٿوري سمجهه آهي، هيءُ سمجهي ٿو ته هيءُ مصرع شريف خدا تعالىٰ جي اُن قُرب ۽ ويجهڙائي بابت خبردار ڪندڙ آهي، جيڪو ڪامل مشائخن تي هن جهان ۾ ظاهر ٿئي ٿو. قُربُ ۽ ويجهڙائي (هن آيت) موجب ثابت آهي:

**وَنَحْنُ أَقْرَبُ إِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيدِ**

(ق: 16)

[واقعي اسان انسان کي شهه رڳ کان به وڌيڪ ويجها آهيون.]

ڄاڻڻ گهرجي ته خدا تعالىٰ جو قُرب جيتوڻيڪ بي مثل ۽ بي مثال آهي، پر اهو به وهم جو ميدان آهي ڇو ته خدا تعالىٰ جو قرب وهم جي اِحاطي کان خارج آهي ۽ خيال جي دائري کان ٻاهر آهي. قرب جو حُصول اتحاد آهي ۽ جيتوڻيڪ اتحاد به فقط توجه آهي ۽ اقربيت اِتحاد کان اڳتي آهي. جيتوڻيڪ عقل پاڻ کان وڌيڪ ويجهڙي کي ڪڏهن به حاصل نه ڪيو آهي.

**"اِنَّ اللّٰهَ اَقرَبُ فِي الوُجُودِ وَاَبعَدُ في الوجدانُ"**

[بيشڪ الله تعالىٰ وجود جي لحاظ کان ويجهو آهي پر سمجهه ۽ پروڙڻ جي لحاظ کان پري آهي.]

اهڙيءَ طرح حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره العزيز جي مڪتوبات شريف ۾ لکيل آهي ۽ الله تعالىٰ سِڌو رستو ڏسيندڙ آهي.

هيءُ بہ جاڻڻ گهرجي تہ جيڪڏهن عُروج انتها کي پهچي ٿو تہ ان جو نزول بہ انتها واري درجي تي پهچي ٿو، پر جيڪڏهن عروج هر لحاظ کان انتها تي نٿو پهچي تہ نزول بہ آخري درجي تائين نٿو وڃي.

جيئن پاڻ هن فقير (خواجه محمد صالح) کي عروج ۽ ترقي وارن ڏينهن ۾ ڪيترائي ڀيرا زوردار تاڪيد ڪندي فرمايو هو تہ الله تعالىٰ کان هميشہ گهرندو رهہ تہ نزول جلد نہ ٿئي، ان ڪري جو نزول جو دارو مدار عُروج تي آهي ۽ سچو طالب نزول جي خواهش نہ ڪندو آهي.

نهاية النهاية جي درجي وارن واصل شخصن کي واپس ٿيڻ وقت (ڦهقري) پُنيرو (پوئين پير) بلڪل هيٺئين طبقي تي نُزول ڪرڻو پوندو آهي. جڏهن نُزول انهيءَ مخصوص طريقي سان ٿيندو آهي تہ موٽندڙ شخص مڪمل طرح سان 'عالمِ اسباب' ڏانهن متوجه هوندو آهي، جيڪو ڪمالاتِ نبوت سان خاص آهي، باقي جيڪڏهن ڪجھ وقت الله تعالىٰ جي ذات ڏانهن متوجه هجي ۽ ڪجھ وقت وري مخلوق ڏانهن متوجہ هُجي تہ اها صفت 'ظِلي ولايت' سان مخصوص آهي ۽ اها انتهائي عُروج کي نہ پهچڻ جي علامت آهي جو انهيءَ سبب مٿا نهين درجي جي نگراني باقي رهيل آهي ۽ اها آخري طبقي تائين هيٺ نہ ل هڻ جي نشاني آهي.

هن باب جي آخري ڳالھ تہ '**الصلوٰة معراج المؤمن**' مطابق، هن طريقي سان موٽندڙ شخص کي نماز ادا ڪرڻ وقت جيڪا مؤمن جو معراج آهي، الله تعالىٰ جي ذات بابرڪات ڏانهن لطيفن ذريعي خصوصي توجه جو شرف حاصل ٿئي ٿو ۽ نماز جي فارغ ٿيڻ ڪانپوءِ مڪمل طرح مخلوق ڏانهن متوجہ ٿئي ٿو. پر فرضن ۽ سُنتن ادا ڪرڻ واري وقت ۾ وڌيڪ لُطفَ ۽ مهربانيون نصيب ٿين ٿيون ۽ حديث "**لِي مَعَ اللهِ وَقتٌ**" واري ڪيفيت ۽ قوت حاصل ٿئي ٿي، جنهن ۾ خاص اشارو نماز واري وقت سان مخصوص آهي، اهڙيءَ طرح ڪتاب 'المبداء ومعاد' ۾ لکيل آهي

اهو روح جو واپس ٿيڻ پنهنجن درجن مطابق خدا تعالىٰ کان 'عالم خلق' ڏانهن آهي تہ جيئن خلق کي خدا ڏانهن سڏي ۽ روح انهيءَ وقت ۾ 'قالب' وانگر آهي ۽ انهيءَ جو تابعدار ٿيندو آهي. جيڪڏهن 'قالب' حاضر آهي تہ روح بہ حاضر آهي، جيڪڏهن قالب غافل ۽ بي خبر آهي تہ روح بہ بي خبر آهي. جيئن "**اَلنِّهَايَةُ هِيَ الرُّجُوعُ اِلَي اَلبِدَايَةِ**" [آخري انتها تي پهچڻ ئي شروعات طرف موٽڻ آهي] وارو مقولو تو ٻُڌو آهي.

مگر نماز واري وقت ۾ ائين نہ آهي، ڇو تہ "نماز مؤمن جو معراج آهي" ۽ هيءَ غفلت (پاڻ وسارڻ) گهٽي ڇڱائيءَ جو سبب آهي ۽ هيءُ دعوت وارو مقام ۽ مرتبو سڀ کان وڌيڪ ڪامل مرتبو آهي ۽ هيءُ مَقامُ '**از قبيل المَدَحُ بِمَا يُشبَهُ الذَمَّ**' آهي يعني اها تعريف جيڪا مذمت جي قِسم مان هجي. باقي حاضر هن غفلت کان اڻ ڄاڻ آهن ۽ غفلت وارا ان کان بلڪل بي خبر آهن ۽ هيءَ اها غفلت آهي جيڪا خاص ماڻهن کي، عام ماڻهن سان گڏائي ڇڏي ٿي بلڪ هيءَ اها غفلت آهي جيڪا ولايت کان مٿي نبوت تائين

ڪٽي وڃي ٿي ۽ نبوت کان رسالت تائين پهچائي ٿي ۽ هيءَ اها غفلت آهي، جنهن جي خواهش حضرت ابوبڪر صديق رضہ هن طرح ڪئي هُئي:

**"يَا لَيتَنِي سَهُوُ مُحَمّدِ ﷺ"**

[ڪاش! جيڪر مون کي حضرت مُحَـمَّد ﷺ واري سهو حاصل هُجي ها.]

هيءَ اها غفلت آهي جيڪا عام زندگي گذاريندڙ ولين کي گوشي نشيني واري زندگي گذاريندڙ ولين تي فضيلت بخشي ٿي ۽ صحو کي سُڪر تي ترجيح ڏئي ٿي.

گر بگويم شرح اين بيحد شود

[جيڪڏهن هن جو تفصيل بيان ڪيان تہ تمام گهڻو ٿي ويندو.]

**وَاَلقَلِيلُ يَدُلُّ عَلَي الكَثِير واَلقَطرَةُ يُنبيءُ عَنِ البحرِ العميق**

[بيشڪ ٿوري شيءِ گهڻي تي دلالت ڪري ٿي ۽ هڪ قطرو بہ اونهي سمنڊ جي خبر ڏئي ٿو.]

جيڪي ڪجهہ هن فقير (خواجہ محمد صالح قريشي) ٿوري علم واري جي سمج ه ه ۾ اچي ٿو اهو هيءُ آهي تہ هيءَ 'سَهوَ' عوام جي 'سَهوَ' وانگر نہ آهي، بلڪ هيءَ 'سَهو'، 'سُڪَر' جو شائبو رکي ٿي ۽ هن سُڪر جي شائبي هُجڻ مان مراد دائمي شُعور واري لذت آهي، جيڪا جهل ۽ حيرت جي ڪري گڏيل آهي. هيءَ تقرير ۽ سمجهاڻي چڱيءَ طرح سان لکت ۾ اچي نٿي سگهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو روبرو تقرير ٻُڌي اها ڳالهہ سمجهي تہ غنيمت آهي ۽ هن تقرير کي 'وِجدان' ڪانسواءِ سمجهڻ ڏکيو آهي.

**شنيده ڪي بود مانند ديده**

[ٻڌل ڳالهہ ڏٺل شيءِ وانگر ڪيئن ٿي سگهندي؟]

معلوم هُجي تہ 'اِنسان' عجيب خاصيتن سان ممتاز آهي جنهن جو هتي بيان ڪجي ٿو. هيءَ ڳالهہ دل جي ڪنن سان ٻُڌ، جو تہ اهو معاملو وڃي انهيءَ جاءِ تي پهچي ٿو، جتي آئيني ۾ 'اَحديت مجرده' واري قابليت پيدا ٿئي ٿي، جيڪا صفتن ۽ شيونات جي ملڻ ملائڻ ڪانسواءِ ذات باري تعالىٰ جو مظهر ٿئي ٿي، حالانڪ خدا تعالىٰ سدائين هر وقت صفتن ۽ شُيونات جو جامع آهي ۽ ڪڏهن بہ خدا تعالىٰ جي ذات صفات ۽ شيونات کان جدا نہ آهي. اهو تڏهن ٿئي ٿو جڏهن ڪامل اِنسان مَاسِوَىٰ الله کان آزاد ٿي، خدا تعالىٰ جي ذاتِ 'اَحَد' جي گرفت ۾ اچي ٿو. صفتن ۽ شيونات جي اعتبار کان مُجرد حالت ٻين شين جي محبت کي ختم ڪرڻ سان حاصل ٿيندي آهي ۽ اها اسان (نقشبندين) وٽ هن واٽ تي پهچڻ جي شرطن ۾ شامل آهي. خدا تعالىٰ جي ذات واري اها محويت ۽ گرفتاري حضور اڪرم ﷺ جن جي حديث شريف: **"اَلمَرءُ مَعَ من اَحَبَّ"** [ماڻهو ان سان گڏ هوندو جنهن سان ڪيس محبت هوندي.] موجب هڪ قِسم جو 'اتصال مجهول الڪيفية' (وصال جنهن جي ڪيفيت اڻ ڄاتل آهي.) انهيءَ ذاتِ باري تعالىٰ جي حضور ۾ پيدا ٿئي ٿو ۽ اها محبت ۾ گرفتاري آهي، جيڪا الله تعالىٰ جي ذات ۾ حاصل ٿئي ٿي.

اها بي مثال قرب واري نسبت، بي مثال ذات جي باري ۾ اهڙي نموني د وري پيدا ڪري ٿي، جنهن ۾ صفتون ۽ شيونات ڪنهن به طرح سان نہ ٿيون لَڀن ۽ نہ وري ڏسڻ ۾ اَچَن ٿيون ۽ نہ وري انهن ڪي لحاظ ۾ رکيو وجي ٿو. بلڪ اها 'اَحَديت مجرده' جيڪا صفتن ۽ شُيونات ڪان هرگز جُدا نہ آهي، اها ڪامل انسان جي آئيني ۾ مجرد جي حيثيت سان ظاهر ٿئي ٿي ۽ ذاتي حُسن، صفاتي حُسن ڪان جدا ٿئي ٿو، بلڪ انهن بُلند همت وارن ڪي جڏهن شيونات مان ڪا بہ شيءِ ڏسڻ ۾ اچي ٿي تہ اُن ڪان بَچَاءُ (پرهيز) ڪَن تا ۽ پري ٿين تا، بلڪ استغفار پڙهن تا ۽ اُنهيءَ کي وڏي مصيبت سمجهن تا.

اهو آئينو ۽ ظهور جو ذريعو ڪامل انسان ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ حاصل نہ آهي توڙيڪ ٽي 'عرش مجيد'، 'عَالَم ڪَبِير' ۾ انهيءَ ذات جي ظهور جو سبب آهي جيڪا ذات سيني صفتن ۽ شيونات جي جامع آهي. ڪامل انسان وري 'عَالَم صغير' ۾ اُنهيءَ جزئيءَ جو مظهر آهي. انهيءَ نسبت جي ڪري ئي '**قَلبُ المُؤمِنِ عَرشُ اللهِ**' (مومن جي دل الله جو عرش آهي.) چيو اَٿَن. پر ڪامل انسان 'عَالَمِ صغير' ۾ اعتبارن ڪان خالي ٿيڻ واري خاصيت رکي ٿو جيڪا 'عرشِ عظيم' ۾ نہ آهي ۽ اهو آئينو انسان جي عجائبات مان آهي.

"**و الله سبحانهٗ المعطي لامانع لما اعطاه ولامعطي لما منعه والله علىٰ كل شيءٍ قدير**"

يعني: بيشڪ الله سبحانه وتعالىٰ اهڙو عطا ڪندڙ آهي جو جيڪا بہ شيءِ ڏيندو تہ ان کي ڪير بہ روڪي نٿو سگهي ۽ جنهن شيءِ ڪان منع ڪندو تہ اها شيءِ ڪير بہ ڏئي نٿو سگهي ۽ الله تعالىٰ هر شيءِ تي قادر آهي.

هي تفصيل جيڪو اِن خصوصيت بابت لکجي ٿو، جيتوڻيڪ ان جو ڪجهہ حصو اڳ 'اِندراج' واري نقط جي معنىٰ ۾ آيل هو، پر هن مقام جي مناسبت ۽ تمهيد جي ڪري هِتِ آڻجي ٿو.

جڏهن ڪو عارف سموريون منزلون طئي ڪري، آخري نقط تي پهچي ٿو تہ فقط انهيءَ نقطي تي پهچڻ شرط، لازم ۽ ضروري آهي تہ ان شخص کي هدايت ۽ ارشاد واري طرف ڏانهن نزول سان نوازجي ۽ اهو لُزوم نُبوت جي ڪمالات سان مخصوص آهي. جيڪو ڪامل تابعدارن کي تابعداري ۽ وراثت جي ڪري نصيب ٿئي ٿو، باقي ولايت جي ڪري حاصل ٿيندڙ نہ آهي چو تہ ولايت ۾ 'نزول' لازم نہ آهي. نزول جو اهو قسم ۽ شغل جو اهو نقطو جيڪو انهيءَ 'ذات مجرده' جي تجلي ۽ روشنائيءَ مان حاصل ٿئي ٿو، جيڪا ذات صفتن ۽ شُيونات جي اعتبار ڪان خالي آهي. جڏهن عارف جي دل ۾ رکن تا، جيڪا 'هويت' جي غيب جي دَريءَ جي مثال آهي ۽ انهيءَ نور سان بقا وني ٿو، جيڪو وجوب جي مرتبي ڪان حاصل آهي، تانجو اهو ڪامل عارف انهيءَ نور سان رڱجي، خدائي صفتن ۽ عادتن سان موصوف ٿئي ٿو. تڏهن طالبن کي انهيءَ رنگ سان رنگي ٿو ۽ ان ڪري طالبن کي ابتدا ۾ ئي انتها وارو جذبو توڻيمحبت عطا ٿئي ٿي ۽ اهو (انتها کي ابتدا ۾ درج ڪرڻ) مجذوب سالڪ سان مخصوص آهي. اهو عالي طريقو 'خانواده نقشبنديه' ۾ انهيءَ درجي حاصل ڪرڻ لاءِ مقرر ٿيل آهي، باقي ٻين طريقن ۾ مجذوب سالڪ ڪانسواءِ ڪو اهڙو ماڻهو ورلي

ليندو، جنهن ۾ ڪنهن انوکي طريقي سان هن قسم جي منزل جو پنڌ طئي ڪيو هجي، بلڪ جيستائين عارف هن جهان ۾ زنده آهي ۽ سندس تعلق بدن سان آهي تيستائين انهيءَ امانت رکيل شُعلہ جي ڪري خوش آهي ۽ 'ڪُلي' جي بدران 'جُزئي' تي قناعت ڪندڙ آهي.

انهيءَ ڪري پاڻ هن فقير (خواجہ محمد صالح) کي فرمائيندا هُئا تہ جڏهن عشق ڪمال تي پهچندو آهي تہ عاشق پاڻ ۾ معشوق جي نشاني ڏسندو آهي ۽ اهو معشوق، عاشق جي گهر ۾ ظاهر ٿيندو آهي. پر تي سگهي ٿو تہ عاشق، انهيءَ نشان ڏسڻ سان ئي راضي ٿي وڃي ۽ معشوق کان منهن موڙي ڇڏي. ان وقت فرمايائون تہ "اَلمَجَازُ قَنطَرَةُ الحَقِيقَةِ" (مجاز، حقيقت جي پل آهي) جي قول موجب مجاز ۾ پڻ جڏهن هن قانون مطابق عشق ڪمال کي پهچي ٿو تہ عاشق، معشوق کان منهن موڙي ٿو. (عربستان جي مشهور عاشق) مجنون بابت چيو اٿن تہ هڪ ڏينهن 'ليلىٰ' کيس ويجهي ٿي چوڻ لڳي تہ آئون 'ليلىٰ' آهيان. مجنون جواب ۾ چَيُس تہ:

"اِلَيکِ عَنِّي فَاِنَّ حُبَّکِ شَغَلَنِي عَنکِ"

[يعني: مون کان پري ٿي جو تنهنجي محبت مون کي مشغول ڪري ڇڏيو آهي.]

مخمس

گفت رَو رَو کہ آنچنانم من
کہ بِہ جُز عشق تو ندانم مَن
عشق تو اي نگارِ فرزانہ
آنچنان کرد در دلم خانہ
کہ ترا هم نماند گنجايئي

[چيائين هليو وَڃُ، تون هليو وَڃُ. آئوناهڙيءَ طرح آهيان جو تنهنجي عشق ڪانسواءِ مون وٽ ٻي ڪا شيءِ نہ آهي. اي سياڻا محبوب! تنهنجي عشق منهنجي دل ۾ اهڙو گهر ڪيو آهي جو هاڻي تہ تنهنجي بہ گنجائش نہ رهي آهي.]

هن بيان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ انسان ۾ اهڙي خاصيت آهي جيڪا ملائڪن ۾ بہ نہ آهي. ان جو بيان ۽ تفصيل هن طرح آهي تہ ملائڪن سڀِني ۽ انبياء عليهم السَّلاَمُ کي دائمي طرح ڪُلّي شهود حاصل آهي پر عارف ٻانهي کي جيڪو بِينائي ء (ديدار ۽ ڏسڻ) وارو شهود حاصل آهي ، اهو جيتوڻيڪ جُزئي شهود آهي، پر اُن ۾ اهڙي تہ خاصيت آهي جيڪا ملائڪن کي بہ نصيب نہ آهي ۽ اها خاصيت هيءَ آهي جو انسان جي جُزئي مشهود کي جُزئي بنائي، انسان کي سندس نفس کان ڇَڏائي، اُن جُزئيءَ سان بقا بخشي ٿو. ملائڪن جو مشاهدو ائين نہ آهي چو تہ اُهي ٻاهران ديدار ڪن ٿا ۽ خُود شهود جي ڪا بہ شيءِ سندن هَٿَ ۾ نہ ٿي اچي. انهن ٻنهي مُشاهدن ۾ وڏو فرق آهي. اهڙيءَ طرح مون پنهنجي ڪامل مرشد قُدِّسَ سِرُّهٗ کان ٻڌو آهي. تون ٻُڌ، چڱيءَ طرح ٻُڌ تہ مٿي جيڪي بہ ذڪر ٿي چڪو آهي تہ انسان جو شهود 'جُزئي' آهي، جيڪو

'نُزول' جي مرتبن مان اول مرتبي جي حيثيت سان آهي. جيڪڏهن 'نُزول' جي مرتبن جي خاصيتن جو بيان ڪجي، جن سان انسان 'ممتاز' آهي ۽ انسان سان جيڪي مخفي رازن جا ڪمال مُختَصُّ آهن، جن جي ڪري انسان ساري مخلوقات ۾ افضل آهي تہ تي سگهي ٿو جيڪي پاڻ کي ويجهو سمجهن ٿا اُهي پاڻ پَري ٿي وڃن ۽ وِصَال وارا 'هجر' يعني جُدائي وارن ۾ شامل ٿي وڃن.

ومِن بَعد هٰذا مَا يَدِقُّ صِفَاتُہٗ
وَمَا كَتمُہٗ اَحَظٰي لَدَيہِ وَ اَجمَلُ

[هن کانپوءِ جيڪي ڪجھ آهي ان جو بيان دقيق ۽ لطيف آهي ۽ جنهن جو لِڪائڻ ۽ مخفي رکڻ تمام گهڻو سهڻو آهي.]

جيڪي ڪجھ هن ٿوري علم واري فقير (خواجہ محمد صالح) جيڪو حضرت قاضي احمد جن جو فرزند آهي ۽ حقيقت ۾ سندن غُلامن جو بہ غُلام آهي، لِکيو آهي سو نبوت جي ڪمالات جي مناسب لکيو آهي. جيڪڏهن ڊگهي عرصي ۽ گهڻي زماني کانپوءِ بہ ڪنهن کي انهيءَ دولت سان نوازين تہ 'ڪِبريت احمر' (پارس) آهي، جيڪو نہ لبڻ ۾ 'عُنَقا' جو حڪم رکي ٿو.

اگر بادشه بر در پير زن بيايد
تو اي خواجہ سبلت مَكُن

[جيڪڏهن بادشاھ ٻيڙي عورت جي (ج ه وپڙي) دروازي تي پاڻ اچي بي هي تہ اي پريا مڙس! تون چريو نہ ٿي.]

(اِنَّ) اللهُ يَخْتَصُّ بِرَحْمَتِہٖ مَنْ يَشَاءُ وَاللهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيمِ
(البقره: 105)

[بيشڪ الله تعالىٰجنهن کي چاهي پنهنجي رحمت سان نوازي ٿو ۽ الله تعالىٰ وڏي فضل وارو آهي.]

ولايت جي ڪمالن ۽ نُبوت جي ڪمالن جي سير ۾ هيءُ فرق آهي تہ عُروج ۽ پرواز وارن مرتبن ۾ جيستائين هڪ اصل بئي اصل تائين پهچي، تيستائين بئي هڪ بئي کان جُدا آهن ۽ اُهي سمورا ڪمالَ ولايت جي دائري ۾ داخل آهن. پر جڏهن اهو جُدائيءَ وارو فرق ختم ٿئي ٿو ۽ معاملو وڃي اِجمال ۽ خالص بسيط تي پوي ٿو تہ ان وقت نُبوت جا ڪمالات شروع هوندا آهن ۽ انهيءَ مرتبي ۾ اجا گهڻي وڏيڪ وُسعت ۽ ڪشادگي آهي. 'اِنَّ اللهَ وَاسِعُ عَلِيمُ' پر اها وُسعت ٻي آهي. جيڪڏهن فرق ۽ جُدائي آهي تہ اُها بہ ٻي آهي. هن کان وڌيڪ ڇا لکجي؟ توڻيڪڻي ڪيترن ئي خاص ۽ عام ماڻهن لاءِ اهو فرق سمجهڻ ڏکيو آهي پر جنهن ۾ سمجهڻ جي صلاحيت آهي ان لاءِ هيءُ فرق پڌرو ۽ چِٽو آهي.

رَبَّنَا آتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَفِي الْآخِرَةِ حَسَنَةً (البقرة:102) مِنْ لَدُنْكَ رَحْمَةً وَهَيِّئْ لَنَا مِنْ أَمْرِنَا رَشَدًا

(کهف: 10)

[اي اسانجا رَبَ! اسان کي دنيا ۾ بہ نيڪي ڏي ۽ آخرت ۾ نيڪي ڏي، پاڻ وٽان رحمت عطا ڪر ۽ اسان جي ڪم ۾ اسان جي رَهنُمائي فرماءِ.]

دادیم تُرا ز گنج مقصود نِشان
گر مَا نَرسیدیم، تو شاید بِرسي

[اسان توکي مقصد ۽ مطلب واري خزاني جي نشاني ٻُڌائي ڇڏي آهي. جيڪڏهن اسان نہ پهچي سگهون تہ ٿي سگهي ٿو تہ تون پهچي وڃين.]

رَبَّنَا اغْفِرْ لَنَا ذُنُوبَنَا وَإِسْرَافَنَا فِي أَمْرِنَا وَثَبِّتْ أَقْدَامَنَا وَانْصُرْنَا عَلَى الْقَوْمِ الْكَافِرِينَ

(البقره: 250)

[اي اسان جا رَبَّ! اسان کي اسان جا گناهہ بخش ڪَر ۽ اسان جي ڪم ۾ جيڪا زيادتي اسان کان ٿي آهي اها بہ معاف فرماءِ، اسان کي پنهنجن پيرن تي مضبوط رَکُ ۽ حق جي منڪر قوم تي اسان جي مدد ڪَر.]

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰی سَیِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰی آلِهٖ وَاَصحَابِهٖ وَبَارِک وَسَلِّم

تمت بالخير

# ديباچو

حضرت رحمٰن جي قطب، سبحان جي غوث، ميدان جي ش هسوار، **كُلَّ يَوْمٍ هُوَ فِي شَأْنٍ** (الرحمٰن: 29) [هر ڏينهن اهو جدا ڪم ۾ آهي]، اوليائن جي قبلي، چونديلن جي امام، عرفان وارن جي حُجت، عالمن جي دليل، معرفت ۽ ہدايت جي خزانن جو رکوالو، رحمت ۽ برڪت جي کاڻ جو ورهائڻ وارو، قيومت جو صاحب، جيڪو دلين جي اصلي رازن سان مشرف ٿيل، اصلي ڪماليتن سان گڏ معنوي وراثت ۾ انبيائن جو وارث، الله جي رستي ڏانهن مخلوق کي هدايت ڪندڙ جيڪو رسول الله ﷺ جو ظاهري معجزو آهي، پير اعظم، اسان جي محبوب شيخ (خواجہ قاضي) احمد دمائي رضي الله تعالىٰ عنهجو مڪتوب مولوي ميان محمد امين رحہ ڏانهن لکيل آهي.

## (مڪتوب خواجہ قاضي احمد)

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

**اي مخدوم!** جيڪو اندروني احوال لکيو اٿوَ سو ڏاڍو سهڻو آهي. همت بلند رکو، چو تہ اڪيلي بي مثال ذات جا جيتوڻيڪ نالا، صفتون، شُيون، اعتبارات آهن پر اهي ڪنهن بہ شيءِ جي نسبت سان خيال ۾ اچڻ وارا ناهن، ليڪن اها ئي حقيقت 'وصل عرياني' (محبوب سان نجي ملاقات) جو قُل ۽ نتيجو آهي بلڪ اهو ئي عارفن جو اعلىٰ مقصد ۽ گهربل مطلب آهي.

جڏهن سلوڪ ۽ جذبي سان سيئي ظلي مقامات طئي ٿيا تہ پوءِ لطيفي اخفىٰ جي انتها تي پهچي ٿو ۽ ان وقت سموري ڪائنات پنهنجي اصليت توڙيتاثير جي لحاظ کان خيال مان ڪچي وڃي ٿي بلڪ گُم ٿي وڃي ٿي ۽ ماسوا يعني ٻيو سڀ ڪجھ هميشہ لاءِ نظر کان اوجهل ٿي وڃي ٿو. تڏهن 'سير الي الله' پورو ٿي وڃي ٿو ۽ حقيقي فنا صادر ٿئي ٿي، ايستائين سالڪ سڪر جي چنبي ۾ ڦاٿل هوندو آهي ۽ هو هن مقام تائين مريد جي رواجي رسم ۾ داخل آهي. جيئن بيت آهي:

ما دمت انت فمريد سالک
و انت في الفناء فمراد ومالک

[جيستائين تون آهين تہ پوءِ اجا سالڪ مريد آهين، جڏهن تون فنا ٿي وئين تہ پوءِ تون مراد ۽ مالڪ آهين.]

ان کان پوءِ جيڪڏهن الله پاڪ جي مهربانيءَ سان ترقي ڪري تہ پوءِ ان جو سير 'سير في الله' ۾ واقع ٿيندو. هن سير ۾ بي رنگيءَ ۽ صحو ئي صحو هوندو آهي. اهو مرتبو نبين جو 'سير في الله' ۾ هوندو آهي. هن سير ۾ ڪنهن بہ قسم جو سُڪر نہ هوندو آهي ۽ هيءُ سير الله پاڪ بي مثال جلّ جلالہٗ جي بحر بي ڪنار جي ذات ۾ هوندو آهي جنهن جي ڪا بہ حد نہ هوندي آهي ۽ ان ۾ خيال ۽ وهم ڪي ڪو بہ دخل ناهي، تنهنڪري اهو هستيءَ جو ميدان ناهي. هن بي ڪنار دريا ه ۾ جيترو وڌيڪ اونهو ويندو اوتري جهالت اڻ ڄاڻائي ۽ بي ادراڪي ۽ حيرت زيادہ ٿيندي.

**قطعہ**

چگويم با تو زان مرغي نشانہ
کہ با عنقا بود هم آشيانہ
ز عنقا هست نام پيش مردم
ز مرغ من بود آن نام هم گم

[مان تو کي انهيءَ پکيءَ جو کهڙو ڏس ڏيان جو تہ اهو عنقا سان گڏ آکيري ۾ هوندو آهي.
بس، ماڻهن کي عنقا جو نالو تہ معلوم آهي پر منهنجي پکيءَ جو تہ نالو بہ گم آهي.]

توهان جيڪي پڇيو آهي تہ جيڪو بي فائده ڳالهائيندو ان کي پل صراط تي ٿي هہ سال بيهاري ڇڏيندا. جيڪڏهن سالڪ جي دل هميشہ حق کان آگاهہ ۽ واقف آهي ۽ سندس مَلڪي حضور ۽ آگاهي حاصل ڪئي آهي تہ پوءِ جيڪڏهن ان کان بي فائدي ڳالهہ واقع ٿي وئي آهي تہ اهو انهيءَ مصيبت کان ڇوٽڪارو لهندو يا نہ؟

معلوم هجي، هن حديث جي لفظن 'اللتي ۽ اللتيا' جي باري ۾ هڪ ڳالهہ چون ٿا تہ اهو سالڪ جنهن جذبي ۽ سلوڪ سان پنهنجا ڏهہ حصا پاڪ ڪيا هجن ۽ عقل کي ماسوا الله جي تعلقات کان پاڪ صاف ۽ ماسوا جي قيد ۾ گرفتاريءَ کان آزادي نصيب ٿي، ذڪر ذريعي مذڪور تائين پهچي چڪو آهي تہ قوي اُميد ڪري سگهجي ٿي تہ هن آيت ڪريمہ مطابق:

أُولَٰئِكَ يُبَدِّلُ اللهُ سَيِّئَاتِهِمْ حَسَنَاتٍ

(فرقان: 70)

[انهن (ماڻهن) جي بُراين کي الله تعاليٰ نيڪين ۾ تبديل ڪري ٿو ڇڏي.]

اهڙي سالڪ جا صغيرا ۽ ڪبيرا گناهہ الله تعاليٰ جي مهربانيءَ سان نيڪين ۾ تبديل ٿي سگهن ٿا.

'**شرح مشڪواة**' ۾ آهي تہ،

"**کما کانت تقول رابعة العدوية تاج الرجال الجماعة من الصلحاء وابتدال حسناتي اکثر من حسناتکم اشاراً الي کثرة ما وقع مها من الذنوب قبل ان ترجع الي السلوک وتقرّب**"

[بيبي رابعہ عدويہ جنهن جو لقب 'تاج الرجال' يعني مردن جو تاج هو، سا صالحن جي جماعت کي چوندي هئي تہ مون کي (قيامت جي ڏينهن) جيڪي (گناهن جي) بدلي ۾ نيڪيون ملنديون سي اوهان جي نيڪين کان گهٽيون هونديون. انهيءَ ۾ هن ڳالھ ڏانهن اشارو آهي تہ سلوڪ ڏانهن رجوع ٿيڻ ۽ قرب حاصل ٿيڻ کان اڳ ۾ جيڪي مون کان گناھ ٿيا هوندا.]

سالڪ کي هميشه خوف ۾ رهڻ گهرجي تہ جيئن تڪبر ۽ وڏائي ۾ نہ ڦاسي، بلڪ هميشہ پنهنجي اوڻاين تي ارمان ڪرڻ سندس نصب العين هجي. هو هر وقت پنهنجي حال لڪائڻ جي فڪر ۾ رهندو آهي. عالم علويءَ مان مراد عالم سفليءَ جا اصول آهن ۽ اتي احوال وصول ٿين ٿا. ان کان پوءِ ائين ئي آهي ۽ اڳتي بہ اهڙيءَ طرح آهي. اڪيلي جي وحدانيت سالڪ لاءِ وصل عرياني يعني خلاصو وصال آهي ۽ پنجن لطيفن جي عروج مان اها ئي مراد آهي.

[1]

**نُڪتو:** فرمايل جناب لقبن کان بي پرواھ، رسولن جي وارث، ڪاملن جي قطب، حضرت اوليائن جي تاج، ٻنهي جهانن جي قبلي، محققن جي غوث، عاشقن جي عمده، اندراج النهايت في البدايت [(تصوف جي) انتها کي ابتدا ۾ داخل ڪندڙ]، قطبن جي قطب، دوستن جي غوث، الله جي مشاهدي ۾ غرق، لقبن کان بي پرواھ، مسلمانن کي نفعو پهچائيندڙ، گمراهن کي هدايت ڪندڙ، ٻنهي طرفن کان سڳورو، انساني ڪمالن جو جامع، سبحاني رازن جي کاڻ، الله جي نورن جي جاءِ، لڪل رازن جو کوليندڙ، سر مست قيوم جي شراب، جنن ۽ انسانن جي غوث، حضرت پير اعظم (خواجہ قاضي احمد) دمائي رضي الله عنه سبحانہٗ تعالیٰ عنہ.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

اهو سالڪ جيڪو جذب جي فنا ۾ هوندو آهي گويا عدم مان گذرڻ وارو يعني پار ڪرڻ وارو هوندو آهي. اهو سير ۾ مشغول هوندو آهي يعني اجا تڪميل جي راھ ۾ آهي. اهو ٿوري وقت لاءِ بشريت ڏانهن موٽندو آهي. اها جذب واري فنا ۽ عدم جي ڪيفيت انتها تائين الله جي سير وانگر آهي ۽ الله ڏانهن سير سيني مقامن کي طئي ڪري، دائري امڪان تي پهچڻ آهي ۽ جڏهن سالڪ سيني مرتبن کي طئي ڪري دائري امڪان تي پهچي ٿو تہ هاڻي انتها جي نقطي تي پهچي ويو. اتي الله جو سير پورو ٿيو ۽ مطلق فنا حاصل ٿيس. هاڻي بشريت ڏانهن موٽڻ روڪجي ويو.

**"مارجع من رجع الا من الطريق ومن وصل لايرجع"**

[جيڪو موٽيو سو اڌ واٽ مان موٽيو آهي پر جيڪو واصل ٿيو يعني جيڪو منزل تي پهتو تہ اهو وري نہ موٽيو آهي.]

اها لکت (اجازت نامو) زبدة السالڪين (سالڪن جي مکڻ) سيد حسين شاهہ لاهوريءَ کي ارشاد جي وقت ڏني هئائون. (پورو ٿيو)

# [2]

## [خطرن جي نقصان جي بيان ۾]

**نُڪتو:** سالڪ لاءِ ڪيترائي خطرا آهن. خاص سالڪ لاءِ خطرا قاتل زهر آهن جيئن 'رشحات' جي عبارت شاهد آهي تہ فيض الاهي ڪڏهن بہ منقطع نہ ٿيندو آهي. ان فيض کي معلوم ڪرڻ ۾ نفس مانع آهي. خير ۽ شر جا خطرا حجاب ۾ برابر آهن، جنهن کي حضور ۽ واقفيت جو مَلڪو حاصل ٿيو هوندو تہ ان جي حالت هيءَ هوندي:

از برون درميان بازارم
و از درون نسبت بايارم

[ظاهر ۾ تہ وچ بازار ۾ آهيان پر اندر ۾ يار سان گڏ آهيان.]

اُميد تہ اهڙي ماڻهوءَ کي خطرا مانع نہ آهن. سالڪ کي گهرجي تہ الله پاڪ جي بي مثال ذات ۾ فڪر جي تيزيءَ سان ۽ باريڪ نظر سان اهڙو تہ مستغرق ٿي وڃي جو فڪر ڪرڻ کان سواءِ ٻنهي جهانن جي وجود کي وساري ڇڏي. الله پاڪ جي هن عظيم عطا کي حاصل ڪرڻ لاءِ تنهائي ضروري آهي، پوءِ سالڪ انهن خطرن کان بچي سگهندو.

خطرن ۾ هي ُ ضروري خطرو آهي تہ ڪنهن مجلس ۾ مخاطب ۽ متڪلم کي ٿورو بہ حقير نظر سان ڏٺائين ۽ ان جي گفتگوءَ ڏي توجہ نہ ڏنائين ۽ پنهنجي ڌيان ۾ ڪيس ڪوتاهيءَ سا ڏٺائين تہ اهو الله پاڪ جي لطف کان ۽ هن بلند مرتبي کان محروم ۽ بي بهرور رهندو، پر جيڪو ملاءِ الاعلىٰ جي مجلس کان آگاهہ آهي تنهن کي اهي خطرا ڪو بہ نقصان پهچائي نہ سگهندا. هي ُ معاملو وحداني آهي جنهن ۾ ظاهري معاملي ۽ ظاهري گفتگوءَ کي ڪو بہ دخل نہ آهي، ان ڪري تہ هن عظيم نعمت جي فوت ٿيڻ جي باري ۾ هڪ بزرگ فرمائي ٿو تہ،

**"لو اقبل مقبل علي الله مدت عمره ثم اعرض عنه لحظة كان مافاته اكثر مما ناله**

[يعني جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي سڄي عمر الله پاڪ جي حضور ۾ حاضر رهي ۽ هڪ لحظي برابر بہ سندس درگاهہ کان منهن موڙي تہ پوري زندگي ۾ جيڪو ڪيس حاصل ٿيو هو

اهو سڀ ڪجھ ان ڪان هليو ويندو، جيڪو ڪجھ ڪيس مليو هو سو سڀ ڪجھ ان ڪان ڪسجي وڃي ٿو.]

انهيءَ باري ۾ هڪ ٻيو بزرگ فرمائي ٿو تہ جنهن (شخص) اڪ ڇنب جيتري الله پاڪ جي ذات ڪان پنهنجي نظر ڦيرائي تہ ڪيس گويا پوري زندگيءَ ۾ هدايت نصيب نہ ٿي. ٻيو مثال هيءُ آهي تہ جڏهن هڪ واپاري پنهنجي واپار هڪ دينار سان شروع ڪري ٿو، واپار ڪندي ڪندي پنهنجي واپار ڪي لک دينار تائين پهچائي ٿو پوءِ آهستي آهستي سندس واپار اڳي ڪان ٻيڻو ٿيندو ٿو وڃي. پوءِ جيڪڏهن ان وقت هڪ گهڙي لاءِ بہ واپار کي ڇڏيندو تہ ضرور نقصان ۾ ويندو. سالڪ جو بہ اهو حال آهي تہ هو هر وقت الله پاڪ جي حضور ۾ حاضر هجي ۽ هر وقت آگاهہ، باخبر ۽ واقف هجي ۽ ڪڏهن بہ سندس حضور ڪان غافل نہ ٿئي ۽ ڪڏهن بہ سندس حضور ڪان منهن نہ موڙي تہ جيئن مٿس هڪ لحظو بہ غفلت طاري نہ ٿئي.

حضرت خواجہ محمد معصوم قدس سره جي نائين مڪتوب ۾ آهي تہ "وڏن خطرن سان آگاهي جي باوجود ان کي بيماري ڪونہ ٿيو اتن جو حديث شريف ۾ آهي تہ،

**لاصلواة الابحضور القلب"**

[حضور قلب ڪان سواءِ نماز ٿي نہ آهي.]

هن حديث ۾ قلب مان مراد خاص لطيفو آهي جيئن ظاهر آهي ۽ پوءِ جيڪا جماعت حضور جي مَلڪي سان مشرف آهي اهي ٿي ماڻهو هن نماز مان گهڻو فائدو ونن ٿا. پر جيڪڏهن هتي قلب مان مراد لطيفو معين ناهي تہ پوءِ ان مان مڪمل حضور مراد آهي جنهن ڪي هن راهہ ۾ غفلت جو ڪو خطرو ناهي ان ڪري اهڙي جماعت ئي هن نماز مان گهڻو فائدو وٺي سگهي ٿي، چو تہ هتي معاملو قلب جو آهي ۽ الله وٽ اهو ئي پسنديده آهي. جيستائين قلب حضور ۾ داخل آهي ۽ ان جو غير غفلت جي خطري ۾ آهي تہ اها غفلت ڪيس نقصان نہ پهچائيندي گويا غفلت ٿي دل جو ذاتي مرض آهي ۽ اندروني خطرو آهي. حضور قلب جي باوجود غفلت ۽ خيالي خطرا هڪ قسم جو عارضي ۽ ظاهري مرض آهن. قلب مان ان قسم جي خطرن جي خاتمي ڪان پوءِ انهن جي جاءِ دماغ يا خيال هوندو آهي انهن ٻنهي بيمارين ۾ وڏو فرق آهي.(ڪلام پورو ٿيو)

هتان معلوم ٿيو تہ خطرات سان آگاهي جي باوجود انهن مان نقصان پهچڻ جو امڪان آهي. ان لحاظ ڪان قلبي خطرات ۽ حالي خطرات ۾ فرق تمام نازڪ ۽ گهرو آهي. جيئن هن عاجز کي پنهنجي مرشد حضرت محبوب سبحاني، فرد يزداني، مولانا مرشدنا پير اعظم (خواجہ قاضي احمد قريشي دمائي) قدس سره **اندراج النهايت في البدايت** جي ڪمال مهربانيءَ سان حاصل ٿيو هو پر اهو مَلڪو مون کي سٽن سالن گذرڻ ڪان پوءِ عنايت فرمايو هئائون.

**الحمد لله!** اسان تجربو ڪيوسين تہ اهي خطرات گهٽي ڪائڻ سان ۽ پيٽ کي پرڻ سان پيدا ٿين ٿا. پيٽ کي خالي رکڻ سان ۽ گهڻو ڏيءُ ڪري نہ ڪائڻ سان الله پاڪ بي مثال جي دائري ۾ سهٽي طريقي سان

خيالات ۾ آساني پيدا ٿئي ٿي ۽ حضور ۽ آگاهيءَ ۾ ڪمال حاصل ٿئي ٿو ۽ ڪوتاهي ۽ نقصان ختم ٿي وڃي ٿو. بلند مرتبي جي نسبت سان گهٽي ڪائڻ ۽ گهٽي پيئڻ ۽ پيٽ پرڻ سان خطرات واقع ٿين ٿا ۽ فاسد خيالات ۽ ظاهري مرض گهٽي ڪائڻ ۽ پيئڻ سان پيدا ٿين ٿا.

حضرت برگزيده اوليائن جي رهبر، وڏي مشائخ، شيخ الاحباب، مرڪز دائره صدق ويقين، پير اعظم (خواجہ قاضي احمد قريشي دمائي) قدس سره جن معرفت جي عمليات جي باري ۾ گفتگو ڪندي فرمايو تہ "هنن وٽ پڻ عمل سان الله جي ذات ۽ حضور جو نقش وابستہ آهي، اهڙيءَ ريت مراقبي ۽ ذڪر ۾ مشغول نہ ٿيڻ سان مڪمل نقصان واقع ٿئي ٿو. ساڳيءَ ريت اڪيلائي ۾ عمل سان ڪلفت پيدا ٿي پوي ٿي پر مشغوليءَ ۾ هميشگي ڪرڻ سان عملي غير اُنسيت ختم ٿي وڃي ٿي.

سُني ڳالھ اها آهي تہ طريقت جو معاملو هر لحاظ کان همت ۽ ارادي سان وابستہ آهي ۽ حضور جي مَلڪي حاصل ڪرڻ کان بي خبري رهندي. هر عمل ۽ ترقيءَ جو شان عدم برابر آهي. مَلڪو ان ڪي چون ٿا جڏهن ماسوا الله کان خالي ٿي، سالڪ جي دل الله تعالىٰ جي بي مثل ذات سان مشغول هجي ۽ حضور ذاتيءَ جو نقش ڪيس حاصل ٿئي ۽ ان ڪي ئي وڏي ۾ وڏي يا ڪامل فنا ڪوٺين ٿا.

**الخط باقي والعمر فاني"**

[احوال رهيل آهي پر عمر ختم ٿيڻ واري آهي.]

## [3]

### [سلوڪ جي بيان ۾]

**نُڪتو:** سلوڪ جي لفظي معنىٰ 'هلڻ' آهي ۽ اصطلاح ۾ سالڪن جي هلڻ سان مخصوص آهي ۽ اهو 'سير الي الله ' ۽ 'سير في الله ' آهي ۽ سلوڪ جو مڪمل مقصد پاڻ ڪي گم ڪرڻ ۽ پاڻ ڪي سڃاڻڻ آهي. جيستائين پاڻ ڪي گم ڪرڻ نہ سگهندو، تيستائين الله پاڪ جل شانہٗ ڪي نہ سڃاڻي سگهندو، جيستائين نفس جي خواهشات کان نہ نڪرندو، تيستائين گم ٿيڻ نہ سگهندو.

سلوڪ جو مقصد پاڪائي جي طلب، نيڪ اخلاق، اسرارن جو ڪشف ۽ انوارن جو ظاهر ٿيڻ آهي. اهي سڀ نفس جون خواهشون آهن جن جي طلب نہ ڪرڻ گهرجي ، جو تہ سلوڪ سان لازم ملزوم آهن جيڪي سالڪ گهري يا نہ گهري ڪيس حاصل ٿيندو. اهو طبعي طرح سلوڪ ۾ داخل ٿي ويندو ۽ نفس جي حظ مان نڪري ويندو ۽ گم ٿيڻ کان شناسا ۽ واقف ٿي ويندو ۽ پوءِ ان ڪي الله جل شانہٗ جي معرفت حاصل ٿيندي.

سالڪ ڪي ٽئن شين جي معرفت يا سڃاڻپ ضروري آهي هڪ مقصد جي سڃاڻپ، ٻيو مقصد سان هلڻ جي ڄاڻ، ٽيون مقصد واري راھ جي ڄاڻ ۽ چوٿون مقصد واري راھ جي رهبر جي ڄاڻ پر انهن سڀني جو

مقصد الله پاڪ جلّ شانهٗ جي ذات آهي. ان ڪري باطني طور هلندڙ سالڪ آهي ۽ خدا جي اها راهه نفس سان جنگ ۽ مخالفت واري آهي. جيئن الله پاڪ فرمايو ته،

وَالَّذِينَ جَاهَدُوا فِينَا لَنَهْدِيَنَّهُمْ سُبُلَنَا
(العنڪبوت: 69)

[پر جنهن اسان جي راهه ۾ (يعني حق جي واٽ تي هلڻ لاءِ) هر ممڪن ڪوشش ڪئي تن کي اسان پنهنجي (سڌي ۽ حقيقي) واٽ ڏيکاري ڇڏينداسون.]

پوءِ انهيءَ مقصد واري راهه جو ڪامل رهبر اهو آهي جيڪو ڇئن شين ۾ ڪامل آهي، هڪ نيڪ اقوال، ٻيو نيڪ اعمال، ٽيون نيڪ اخلاق ۽ چوٿون نيڪ معارف. هنن ڇئن شين سان گڏ ڪامل مرشد تڏهن آهي جڏهن ان ۾ ڪمال جي توڪل ۽ ڪمال جي قناعت هجي. پنهنجا سمورا ڪم الله پاڪ جي حوالي ڪري ۽ هن ڪائنات ۾ الله پاڪ ڪانسواءِ ان جو ڪو ٻہ مقصد نہ هجي، ڇو تہ سيني مقصدن کي ڇڏڻ سان ئي سڀ مقصد حاصل ٿيندا آهن.

گر مراد خويش خواهي ترک وصل ما بگير
گر همي خواهي رها کن اختيار خويش را

[جيڪڏهن تون پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ گهرين ٿو تہ پوءِ اسان جي طلب ترڪ ڪر. جيڪڏهن منهنجي طلب رکين ٿو تہ پوءِ پنهنجو اختيار ڇڏي ڏي.]

سفر 'سير الي الله' ان کي چئبو آهي تہ سالڪ راهه حق ۾ ايترو هلي جو هو الله پاڪ کي سڃاڻي. جڏهن 'سير الي الله' پورو ٿيندو تہ 'سير في الله' جي ابتدا ٿيندي آهي ۽ ان جي انتها يعني حد ڪا بہ ڪا نہ آهي. الله پاڪ جلّ شانهٗ جي معرفت اهلِ وحدت وٽ اها آهي تہ علم اليقين بلڪ عين اليقين سان ڄاڻي تہ وجود هڪ آهي گهڻا نہ آهن ۽ اهو وجود حق آهي ۽ انهيءَ وجود تعالىٰ کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو وجود نہ آهي ۽ اهو ڪجهہ ڪمن تي موقوف آهي.

'سير في الله' ان کي چئبو آهي تہ جڏهن سير الي الله پورو ٿئي تہ سالڪ ايترو سير ڪري جو سيني جواهرن ۽ اعراض جون حڪمتون ڄاڻي ۽ شُيون جيئن آهن انهن کي ڪما حقهٗ يعني جيئن سڃاڻڻ جو حق آهي سڃاڻي، ليڪن هي ءُ ممڪن نہ آهي ڇو تہ سڀ شُيون جيئن آهن انهن کي ڪما حقهٗ سڃاڻڻ ۽ انهن جي معلومات صرف ۽ صرف الله پاڪ کي معلوم آهي، ٻئي ڪنهن کي معلوم ناهي. ڇو تہ ان انسان جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ،

وَمَا أُوتِيتُمْ مِنَ الْعِلْمِ إِلَّا قَلِيلًا
(بني اسرائيل:85)

[انهن شين کي سڃاڻڻ جي باري ۾ اوهان کي جيڪو علم ڏنو ويو آهي، سو تمام ٿورڙو آهي.]

واضح هجي تہ الله پاڪ جو قرب سيني ٻانهن سان برابر ۽ هڪ جهڙو آهي جهڙو (حضرت) موسىٰ (عليہ السلام) سان تهڙو فرعون سان.

**وَنَحْنُ أَقْرَبُ إِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيدِ**

(ق:16)

[اسان (انسان کي) سندس ساهہ جي رڳ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون.]

پر ٻانهي جو قرب جيڪو الله پاڪ سان آهي ان ۾ فرق آهي. جيڪو حقيقتن کي وڌيڪ ڄاڻندڙ هوندو، اهو الله پاڪ کي وڌيڪ ويجهو هوندو. جيترو گهٽ ڄاڻ هوندو اوترو الله پاڪ کان گهٽو پري هوندو.

معلوم هجي تہ الله تعالىٰ جي پاڪ ذات پوري ڪائنات کي محيط آهي، جنهن جي ڪا انتها ڪانهي پر هن ڳالهہ کي سمجهڻ تمام ڏکيو آهي.

**أَلَا إِنَّهُمْ فِي مِرْيَةٍ مِنْ لِقَاءِ رَبِّهِمْ أَلَا إِنَّهُ بِكُلِّ شَيْءٍ مُحِيطٌ**

(حٰم: 54)

[يقين ڄاڻو! تہ اهي ماڻهو پنهنجي رب جي سامهون ٿيڻ جي شڪ ۾ آهن، خبردار! الله پاڪ پوري ڪائنات جي هر شيءِ کي گهيري ۾ آڻي ڇڏيو آهي.]

الله پاڪ نور آهي جيڪو بسيط بي پايان ۽ پوري ڪائنات کي محيط آهي ۽ هو طرف، مڪان ۽ زمان کان پاڪ آهي. سيني طرفن، جاين ۽ زمانن کي محيط آهي. الله پاڪ جي ذات کي پهريون درياهہ ٿا سڏين ۽ عقل کي ٻيو درياهہ ٿا سڏين، ملڪوت کي ٽيون درياهہ ٿا سڏين ۽ ملڪ کي چوٿون درياهہ ٿا سڏين. پهريون شيءِ جيڪا حق کان سندس اختيار موجب ظاهر ٿي، جيئن علم ڪلام وارا ۽ صوفي مڃين ٿا، اهو جوهر هو. هوڏانهن فلسفي وري ان کي لازمي يا مجبوري طور خدا مان نڪتل سمجهن ٿا، هو بہ ان کي جوهر ڪوٺين ٿا. ان کي ئي عقل اول، نور محمدي، روح محمدي يا قلم اعلىٰ چون ٿا. جيئن حديث قدسي ۾ آهي تہ،

**"كنت كنزاً مخفياً فاحببت ان اعرف فخلقت الخلق لان اعرفْ"**

[آئون هڪ لڪل خزانو ۽ ڪاڻ هوس، پوءِ مون چاهيو تہ مون کي سڃاتو وڃي، تنهن ڪري مون مخلوق کي پيدا ڪيو تہ جيئن مون کي سڃاڻن.]

الله پاڪ هن وجود جي درياهہ مان تجلي فرمائي تہ هڪ قطرو درياهہ جي ڪناري تي ڪِريو جنهن کي جوهر 'عالم ڪبير' (وڏو جهان) ٿا سڏين ۽ جڏهن جهانن کي فيض ڏيندڙ اهو جوهر حق جي فيض جو واسطو بنيو تہ پيغمبر عالم ٿيو. انهيءَ واقعي جي خبر (نبي پاڪ ﷺ جن) هيئن ڏني آهي:

**"كنت نبياً وآدم بين الماءُ والطينْ"**

[آئون ان وقت نبي هوس جڏهن آدم اڃا پاڻي ۽ مٽيءَ ۾ هو.]

هن واقعي بابت ڪن اوليائن سڳورن حضرت علي رضي الله عنهٔ کان نقل ڪيو آهي تہ پاڻ فرمايو اٿن تہ،

**"خلق الله نور محمد من نوره وصوره وصدره علي يده وبقي ذالک النور بين يد الله تعالیٰ مائة الف عام يلاحظ في کل يوم ليلة سبعين الف لحظة ونظرة يکتب بکل نظرت نوراً جديد او کرامتہ جديدت ثم خلق منها اي من الانوار الوجودات کلها"**

[جڏهن الله تعاليٰ محمد ﷺ جو نور پنهنجي نور مان خلقيو، تڏهن سندس سهڻي صورت ڪي پنهنجي هٿ آڏو رکيو ۽ اهو نور الله تعاليٰ جي هٿ تي برابر هڪ هزار يعني لک سال باقي رهيو. انهيءَ کي ملاحظي خاطر ڏينهن رات ۾ ستر هزار سال نظر هيٺ رکيو. هر نظر تي نئون نور يا نئين ڪرامت ٿي بخشيائين پوءِ انهن انوارن مان هر قسم جي موجودات کي خلقيائين.]

اهل شريعت چون ٿا تہ پوءِ الله تعاليٰ ان جوهر تي نظر ڪئي، پگهريل جوهر جوش ۾ آيو. اهو جيڪو مکڻ ۽ نچوڙ انهيءَ جوهر جو هو سو مٿي آيو تنهن مان عالم ارواح جا مرتبا پيدا ٿيا ۽ جيڪو باقي بچيو ان مان عالم اجسام جا مرتبا پيدا ٿيا. وري جڏهن اصل پگهريل خلاصي تي نظر ڪيائين تہ ان مان خاتم الرسل ﷺ پيدا ٿيو ۽ باقي جيڪو بچيو ان مان بيا اولي العزم ۽ رسولن جا روح پيدا ٿيا ۽ باقي بچيل مان اوليائن جا روح پيدا ٿيا. اجا جيڪي باقي بچيو ان مان اهل معرفت جا روح پيدا ٿيا. انهن سان گڏ زاهد بانهن، مؤمنن ۽ بين ماڻهن جا روح پيدا ٿيا ۽ آخر ۾ باقي بچيل مان نباتات (وڻن ٽڻن گلن ٻوٽن وغيره) جا روح پيدا ٿيا ۽ ان مان باقي طبيعتن جا روح پيدا ٿيا ۽ ان مان باقي آتشي طبيعتون ۽ خاڪي طبيعتون پيدا ٿيون ۽ هر روح سان ڪيترا ملائڪ پيدا ٿيا. جڏهن ان باقي پگهريل جوش تي نظر وڌائين تہ ان مان عرش، ڪرسي ۽ اهڙيءَ طرح ٻيون سڀ شيون ۽ ست آسمان پيدا ٿيا ۽ ائين سيئي عناصر تانجو مٿيءَ سوڌو انهيءَ باقي نچوڙ مان پيدا ٿيا، انهن کي مفردات عالمِ امر ۽ ملڪوت چون ٿا. اجا جيڪي باقي رهيو ان مان مفردات عالم ملڪ ۽ خلق پيدا ٿيا. اهي ارواح پنهنجي مقام ۽ مرتبي جي لحاظ موجب عالم اجسام ۾ آهن. جهڙي طرح عرش جو مقام ۽ ارواح دنيا جي آسمان جو مقام، سيني مؤمنن جا روح ۽ سيني انسانن جا روح ۽ انهن جي درميان جيڪي ڪجهہ آهي ۽ آخر ۾ چئن طبيعتن جي جاءِ مقرر ٿي آهي.

**وَمَا مِنَّا إِلَّا لَهُ مَقَامٌ مَعْلُومٌ**

(الصافات: 164)

[ملائڪن چيو: اسان مان ڪو بہ اهڙو نہ آهي جنهن لاءِ مقرر جاءِ نہ هجي.]

نوَ علوي ۽ چار سفلي مرتبا آهن ۽ خاڪ يا مٽي بلڪل هيٺ يا آخر ۾ آهي.

**ثُمَّ رَدَدْنَاهُ أَسْفَلَ سَافِلِينَ**

(التين:5)

[ان کي اسان سڀ کان هيٺاهون ڦٽي ڪري ڇڏيو آهي.]

پر جڏهن اها (خاڪ) قالب (جسم) تي سوار ٿئي ٿي تہ انهيءَ جسم جي ڪري پنهنجو ڪمال حاصل ڪري ٿي. ان کان پوءِ عروج حاصل ڪري پهرئين مقام تي پهچي ٿي ۽ ان کان اڳتي ترقي ممڪن ناهي پر جائز آهي تہ ان مقام تي نہ پهچجي بلڪ درميان ۾ رهي. ڇاڪاڻ تہ جدائي جي حالت ان جاءِ تي اعتبار واري آهي تان تہ جيڪڏهن زاهد زهد ڪرڻ کان اڳ عبادت ڪندي مري وڃي تہ سندس روح بئي آسمان تائين پهچندو جيڪو عبادت وارن روحن جو مقام آهي ۽ ان ڪري سندس حشر عابدن سان گڏ ٿيندو. هن قول موجب:

**"ڪما تعيشون تموتون وڪما تموتون تحشرونْ"**

[جيئن زندگي گذاريو ٿا ائين مرندؤ ۽ جيئن مرندؤ ان طرح اُٿاريا ويندؤ]

جڏهن دنيا مان ڪنهن بہ بي ايمان جو روح مٿي وڃي ٿو تہ آسمان تي نہ ٿو پهچي، توڙي جو سندس نزول آسمان کان آهي، ڇاڪاڻ تہ هر ماڻهو دنيا ۾ ايمان سان ٿو اچي، پوءِ نياڳي نفس شيطان جي ناپاڪ صحبت جي ڪري هتي بي ايمان ٿي وڃي ٿو. حديث شريف ۾ آهي تہ،

**"ما من مولود الا وڪل يولد علي الفطرة الاسلام ثم ابواهُ يهودانه او ينصرانه اويمجسانه"**

[هر نئون ٻار فطرت تي يعني اسلام تي پيدا ٿيندو آهي، پوءِ ان جا پيءُ ۽ ماءُ ڪيس يهودي يا عيسائي يا مجوسي بڻائيندا آهن.]

ڪي دنيا جي آلودگي ۾ غرق ٿي ويندا آهن. (جيئن حديث شريف ۾ آهي)

**"الدنيا جيفتہ"**

[يعني دنيا ڍونڊ آهي.]

اهل حڪمت وارن جو چوڻ آهي تہ عقل اول حقيقي طور آهي پر نسبت ۽ اضافت جي لحاظ سان ڪثرت اعتباري پيدا ٿيندي آهي. عقل کي ٽي معرفتون حاصل آهن هڪ حق جي معرفت، ٻي پنهنجي ذات جي معرفت ۽ ٽئين ذات حق جي طلب جي معرفت. معرفت حق مان ٻيو عقل پيدا ٿيو ۽ پنهنجي ذات جي معرفت سببان نفس پيدا ٿيو ۽ معرفت ضرورت سببان جسم پيدا ٿيو ۽ عقل ٻئي کي وري ٽي معرفتون پيدا ٿيون ۽ انهن ٽنهي معرفتن مان پڻ عقلي، نفسي ۽ جسمي معرفت پيدا ٿي. اهڙيءَ طرح هن عقل کي وري ٽي معرفتون حاصل ٿيون.

اهڙيءَ ريت نوَ مرتبا، نوَ عقل، نوَ نفوس ۽ نوَ اجسام، هن ترتيب سان عقل، نفوس ۽ اجسام نوَ افلاڪ آهن، هر فلڪ کي عقل، نفس ۽ جسم آهي ۽ هنن نوَن عقلن کي عقل اول سان 'عقول عشره' يا ڏهہ عقل جو نالو ڏنو اٿن ۽ هيءَ قدامت ذاتي آهي زماني نہ آهي جو اهي سيئي اڪ چنيِ ۾ پيدا ٿيل آهن، باقي هر شيءِ پنهنجو پاڻ باري تعالىٰ کان فيض حاصل نٿي ڪري، مگر **"العقل اول واحد لايصدر عنه الاالواحد وباقي عقول ونفوس وطبائع وعناصر ومعدن نباتات حيواناتْ"**[يعني عقل اول واحد الواحد کان سواءِ ظاهر نہ ٿو ٿئي باقي عقل، نفس، طبيعتون، عناصر، نباتات ۽ حيوانات ۾ جيڪي ڪجهہ شامل آهي اهي سڀ عقل

اول مان پيدا ٿيا.] پر آتشي طبيعت ۽ ان جو عنصر فلڪ قمر جي هيٺان آهي ليڪن خاڪي طبيعت جو عنصر جيڪو مواليد ثلاثه (نباتات، جمادات ۽ حيوانات) سو پيءُ ۽ ماءُ وانگر آهي. اهي سڀ اڪ ڇنڀ ۾ عقل مان پيدا ٿيل آهن. اهو ئي سبب آهي جو حڪما يا فلسفي افلاڪ، عناصر ۽ انهن جي طبيعتن کي قديم چون ٿا پر ساڳئي وقت انهن ٽنهي جي ماءُ پيءُ مان پيدا ٿيلن کي حادث چون ٿا.

وڏيڪ ڄاڻڻ گهرجي ته موجودات جي ڪثرت جو مقصد عرفان ۽ عبادت جو ڦل حاصل ڪرڻ آهي. جيئن اڳ (حديث) ۾ آيو آهي ته، "آئون مخفي خزانو هوس پوءِ مون چاهيو ته پنهنجو پاڻ سڃاڻايان پوءِ مون مخلوق کي پيدا ڪيو."

وَمَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَالْإِنْسَ إِلَّا لِيَعْبُدُونِ

(الذاريات:56)

[مون جنن ۽ انسانن کي پنهنجي عبادت (يعني معرفت) لاءِ پيدا ڪيو آهي.]

جيئن ته موجودات جو وڏ (ڪثرت) عقل منجهان آهي ۽ عارف عابد کي ان جو ڦل نصيب ٿيو آهي، ان لحاظ کان ٻنهي جو تفاوت ئي سندس جزا يا انعام آهي ۽ ان جي ڪا پڇاڻي ڪونهي. 'الانسان سرّي وانا سرهٗ' [انسان منهنجو ڳجهه آهي ۽ آئون هن جو ڳجهه آهيان.] ۾ اهو ئي راز سمايل آهي. (پورو ٿيو)

هي اختصار مخدوم ميان ابوالحسن ﷫ عليه جي تصنيف (ينابيع) تان ورتل آهي.

## [4]

### نُڪتو:مَا عِنْدَكُمْ يَنْفَدُ وَمَا عِنْدَ اللَّهِ بَاقٍ

(النحل: 96)

[جيڪو توهان وٽ آهي اُهو فنا ٿي ويندو ۽ جيڪو الله پاڪ وٽ آهي اُهو هميشه رهندو.]

جيستائين سالڪ هن اُڏاري لباس مان نه نڪرندو ۽ ماسویٰ الله کان پنهنجي جان نه ڇڏائيندو، پاڻ ۽ نفس کان خالي نه ٿيندو ۽ پاڻ کان نه نڪرندو تيستائين الله جي حضور ۾ ڪيس رستو نه ملندو.

"وتخلق باخلاق الله"

[الله تعالیٰ وارا اخلاق يا گُڻ اختيار ڪريو.]

يعني الله تعالیٰ وارا ڪم ڪيو جڏهن مٿيان ڪم ڪندؤ، تڏهن الله تعالیٰ واريون عادتون سندس جسم ۾ جنم وٺنديون. (پورو ٿيو)

## [5]

**نُڪتو:** جڏهن سُلوڪ وارو مرتبو پايئي تڪميل تي پهچندو، تڏهن نفس اَمّاره مان نڪري نفس مطمئنہ تي پهچندو ۽ نفس سرڪشي ۽ بي فرمانيءَ کان باز ايندو. انڪار کان نڪري اقرار طرف ايندو ۽ ڪُفر کان نڪري اسلام طرف ايندو. رسول الله ﷺ جي تابعداريءَ جي ڪوشش ڪندو ۽ شريعت ۽ الله پاڪ جي قانون تي هلڻ لڳندو ۽ تابعداريءَ جي حقيقت ڏي موٽي ايندو. جيڪڏهن نماز ادا ڪندو تہ تابعداريءَ جو حق ادا ڪندؤ. روزي جو بہ اهو ئي حڪم آهي. جيڪڏهن زڪواة آهي تہ ان جو بہ اهو ئي حُڪم آهي. اهڙيءَ طرح شريعت جا سيئي نيڪ عمل سمجهڻ گهرجن ۽ سيني جو اهو ئي حُڪم آهي الله جي قانون ۽ شريعت جي پابندي ڪرڻ. سوال: الله پاڪ جي نماز ۽ روزي جي حقيقت ڇا آهي؟ جواب: نماز ۽ روزو نيڪيءَ جا مخصوص ڪم آهن. جيڪڏهن ائين ڪندو جيئن انهن ڪمن جو حڪم ڪيو ويو آهي ان مطابق ادا ڪندو تہ ان جو حق ادا ٿيندو. سوال: ظاهري صورت ڇا آهي ۽ اُن جي پويان حقيقت ڪيئن آهي؟ جواب: جيئن تہ شروعات ۾ نفس اَمَّارو (حڪم هلائيندڙ) هوندو آهي، جيڪو بذات خود الاهي احڪامن جو مُنڪر ٿئي ٿو. حالانڪ الاهي احڪامن جو مطلب حقيقي بجا آوري آهي ان جو مثال مؤمن ۽ منافق وارو آهي ظاهريءَ طور ٻئي نماز ٿا پڙهن. منافق جنهن جي اندر ۾ انڪار آهي ۽ نماز ظاهري طور ادا ڪري ٿو، ليڪن سندس اُبتڙ مُؤمن جنهن جو اندر فرمانبرداريءَ سان سرشار آهي ۽ ان ۾ فرمانبرداري ۽ حقيقت جي تجلي آهي. تنهنڪري سندس ظاهر ۽ باطن برابر آهي. ان ڪري ٻنهي جي حقيقت مختلف آهي. منافق جي باطن ۾ انڪار آهي ۽ مؤمن جي ظاهر ۽ باطن ۾ اقرار آهي. ان ڪري انڪار ۽ اقرار جي اعتبار سان ٻنهي جو عمل مختلف آهي. والسلام. (پورو ٿيو)

## [6]

**نُڪتو:** ولايت جا بہ قسم آهن هڪ اهو ولي الله جنهن جو علم رحمٰن جي طرف کان آهي، جيڪو نبي پاڪ جي پيروي اتباع نبوي ۽ نور محمدي جي جلوي سان حاصل ڪندو آهي. ٻيو ولي الشيطان جيڪو ڏکين رياضتن سان، شيطاني قانون سان، معڪوس سان، شريعت جي اُبتي پيرويءَ سان قلبي علم حاصل ڪندو آهي. ان کي القاءُ شيطاني چوندا آهن، انهيءَ سبب جي ڪري ڪشف شيطاني ۽ ڪرامت شيطاني حاصل ٿيندي آهي ۽ ان کي ڪرامت استدراج چوندا آهن. انهيءَ سبب جي ڪري ان کان بہ تجليات شيطاني يعني ڪرامت جهڙيون ڳالهيون ظاهر ٿينديون آهن. جڏهن تہ سيني بلندين جو مقصد قول، فعل ۽ احوال ۾ متابعت محمدي آهي ۽ هن سلسلي ۾ حق تعالىٰ جي امر و ن هي جي حدن کان ڪڏهن بہ وڌڻ نہ گهرجي جيڪي سندس راضپي جو سبب نہ آهن. (پورو ٿيو)

## [7]

**نُڪتو: "من قتلة فانا دية"**

[جنهن کي مون ڪُنو تہ پوءِ ان جي چٽي (خون بها) مان آهيان]

هتي دين مان مراد اهو عطا ڪيل وجود آهي، جنهن کي بقا آهي.

**"تخلقوا باخلاق الله تعالیٰ"**

[اوهين پاڻ ۾ الله تعالیٰ وارا اخلاق ۽ صفتون پيدا ڪريو.]

مان مراد مٽي تي رکيل شيءِ هيٺ لاهي پنهنجي سيني ۾ آڻيو. هتي قتل مان مراد مطلق 'فناءُ الفنا' آهي ۽ فنا مطلق ٻن علمن کي وڃائڻ سان آهي يعني 'علم حصولي' ۽ 'علم حضوري'. علم حصولي آفاق سان تعلق رکي ٿو ۽ علم حضوري انفس سان تعلق رکي ٿو. جنهن کي فنا آفاقي ۽ فنا انفسي سڏيندا آهن ۽ انهيءَ مان مقصد شهود آفاقي ۽ شهود انفسي ء کي گم ڪرڻ آهي. ان مان مقصد ماسوا الله جي علم کي گم ڪرڻ آهي، ان کان پوءِ ڪامل فنا حاصل ٿيندو آهي. (پورو ٿيو)

## [8]

**نُڪتو:** جيڪڏهن الله سبحانہٗ وتعالیٰ ڪون ومڪان ۽ ڇهن طرفن کان پاڪ آهي تہ پوءِ سالڪن جو سير ڪٿي آهي؟ ۽ اهو ڪهڙي طرف کان ظاهر يا شروع ٿئي ٿو؟ ڇا سالڪن جو سير قلبي سير آهي؟ ڇو تہ اهو بہ ڇهن طرفن کان پاڪ آهي ۽ سندس وصل مان مراد عشق جي ڪماليت آهي ۽ عشق جي دائري کي ڪا انتها نہ آهي يعني عشق جو دائرو لامحدود آهي.

**رباعي**

اين نہ دريائ ست کانرا ساحل پيدا شود
اين نہ صحرائ ست کانرا منزل پيدا شود
سالها مانند مجنون پائ در دامن کشيد
تانکہ از دامان صحرا محملي پيدا شود

[هيءُ اهو سمنڊ آهي جنهن کي ڪو ڪنارو نہ آهي. هي ء اها صحرا آهي جنهن ۾ ڪا منزل نہ آهي. ڪيترائي سال مجنون وانگر انهيءَ صحرا ۾ پيادل هلڻ سان آخرڪار ان بيابان جي دامن مان ليلیٰ جي ڏولي نظر ٿي.]

ظاهري معنوي علمن جي جامع مخدوم ميان عبدالواحد سيوستاني ء هيءُ مثنويءَ جو بيت لکيو آهي تہ،

علم حق در علم صوفي گم شود
اين سخن کي باور مردم شود

[الله جو علم صوفيءَ جي علم ۾ گم ٿي وڃي ٿو، هن ڳالهہ جو ماڻهو ڪيئن اعتبار ڪندا.]

هنن لفظن ۾ پوشيدگي ۽ پردو آهي. اهي حقيقتون ۽ دقيق معرفتون ۽ لطيف جوهر جيڪي صوفيءَ کان ظاهر ٿين ٿا سي ماڻهو سمجهن ٿا تہ اهو صوفي ءَ جو علم آهي ليڪن درحقيقت صوفي دائمي طور فنا سان مشرف ٿي عدم سان وابستہ ٿي وڃي ٿو. تڏهن هو علم نہ رکندو آهي ڇو تہ علم موصوف جي قيام جي صفت آهي. جڏهن موصوف فاني ۽ گم ٿي ويو تہ سندس صفت ڪٿان موجود ٿيندي؟ نقش ڦرهيءَ تي ئي موجود ٿيندو آهي جڏهن ڦرهي ئي نہ هوندي تہ نقش ڇا تي بيهندو؟ پوءِ جيڪو بہ علم صوفيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو حقيقت ۾ الله تعالىٰ جو ئي علم آهي جيڪو صوفيءَ ۾ پوشيده ٿي ويو آهي. صوفي ءَ جو علم پردي ۾ آهي جيڪو پردي جي پويان هن جهان ۾ جلوه گر ٿئي ٿو. ظاهري طور هر ماڻهو سمجهي ٿو تہ هي ءُ صوفيءَ جو علم آهي ليڪن صوفيءَ جي حال کان ڪوئي واقف ناهي ڇو تہ صوفي توڙي سندس نالو نشان بہ ئي گم ٿي چڪا آهن. مصرع:

نا مي ست ز من بر من باقي همہ او ست
[منهنجو صرف نالو آهي باقي سڀ اهو پاڻ ئي آهي.]

**والله اعلم ولاغير الاهو**
[الله پاڪ ئي ڄاڻي ٿو ان کان سواءِ ٻيو ڪو بہ ڪونهي.]

## [9]

## نُسخہ تصوف

رَب يَسر (اي رب! آسان ڪر)
وتَمّم بالخير (خير سان پورو ڪر)

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

### فصل - 1

[دل جي حقيقت جي بيان ۾]

دل صنوبري شڪل ۾ گوشت جو ٽُڪرو آهي ۽ اها ئي دل حقيقي ءَ جو آکيرو ۽ آشيانو آهي. دل جو اصلي دائرو عرش جي مٿان آهي.

چرخ است حلقہ در دولت سراي دل
عرش است پردہ حرمِ کبريائِ دل

[آسمان دل جي مسافر خاني يا دولتخاني جي دروازي جو ڪڙو آهي. عرش دل جي الاهي حرم خاني جو پردو ۽ حجاب آهي.]

**اول خلقت او همين است**

[(مخلوق مان) پهرين پيدائش دل جي آهي.]

بيت:

سر نشترِ عشق بر رگ روح زدند
يک قطره خون چکيد نامش دل شد

[جڏهن عشق جي تيز تکي چ هنب روح جي رڳن ۾ داخل ٿي تہ ان مان رت جو هڪ ڦڙو ٽِميو، ان جو نالو دل آهي.]

**اي عزيز!** انسان جي دل جو مثال هن طرح آهي. دل اِنسان جي وچ ۾ عرش جي مثل آهي ۽ روح جو محل دل جي برابر (وچ) آهي. جيئن عرش جي وچ ۾ حجاب آهي، دل ۽ بدن جي وچ ۾ عرش روح وانگر حجاب ۽ پردو آهي. جيستائين طبيعت، نفس، شيطاني خواهشن، عارضن ۽ ٻين اهڙين خرابين جي حجاب کان گذري نہ وينديون، تيستائين دل تائين نہ پهچنديون ۽ جيستائين دل کان نہ لنگهنديون، روح تائين نہ پهچنديون. الله تعاليٰ دل کي پنهنجو مُلڪ چيو آهي. "**قُلوبُ اَحِبَّائي دَارُ مُلکي**" [منهنجي دوستن جون دليون منهنجي مُلڪ جي گاديءَ جو هنڌ آهن.]

اين تن کہ مرکب است دنيا دارد
و آن جان کہ مجرد است عقبيٰ دارد

[هيءَ بدن جيڪو هڪ سواريءَ وانگر آهي، دنيا جو مالڪ آهي پر اهو ساهہ جيڪو مُجرد (اڪيلو) آهي آخرت جو مالڪ آهي.]

هي خون جو ذرو جيڪو دل ۽ جان جي وچ ۾ آهي، طريقت جو سلطان ۽ بادشاهہ آهي.

"**قلب المؤمن حرَّم اللهِ وحرامٌ علي حرمَ اللهُ ان يُّلِجَ فيه غير الله**"

[دل الله جو حرم آهي ۽ تو لاءِ خدا جي حرم ۾ غير کي آڻڻ حرام آهي.]

حضرت ابراهيم خليل الله عليہ السّلام تہ ڪفر کان پاڪ هو پوءِ دل کي مسلمان ڪرڻ بابت، حق تعاليٰ جو اهو فرمان ٻي ڪهڙي معنيٰ ۾ ٿي سگهي ٿو، جو چيو ويو آهي:

**إِذْ قَالَ لَهُ رَبُّهُ أَسْلِمْ قَالَ أَسْلَمْتُ لِرَبِّ الْعَالَمِينَ**

(البقرة: 131)

[جڏهن ان کي سندس پالڻهار چيو تہ تابعدار ٿيءُ. چيائين تہ مون جهانن جي پالينڊڙ جي تابعداري قبول ڪئي.]

حضرت ابراهيم (عليہ السّلام) تہ ڪفر کان معصوم آهي يعني دل کي مسلمان ڪر جيڪا حق جي نظر جو محل آهي.

**"اِنَّ الله لاَينظر اِلیٰ صُورکُم وَلا اَعمالِکُم بَلْ يَنظُر اِلیٰ قُلوبِکُم ونِيَّاتِکُمْ"**

[الله تعالیٰ توهان جي صورتن کي ۽ توهان جي عملن کي نٿو ڏسي پر توهان جي دلين ۽ نيتن کي ڏسي ٿو.]

**اي عزيز!** دل بادشاهہ جي خزاني وانگر آهي جيئن حضرت دائود عليہ السّلام مناجات ۾ چوڻ لڳو: **"يَا رَبِّ اَن لِکُلِّ مَلِکٍ خزانۃٌ فَاَين خَزَائنَتکَ"** [اي پروردگار! هر بادشاهہ جو خزانو هوندو آهي، پوءِ تنهنجو خزانو ڪٿي آهي؟] الله تعالیٰ تڏهن وحي موڪليو: **"يا دَاوٗدُ اِنَّ لي خَزَانۃٌ اَعظمُ مِن العَرشِ واَوسَعُ مِن الکُرسِيِّ واَطيبُ مِن الجَنّۃِ واَظهرُ مِن المَلکُوتِ"**[اي دائود! بيشڪ منهنجو خزانو عرش کان وڏو ۽ ڪرسيءَ کان وڌيڪ ڪشادو ۽ ويڪرو، جنت کان وڌيڪ خوشبوءِ وارو ۽ جهانن (مُلڪن) کان وڌيڪ ظاهر آهي.] **"اَرَضُهَا اَلمعرِفَتُ وَمن سَماءُ هَا اَلايمانُ وشَمسُ هَا اَلشَّوقُ وقَمُرهَا اَلمُحبَّتُ ونُجومُ هَا اَلخَواطِرُ وتُرَابها اَلهِمَّتہ وجُدارَهَا اليقِين وسَحَابها العُيُونُ ومَطُرُهَا الرَّحمۃ"** [اُن جي زمين معرفت ۽ آسمان ايمان آهي. اُن جو سج شوق، چنڊ محبت ۽ ستارا دِليون آهن. سندس مِٽي همت ۽ ان جون ڀتيون يقين آهي. ان جا ڪڪر چشمان ۽ رحمت سندس برسات آهي.] **"وَلَهَا اَربعۃٌ ارکانِ التوکل والتفکر والأنس والذکر"** [۽ ان جا چار رُڪن آهن: (1) توڪل (2) فڪر (3) محبت ۽ اُنس (4) ذڪر] **"وَلَهَا اَربعۃٌ اَبوابِ العِلمُ والحِلمُ والصبّرُ والرّضَا"** [۽ ان جا چار دروازا آهن: (1) علم (2) حلم ۽ بردباري (3) صبر (4) رضا.] **"الا وَهي البَيت فاسَمهَا القلبُ ولقبها السِرُّ وصِفتُها الضّمِيرُ"** [خبردار! اهو گهر آهي، جنهن جو نالو دل آهي، جنهن جو لقب سِرّ (راز) آهي ۽ جنهن جي صفت ضمير آهي.] **"وَعَنُ جبرئيل مَستُور ومِن الشيّطانِ مَحرُوسَ وَهُو يَنظُر اِليَّ وانا اَنظُر اِلَيہ"** [جيڪا جبرئيل (عليہ السّلام) کان لِڪل آهي ۽ شيطان کان پناهہ ۾ آهي ۽ اهو مون ڏانهن ڏسي ٿو ۽ آئون اُن ڏانهن ڏسان ٿو.]

**اي عزيز!** الله تعالیٰ توکي ائين گهريو تہ پنهنجو جمال ڏسي، ان ڪري دل کي پيدا ڪيائين ۽ ان کي پنهنجي نور سان روشن ڪيائين. هو جڏهن بہ پنهنجو جمال ڏسڻ گهري ٿو تہ دل جي آئيني ڏانهن نگاهہ ڪري ٿو تہ سندس جمال پڌرو ٿئي ٿو. **'مَثَلُ القَلْبِ کالمِرُئۃِ اِذَا نَنظَرُ'** [دل جو مثال آئيني (آرسي) وانگر آهي، جڏهن نظر ڪري (تڏهن جمال ڏسي)] **'فَاِنَّ الله تعالیٰ فِي کُلِّ يَومٍ وَّلَيلۃٍ ثلثائۃُ مآۃٍ وَّسِتينَ نَظرَۃً فِي قُلُوبِ المُؤمِنِ'** [پوءِ الله تعالیٰ هر رات ۽ ڏينهن ۾ ٽي سئو سٺ دفعا دل جي آئيني تي نظر ڪري ٿو.]

اها نظر چئن قسمن يا صفتن سان هوندي آهي: (1) عظمت واري نظر (2) هيبت واري نظر (3) جمال واري نظر (4) رحمت واري نظر. عظمت جي نظر جي نشاني هيءَ آهي تہ ٻانهي جي دل ۾ سرايت جو اثر محسوس ٿيندو آهي. هيبت جي نظر جي نشاني هيءَ آهي تہ ٻانهي جي دل سڙندي ۽ جلندي آهي ۽ ذرا ذرا

ٽيڙ لڳندي آهي. ٻانهو خيال ڪندو آهي تہ هيبت جي ڪري هلاڪ ٿي ويندس. جمال جي نظر جي نشاني هيءَ آهي تہ ٻانهو حيران ۽ مُستغرق هوندو آهي. دل حيرت ۾ موج ڪندي ۽ جيڪي ڏسندو اهو ثبوت ۽ يقين سان ڏسندو. نظر رحمت جي نشاني هي ءَ آهي تہ زمين ۽ آسمان ۾ جيڪي آهي اهو سڀ ڏسندو ۽ دل آسمان ڏانهن هوندي ۽ اکين ۾ درياه جون ڇوليون هونديون ۽ دل ۾ نيون نيون صورتون ظاهر ٿينديون. (ان وقت ٻانهو) مصيبت ۽ نعمت جي ويجه ي ۽ پري جو فرق نہ ڪري سگهندو.

ان جي باري ۾ شيخ الاسلام خواجہ حسن بصري رضي الله عنه جو قول آهي "پوءِ عاشق کي جڳائي تہ هر وقت هوشيار رهي ۽ دل جو آئينو دوست جي جمال تي رکي تہ جيئن مٽس شرف جي نظر ٿئي ۽ دل عرش کان سواءِ حيثيت مطابق عرش بنجي. ڇاڪاڻ تہ بدن جو ڍانچو ڪعبو آهي، اجا بدن ۾ روح ڪونہ هو تہ روحن زيارت ڪئي. اجا بشريت پورو جامو نہ پاتو تہ ربوبيت وارو ڪعبو روانو ٿيو. صحراءِ دل جي صورت بدن ۾ رکيائون ۽ ٻيون انسانيت واريون خواهشون ڦهر (ظلم) لُطف (مهرباني) ٻنهي نعرو هنيو [ 28] **هَلْ مِنْ مَزِيدٍ** (ق: 30) [اجا ڪجهہ آهي.] حق جا مستانا دل جي ڪعبي ۾ مستيءَ جو شراب ڳولين ٿا.

**وَسَقَاهُمْ رَبُّهُمْ شَرَابًا طَهُورًا**

(الدهر: 21)"

[۽ سندن پالڻهار کين تمام پاڪ شراب پياريندو.]

(اُن سان) مست ٿين ٿا. ٻيو نفس جي مستانن جو ٽولو جيڪو شراب جي مستيءَ ۾ بي عقل ٿي: **يُوَسْوِسُ فِي صُدُورِ النَّاسِ**(الناس: 5) [ماڻهن جي دلين ۾ وسوسا وجهي ٿو.] ۽ شراب جي غفلت ۾ مدهوش آهن. پوءِ مقصد ڪعبي مان (بيت الله وارو) ڪعبو نہ آهي.

**فَلْيَعْبُدُوا رَبَّ هَٰذَا الْبَيْتِ**

(القريش:3)

[اهي هن گهر جي مالڪ جي عبادت ڪن.]

ورنہ دل جو مقصود عرش جو قُرب ۽ زيارت آهي. ڇو تہ: "**قَلبُ المُؤمِنِ عَرشُ اللهِ تعالىٰ**"[مؤمن جي دل الله تعالىٰ جو عرش آهي.] ان لحاظ سان جڏهن بدن ڪعبي وٽ پهچندو تہ طواف ڪندو ۽ حق جي شوق سبب واپس نہ ٿيندو پر جيڪڏهن واپس ٿيندو تہ ڪڏهن بہ رستو نہ ل هندو. سڀني مُحِبن جون دليون عرش جي پهلو وانگر آهن ۽ جنهن مُحب جي دل ۾ عرش جو اهو پهلو ناهي اهو محب ناهي.

## قطع

دل مغز حقيقت ست تن پوست ببين
در کسوت جان تو صورت دوست ببين
هر چيز کہ آن نشان هستي دارد
با پرتوه نور ست يا اوست ببين

[دل حقيقت جو مغز آهي ۽ بدن کي کل وانگر سمجھ ه يا ڏس، پنهنجي ساھ جي پوشاڪ ۾ دوست جي صورت کي ڏس. جنهن به شيءِ وجود يا هجڻ جو نشان آهي، اها يا ته هن جي نور جو پرتوو آهي يا خود اها پاڻ آهي، اهو ڏس.]

پر ڪِن خاص عاشقن جي دل الله جي اڳيان آهي، جيئن سرورِ ڪائنات ﷺ جيڪو:

**قَابَ قَوْسَيْنِ أَوْ أَدْنَى**

**(النجم: 9)**

[ٻن ڪمانن جو مفاصلو وڃي رهيو بلڪ اجا به ويجهو ٿيو.]

جو صاحب آهي، اُن ڪيترا دفعا فرمايو آهي ته،

**"اَبِيتُ عِندَ رَبِّي"**

[آئون پنهنجي پالڻهار وٽ رات گذاريندو آهيان.]

حق جي عاشقن جي قرب جو مقام: 'عِندَ مَليکٍ مُقتدر' (طاقت واري بادشاھ وٽ) واقع آهي.

سير زاهد هر مہ هي يک روز راه
طير عاشق هر دمي تا تخت شاه

[زاهد جو سير هر مهيني ۾ هڪ ڏينهن ڪان وڌيڪ نه آهي، پر عاشق جي اُڏام هر گھڙيءَ بادشاھ جي تخت تائين آهي.]

**اي عزيز!** تون ڄاڻ ته عاشق ڪير آهي ۽ زاهد ڪير آهي؟ زاهد اهو آهي جنهن جي دل کي الله تعالىٰ ڪمزور ڏسي ڪيس عبادت سان مشغول ڪيو. عشق ۽ معرفت جو بار هن جي دل ۾ نه رکيائين. هو جڏهن هن جسماني جهان ۾ آيو ته سندس دل ۾ تابعداريءَ جو جذبو هو ۽ ان ڪري عبادت ۾ لڳي ويو. جيئن ته ان جي دل ۾ معرفت جو نور ۽ عشق نه هو، ان جي ڪري حق کان حجاب ۾ رهيو ۽ محبوب کي نه ڏٺائين. عشق کي نه پهتو، ملامت جي گهٽيءَ ۾ ويهي رهيو.

زاهد گوشہ بہ مسجد کرد خوبان را ندید
هست نا بالغ ضرورت پارسائي ميکند

[زاهد مسجد جي ڪُنڊ ۾ ويهي رهيو، سھڻن کي ڪونہ ڏٺائين، هو اجا نابالغ آهي ۽ پاڪائي جي ضرورت اٿس.]

احوال عشق معرفت از مدعي مپرس
محجوب را ز هيچ چراغ نصيب نيست

[عشق ۽ معرفت جو احوال هن دعوىٰ ڪندڙ کان نه پڇ، جيڪو اوٽ ۾ آهي ان جي نصيب ۾ ڏيئي جي روشني ناهي.]

عاشق اهو آهي جنهن جي دل تي الله تعالىٰ 'اَلست' واري ڏينهن نظر وِڌي ۽ معرفت جو بار ان ۾ رکيائين ۽ عشق جي نور سان کيس مُنور ڪيائين.

عشق کار نازکان نرم نيست
عشق کار پهلوانست اي پسر

[عشق وارو ڪم نرم ۽ نازڪن جو نہ آهي، اي پٽ! عشق پهلوانن جو ڪم آهي.]

عاشق جڏهن هن جسماني جهان ۾ آيو تہ سندس دل عشق جي نور سان پُر هئي. محبوب کي ڏسڻ سان مٿس فدا ٿي پيو ۽ پاڻ انهيءَ ڪار سان مشغول ٿي ويو.

**اي عزيز!** ڄاڻ تہ جيئن مٿي ۾ بہ اکيون آهن ائين دل ۾ بہ بہ اکيون آهن. حضرت علي ڪرم الله وجههٗ فرمايو آهي:

**"مَا مِن مؤمن اِلَّاوَلَہ اَربعةُ عُيونِ عَينان فِي الراسِ فَينظُر بِهَما اُمورُ الطّاعَاتِ وعَينَانِ فِي القَلْبِ بيَنظُر بِهَما اُمورُ القلُبِ اِذَا اَرَادَ الله تعالىٰ بِعبدٍ خيراً اِفتَتَحَ عينہ فِي القَلْبِ"**

[هر مؤمن کي چار اکيون هونديون آهن بہ اکيون مٿي ۾ آهن جن سان اطاعت ۽ فرمانبرداري وارا ڪم ڏسي ٿو ۽ بہ اکيون دل ۾ آهن جن سان قلب ۽ دل جا ڪم ڏسي ٿو. جڏهن الله تعالىٰ ٻانهي سان خير جو ارادو ڪندو آهي تہ ان جي قلب جون اکيون کوليندو آهي.]

جن سان عالمِ ملڪوت کي ڏسندو آهي ۽ مٿي وارين اکين سان جهان دنيا ڏسندو آهي. جيئن حضرت رسالت پناهہ سيد المرسلين ﷺ فرمائين ٿا:

**"اِتَّقُوا فِرَاسة المُؤمنِ فَاِنّہٗ يَنظُر بِنُور الله"**

[مؤمن جي فراست کان بچو ڇاڪاڻ تہ مؤمن الله جي نور سان ڏسي ٿو.]

**اي عزيز!** دل جي انڌائپ گهٽي کائڻ ۽ شهوت جي ڪري ٿيندي آهي. 'شر العَمي عَمي قلبُہ' [بُڇڙي انڌائي دل جي انڌائي آهي.]

آن چشمہ کہ خِضر خورد از آن آب حيات
در منزل تست چشمہ انباشتہ

[خواجہ خضر جنهن چشمي مان پاڻي پيتو، اُهو آب حيات جو چشمو تنهنجي اڳيان پريل آهي.]

دل جي بينائي شهوت کي ڇڏڻ ۽ نفس کي بُکيو رکڻ ۾ آهي، ڇو تہ بُک دل جي رت کي گهٽ ڪندي ۽ صاف ڪندي ۽ ڳاريندي آهي، ان سان دل نرم ٿيندي آهي بُک ڪشف جي ڪُنجي آهي.

هر کہ امروز در آئينہ رخُ يار نديد
طفل را هست کہ او منتظر فردا شد

[جنهن اڄ (دنيا جي) آرسيءَ ۾ يار جو منهن نہ ڏٺو، سو ٻار آهي، هو سڀاڻي جو انتظار ڪري پيو.]

الله تعالىٰ فرمايو آهي:

وَمَنْ كَانَ فِي هَذِهِ أَعْمَى فَهُوَ فِي الْآخِرَةِ أَعْمَى

(بني اسرائيل: 72)

[جيڪو اڄ (دنيا ۾) معرفت کان حجاب ۾ آهي، اهو قيامت جي ڏينهن حق جي معرفت کان محروم آهي.]

شيخ عثمان مڪي رحہ جيڪو شيخ جُنيد بغدادي رحہ جو خليفو هو پنهنجي ڪتاب **'محبت'** ۾ لکي ٿو تہ، "الله تعالىٰ جان کان ستر هزار سال اڳ ۾ دلين کي پيدا ڪيو ۽ انهن کي اُنس جي باغ ۾ رکيائين. سِرُّ (رازن) کي اٺ هزار سال جان کان اڳ ۾ پيدا ڪيائين ۽ انهن کي اُنس جي باغ ۾ رکيائين ۽ انهن تي ٽي سئو سٺ دفعا ڪرامت جي نظر ڪيائين ۽ محبت جو ڪلمو انهن کي ٻڌايائين. دلين تي ٽي سئو سٺ دفعا لطيفہ اُنس ظاهر ڪيائين ۽ ٽي سئو سٺ دفعا جمال جو ڪشف ۽ تجلي وڌائين. نرمي، ڪاوڙ ۽ وڌائي انهن ۾ رکيائين ان کان پوءِ انهن تي امتحان جي نظر وڌائين. راز کي جان ۾ قيد ڪيائين ۽ جان کي دل ۾ قيد ڪيائين ۽ دل کي قالب ۾ قيد ڪيائين ۽ قالب کي جهان ۾ قيد ڪيائين. انبيائن کي موڪليائين ۽ فرمان جاري ڪيائين. انهن مان هر هڪ جيڪو جنهن مقام جو اهل آهي، ان مطابق فرمان جاري ڪيائين. الله تعالىٰ نماز جو فرمان ۽ حڪم ڪيو تہ جيئن بدن نماز ۾ مشغول ٿئي، دل مُحبت ۾ پيوست ڪيائين. جان قربت سان ۽ سِرّ وصال سان قرار ورتو. حضرت رسالت پناهہ ﷺ فرمايو آهي تہ:

**قَلبُ المؤمنِ بيتُ الله**"

[مؤمن جي دل خدا جو گھر آهي.]

اهڙيءَ طرح ڪتاب **'روح الارواح'** ۾ آهي. هڪڙي سالڪ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن کان پُڇيو: **'اَينَ الله؟'** [الله ڪٿي آهي؟] حضرت نبي ڪريم ﷺ جن ارشاد فرمايو تہ:

**'فِي قَلبِ المُؤمنِ'** [مؤمن جي دل ۾]

**'عين القضات'** لکيو آهي تہ:

**"فَادْخُلِي فِي عِبَادِيوَادْخُلِي جَنَّتِي (الفجر:30) اَي فادخُلي فِي قُلوبِ عبَادي."**

[پوءِ منهنجي ٻانهن ۾ داخل ٿي وڃ ۽ منهنجي جنت ۾ داخل ٿي وڃ يعني منهنجي ٻانهن جي دلين ۾ داخل ٿي وڃ.]

بدن جا عُضوا جمال ۽ سون هن کي ظاهر ڪن ٿا، پر ان ريت تہ اهي ڪو بہ ڪم نٽا ڪري سگهن جيستائين دل آماده نٽي ٿئي، تيستائين دل کان ڪو ڪم نٽو ٿئي سگهي جيستائين حق تعالىٰ نٽو گھري. جيئن قرآن مجيد ۾ ذڪر آهي، الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ:

**وَمَا تَشَاءُونَ إِلَّا أَنْ يَشَاءَ اللهُ**

**(الدهر:30)**

[۽ اوهين الله جي گهر کان سواءِ ارادو نٿا ڪري سگهو.]

وَاللّٰهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعْمَلُونَ

(الصافات: 96)

[۽ الله توهان کي پيدا ڪيو ۽ جيڪي توهان ڪريو ٿا.]

تا بتواني زيارت دل ها کن
ڪہ افزون هزار ڪعبہ باشد يک دل

[جيترو ٿي سگهي دلين جي زيارت ڪر، ڇاڪاڻ تہ هڪڙي دل هزار ڪعبن کان وڌيڪ آهي.]

دل 'بيت المعمور' (ملائڪن جو ڪعبو) آهي، جنهن جي ڇت ڪبريائي آهي، ان جو دروازو بقا آهي ۽ ان جي ديوار پاڪائي آهي. ان جي زمين تفريد يعني هيڪڙائي آهي. بيت المقدس ان جي جان آهي. ان ۾ وجد جو قافلو برابر هلندڙ آهي ۽ ان ۾ ڪُلندڙ راز نهايت وسيع آهن بلڪ عرش کان ڪشادا آهن ۽ اهي عرش کان اڳتي حق سان ملندڙ آهن. جڏهن ان جي دروازي تي پهچندين تہ عقل کي بيڻل لهندين ۽ علم کي وائڙو پر روح کي ان جو ساٿي ڏسندين. اُتي ڳالهائڻ بي ادبي آهي جيئن ڪتاب '**حديقة الحقائق**' ۾ لکيل آهي.

**اي عزيز!** جيترو سالڪ پنهنجي اندر کي مُرادن کان خالي رکندو تہ اوترو ئي دل جو سامان هتان بڌندو ۽ پرواز جي طاقت حاصل ٿيندس پر جيڪڏهن اندر مرادن سان پريل آهي تہ عروج جي همت ڪو نہ ٿيندس. دل کي هڪ سؤ هزار قدسي پر لڳل آهن ۽ جيڪڏهن انهن مان هڪڙو کولي تہ اوپر کان اولهہ تائين پهچي وڃي ۽ جيڪڏهن ان ۾ ٿورو بہ تصّرف ڪري تہ جيئن حضرت موسیٰ عليہ السّلام نيل نديءَ کي پنهنجي مرضيءَ مطابق (پاٽيءَ کي رت ۾) ڦيرايو هو يا حضرت نوح عليہ السّلام طوفان وقت ڪيو هو.

بلڪ اهو ان ذڪر جو نتيجو فيصلہ ڪُن آهي ۽ ان کان ئي گهرجي. دل جي خيال جون سورهن هزار غيبي باريڪيون آهن چار هزار جبرئيل عليہ السّلام وٽ آهن، چار هزار ميڪائيل عليہ السّلام وٽ آهن، چار هزار اسرافيل عليہ السّلام وٽ آهن ۽ چار هزار عزرائيل عليہ السّلام وٽ آهن. سيئي سورهن هزار باريڪيون ٽين ٽيون ۽ اُهي سورهن هزار باريڪيون يا نُقطا حقيقي شيخ يعني حضرت محمد مصطفیٰ ﷺ ۾ جمع آهن. تڏهن تہ فرمايائون:

"**إِنَّ عَيُنِي يَنَامُ وَلايَنَامُ قَلبي وقيل لايَنامُ قلبهٗ مراحل انه وحي الله في النومٌ**"

[بيشڪ منهنجون اکيون سمهن ٿيون پر منهنجي دل نٿي سمهي ۽ دل تي ننڊ ۾ بہ وحي ايندو آهي.]

پاڻ ﷺ جن ڪيترا دفعا ننڊ مان نماز لاءِ بيدار ۽ سُجاڳ ٿيندا هئا ۽ نماز پڙهندا هئا. اهو قلب جي بيداريءَ جي ڪري هو. جيئن ڪتاب '**الشفا**' ۾ لکيل آهي تہ "ويندڙ کي جڳائي تہ دل سان وڃي، جيڪو بہ ڪم آهي اهو دل جي حوالي ڪري ۽ ڪو بہ ڪم حڪم کان سواءِ نہ ڪري. جڏهن واٽ ويندڙ صوفي آهي تہ هن جو خرقو يا گودڙي سندس دل آهي. جيڪڏهن هو مسافر آهي تہ سندس دل لٺ وانگر آهي. جيڪڏهن

الله جي راھ ۾ لڙي تہ سندس دل ئي تلوار آھي، جيڪڏھن سمنڊ ۾ گھڙي ٿو تہ سندس دل ئي ٻيڙي آھي. پر جيڪڏھن ھو بادشاھ يا حاڪم ٿي پوي تہ سندس دل الھام جو مرڪز آھي. جيڪڏھن ھو صاحبِ سنت آھي تہ ھن جي دل جبرئيل وانگر آھي، جڏھن معراج تي روانو ٿئي ٿو تہ سندس دل بُراق ۽ رف رف وانگر آھي ۽ تڏھن ھو حق تائين پھچي ٿو.

عشقت رسيد ملک دل گرفت در دل شاه شد
از نور وجهت هم فخري گشت ف هو الله شد
انوار ذاتي با صفاتي مقترن شد بسطح دل
اوصاف وصيفي محو گشتہ حکم ذات شاه شد
نور قدسي شد مُصور در عيون عاشقان شد
اجرام علوي صم بکم گشت پس همراه شد
پس هو بگفتند عاشقان هو را بديد از هر طرف
پس کشف ها سرها از نظر مهر و ماه شد "

[عشق پھچي دل جي مُلڪ تي قبضو ڪري بادشاھ ٿي وينو، ھن جي چھري جي نور ڪي اھو فخر آھي تہ ان سان ھو خدا ٿي ويو. جڏھن ذاتي ۽ صفاتي انوار دل جي چوڌاري گڏ ٿيا، تڏھن سڀ صفتون ۽ وصفون گم ٿي ويون ۽ باقي بادشاھ جو حڪم بچيو. ان پاڪ نور عاشقن جي اکين ۾ ائين صورت ورتي جو آسمان جا سڀ نکٽ گونگا ٻوڙا ٿي ھن جا ساٿي بنجي ويا. پوءِ عاشقن جڏھن 'ھُو' جو ذڪر ڪيو تہ ھر طرف 'ھو' ڏٺائون، تڏھن سيئي راز ۽ ڳُجھ ھنن جي نظرن آڏو چنڊ ۽ سج وانگر ٿي پيا.]

جاڻ تہ دل ۾ غير خدا ڪي جاءِ نہ ڏي جو جو اھا الله جو ڪعبو آھي. خواجہ شيخ جُنيد بغدادي رحہ جيڪو شريعت ۽ طريقت جو پيشوا آھي تنھن فرمايو آھي:

**"لَيسَ فِي جُبَّتِي سِوىَ اللہ تعالیٰ"**

[منھنجي جُبي ۾ الله تعالیٰ کان سواءِ ٻيو ڪو نہ آھي.]

حضرت موسیٰ عليہ السّلام کي الله تعالیٰ فرمايو:

**"فَاخْلَعْ نَعْلَيْكَ (طه:12) اِخلَع قَلبَکَ عن اَهلِکَ ووَلَدِکَ عَن كُلِّ سِو الله تعالى فَاِنَّہ هُو الحامِلُ فِي الدَّارينِ"**

[پنھنجي جتيءَ کي لاھ يعني پنھنجي دل کي گھر وارن، ٻارن، ھر شيءِ کان خالي ڪر. تڏھن ٻنھي جھانن ۾ ڪٽندڙ ٿيندين.]

جيئن تفسير مولانا شرف الدين پاڻيپتيءَ چيو آھي:

### قطع

ديهيم خسروان بر ما رحل استرست
خسر وکسي کہ حلقہ تجريد را سرست
وحدت و راہ کنگرہ کبريا کشد
گو عارفي کہ منتظر او عرش اکبرست

[اسان جي مٿي تي شاهي تاج ائين آهي جيئن خچر جي مٿان آٿر. بادشاهه اهو آهي جنهن جي مٿي تجريد جو پٽڪو ٻڌل آهي. وحدت جي راهه ذات ڪبريا جي ڪنگرن ڏانهن ڇڪي ٿي. عارف اهو آهي جنهن جو منتظر خود عرش اڪبر آهي.]

جيئن روايت ۾ آهي تہ انبيائن جا سردار، عاشقن جا سرتاج، نماز ۾ هوندا هئا تہ سندن دل جو آواز سڏ پنڌ تائين ٻُڌبو هو. حضرت ابوبڪر رضہ ۽ حضرت علي رضہ ۽ ٻيا صحابي رضہ فرمائين ٿا تہ،

**"كان النبيّ ﷺ وهو يُصَلِّي ولجوفه أَزِيزٌ كأَزِيزِ المِرجَلِ"**

[حضرت نبي ڪريم ﷺ نماز پڙهندا هئا تہ سندن دل جوش ڪائيندي هئي جيئن ديڳڙي (باهه تي) جوش ڪائيندي آهي.]

جيئن حضرت رسول الله ﷺ جي اُمتين ۽ تابعدارن مان (حضرت) خواجہ بايزيد بسطامي رحہ هو، جنهن ڏهہ سال پنهنجي دل جي حفاظت ۾ گذاريا. جڏهن ڏهہ سال پورا ٿيا تہ سندس دل جوش کاڌو تہ حج لاءِ روانو ٿئي. آخر هڪ ڏينهن جڏهن هو حج تي روانو ٿيو ۽ پنڌ ڪندي هڪ اهڙي جاءِ تي اچي پهتو، جتي سندس ملاقات هڪ درويش سان ٿي. ان درويش ڪائنس پڇيو تہ اي خواجہ! پاڻ سان ڪهڙو توشو کنيو اٿئي يعني ڪيترو راهه جو خرچ اٿئي. جواب ڏنائين تہ ست دينار اٿم. درويش چيس تہ اهي مون کي ڏي ۽ منهنجي چوڌاري ست ڦيرا ڏي تہ تنهنجو حج قبول ٿي ويندو. هن ائين ڪيو.

### رباعي

ستم گري عشق بنام دل خويش
بردم بردم بدلبر آن دل خويش
حاصل کردم مراد کام دل خويش
اي من زميان جان غلام دل خويش

[عشق پنهنجي دل مٿان ستم گري يا جفا ڪشيءَ جي برابر آهي ان ڪري پاڻ پنهنجي اهڙي دل کي پنهنجي دلبر وٽ کڻي ويس. مون کي پنهنجي دل جي مراد تڏهن حاصل ٿي جڏهن مون اندر ئي اندر ۾ دل کي هن جو غلام بڻايو.]

**اي عزيز!** دل کي فارسيءَ ۾ دل چون ٿا پر عربيءَ ۾ ان کي قلب چون ٿا. ڄاڻ هجي تہ انهيءَ دل ۾ ساھ يا روح آهي پر اهڙي قسم جو روح جانورن ۾ ڪونهي. اهو روح دل تي تجليءَ وانگر آهي جيڪو نور يا روشني آهي ۽ صفا جي مقام تي عشق ۽ محبت جي رستي سان پهچي ٿو. انهيءَ کي بصيرت جو نور ۽ سِرّ ڪونين ٿا جيڪو هر قسم جي ماڻهوءَ جي دل ۾ ڪو نہ ٿو اچي سواءِ اهلِ محبت يعني جيڪي محبت سان خاص آهن.

قطعہ

ابلہان تعظيم مسجد مي کنند
در جفائي اهل دل جد مي کنند
مسجدي کان اندرون اولياء است
سجده گاهي جملہ انوار خدا است

[جيڪي بيوقوف آهن اهي ظاهري مسجدن جي تعظيم پيا ڪن پر الله وارن کي ستائڻ ۾ ڪا ڪسر باقي نٿا ڇڏين. حالانڪ اها مسجد (جهڪڻ جي جاءِ) جيڪا اوليائن جي اندر ۾ آهي، اها اِلاهي انوارن جي گڏ ٿيڻ جي جاءِ آهي.]

**اي پيارا!** دل جا ڪيترا مقامات آهن 'حديقہ الحديقہ' جي مصنف موجب پنج قسم جون خواهشون آهن پر 'مرصاد' جي مصنف موجب ست مقام آهن پر جڏهن انهن کي غور سان ڏسبو تہ مڙئي ٽن کان وڌيڪ ناهن جيتوڻيڪ سندن عبارتون يا عنوان مختلف آهن. جيئن شريعت جنهن جو بنيادي تعلق دل سان آهي. جيئن چيو اٿن:

**"الشريعة اقوالي والطريقة افعالي"**

[شريعت اقوالن تي منحصر آهي ۽ طريقت عملن سان واسطو رکي ٿي.]

ٽيون بنياد يا ٿنڀ حقيقت جو آهي. ان ڪري چون ٿا 'الحقيقت احوالي' يعني حقيقت منهنجو حال آهي. ان لحاظ سان دل جا ٽي مقام آهن. پهريون دل جو چهرو جنهن کي دل جي عيوض يا بدلي جو نالو ڏين ٿا. اهو هنڌ يا جاءِ ايمان ۽ علم جي کاڻ وانگر آهي اتي ئي معرفت ۽ حق جي طلب ۽ تفڪر تنبيہ حاصل ڪن ٿا. پر جيڪڏهن انهن وصفن کان محروم رهيو تہ ڪفر ۽ ظلمت يعني اونداهيءَ جي کاڻ بنجي پوندو. ان کان سواءِ خراب عمل جنهن ۾ نفس جا وسوسا ۽ شيطاني خيال شامل آهن سندس دل تي قبضو ڪري ويندا. جيئن نبي ڪريم ﷺ جن لاءِ ارشاد ٿيل آهي:

**أَلَمْ نَشْرَحْ لَكَ صَدْرَكَ**

(الشرح: 1)

[ڇا اسان تنهنجي لاءِ تنهنجو سينو نہ کوليو.]

پر عوام لاءِ وري چيو ويو آهي:

**يُوَسْوِسُ فِي صُدُورِ النَّاسِ**

(الناس: 5)

[هو جيڪو ماڻهن جي دلين ۾ وسوسا ۽ وهم وجهي ٿو.]

ٻيو مقام فواد آهي جيڪو متوسط يعني وچ تي آهي ۽ اهو ئي مشاهدن جي ڪاڻ آهي ۽ اهو ئي رويت يعني ديدار جي جاءِ آهي. اتي ئي توڪل، شڪر، تفويض، فراست، ن هنائي، تقوىٰ، توبه ۽ خوف يا رضا، ندامت، صبر جا مقام آهن. ان هنڌ اِلاهي انوارن سان واسطو پوي ٿو، جيئن الله تعالىٰ فرمايو آهي:

**مَا كَذَبَ الْفُؤَادُ مَا رَأَى**

(النجم: 11)

[هن جي دل دوکو نہ کاڌو جيڪي هن ڏٺو.]

ٽين قلب جي جست يا اُڏام آهي، اها جست گويا دل جي اندر خون جي ڳوٽري يا ميخ وانگر آهي جنهن کي جڏهن شوق جي باهہ جلائي ذرا پرزا ڪري ڇڏي ٿي تہ محبت مضبوط ۽ محڪم ٿي پوي ٿي. جيئن ارشاد خداوندي آهي:

**قَدْ شَغَفَهَا حُبًّا**

(يوسف:30)

[هوءَ (يوسف جي) عشق ۾ ديواني ٿي وئي آهي.]

يعني قلب جي حجاب جو چاڪ ٿيڻ. انهيءَ ڪاڻ ۾ محبت، عشق، شفقت، حرمت ۽ اِلاهي انوارن جو ظهور الوهي صفات ۽ غيبي مڪاشفات، علم لدني ۽ دانائيءَ جي تڪميل ۽ الاهي اسرارن جو خزانو موجود آهي. جيئن ارشاد خداوندي آهي:

**أَشَدُّ حُبًّا لِّلَّهِ**

(البقره:165)

[اهي الله سان تمام گهڻي محبت رکڻ وارا آهن.]

**اي پيارا!** جڏهن شوق واري باهہ اتي پهچي ٿي ۽ ان ڳنڍ کي ڳاري وجهي ٿي تہ عشق پنهنجي هٿ ۽ ڪمان سنڀالي ٿو ۽ عاشق بيقرار ۽ مجبور ٿي هڪ طرف لڙي پوي ٿو. اهو ان ڪري جو عشق جي شروعات تابعداريءَ سان ٿئي ٿي ۽ ان جي پڇاڙي عاشق جي تباهي ۽ خرابي آهي. انهيءَ کي مدهوشي ۽ حيرت چون ٿا. اهو ئي سبب آهي جو خواجہ بايزيد بسطامي سُڪر ۽ حيرت جي غالب هجڻ ڪري فرض بہ ادا ڪري نہ سگهندو هو ۽ اها دعا گهرندو هو تہ حق تعالىٰ مون کي ايتري هوشياري ڏي جو فرض ادا ڪري سگهان ۽ رسول ڪريم ﷺ جي پيروي ڪا پري نہ پوان.

**رباعي**

**کار من از عشق مشکل مي شود**
**خان مانم بر سر دل مي شود**
**هر زمان خواهم کہ بگريزم ز عشق**
**عشق پيش از من بمنزل مي شود**

[منهنجو ڪم ڪار عشق جي ڪري مشڪل ٿيندو پيو وڃي ان جي ڪري گهر، بار سڀ ڪجهه دل تان لهندو پيو وڃي، مان هر وقت گهران ٿو تہ عشق کان ڀڄي پري ٿيان پر عشق وري اڇي آڏو بيهي ٿو.]

**اي پيارا!** اصلي خصلت اها آهي تہ دل جي حڪمن تي هلي ۽ نہ نفس جي خواهشن جي پيروي ڪري، ڇو تہ فرمان خداوندي آهي:

**[اولئڪ] إِلَّا كَالْأَنْعَامِ بَلْ هُمْ أَضَلُّ سَبِيلًا**
(الفرقان: 44)

[اهي چوپاين وانگر آهن بلڪ انهن کان بہ وڌيڪ گمراهہ آهن.]

يا جيئن چيو ويو آهي:

**دل يکي منظريست رباني**
**خانۂ ديؤ را تو دل خواني**

[دل تہ رب ڪريم جي نظاري جي جاءِ آهي تون شيطان جي گهر کي دل ڪيئن ٿو چوين.]

واقعي جيڪڏهن دل وارا ڪم ڪري تہ پوءِ ارشاد خداوندي مطابق:

**حَاشَ لِلَّهِ مَا هَذَا بَشَرًا إِنْ هَذَا إِلَّا مَلَكٌ كَرِيمٌ**
(يوسف:31)

[هاءِ! هيءُ ماڻهو نہ آهي، هيءُ تہ ڪوئي فرشتو آهي!]

حضرت علي ﷺ تعالیٰ عنه چيو آهي تہ قلب جا ٽي قسم آهن. قلب سليم، قلب مُنيب ۽ قلب الشهيد. پهريون قلب سليم اهو آهي جنهن ۾ معرفت جي خواهش آهي، قلب منيب اهو آهي جيڪو بي هر شيءِ کان موٽيو يا باز آيو آهي. جيئن چيو ويو آهي:

**اناب من کل شيءِ الي الله**

قلب شهيد اهو آهي جيڪو الله تعالیٰ جو شاهد يعني گواهہ آهي يعني هر شيءِ ۾ هن جي قدرت جي گواهي ڏئي ٿو. '**سر العارفين**' ڪتاب ۾ ائين آهي.

**اي پيارا!** روح علوي ۽ نفس سفليءَ جو قالب هڪ ٻئي سان ڳنڍيل يا مليل آهي. هڪ حصو يا پاڱو نفس آهي تہ هڪ پاڱو روح آهي جڏهن بہ روح غالب ٿئي ٿو تہ دل روح کي ياد ڪري ٿي ۽ تڏهن سيئي چڱا ڪم ڪائنس صادر ٿين ٿا. جنهن جو مثال نبين ۽ ولين جون دليون آهن پر جڏهن نفس غالب ٿئي ٿو تہ وسوسا ۽ اجايا خيال حرڪت ۾ اچن ٿا ۽ ان جي ڪري برا عمل سرزد ٿين ٿا. انهن جو علاج عشق جي ميدان ۾ پير پائڻ سان ٿي سگهي ٿو.

**فصل ـ 2**

**عشق جي بيان ۾**

**مثنوي**

عشق آن شعلہ است کو چون بر فروخت
هرچہ جز مطلوب بوده جملہ سوخت
گر حريفي نزد عشق مال جان بباز
ورنہ سفلي تواند پي کرد کان باختن

[عشق باھ جو اهڙو اُلو آهي جڏهن اهو ٻڙڪي پوي ٿو تہ محبوب کان سواءِ ٻيو جيڪي ڪجھ آهي ان کي ساڙي ڀسم ڪري ٿو. جيڪڏهن عشق جي سامهون حريف آهين تہ پوءِ مال ۽ جان جي بازي لڳاءِ، نہ تہ سفلي (گهٽ همت وارو) ان کان جان ڇڏائي سگهي ٿو.]

ٻين سيني شين جي وڌڻ ۾ فائدو آهي مگر عشق اهڙو نقصان آهي جيڪو سراسر نعمت آهي اهو ئي سبب آهي جو مصيبت جي وڌڻ سان ان ۾ اضافو ٿئي ٿو.

**اي پيارا!** عشق اهو آهي جنهن جي محنت ۽ مصيبت تو کي لذت سان آشنا ڪري. انهن ٽنهي شين مان جيڪڏهن توکي ڪجھ نصيب نہ ٿيو آهي تہ ان جو مطلب آهي تہ اجا عشق جي نعمت تو کي نہ ملي آهي. جيئن چون ٿا تہ هڪ محبت ماريل ٻئي کان پڇيو تہ ڇا تون ڪنهن مصيبت ۾ مبتلا آهين؟ ٻئي چيو نہ، تڏهن پهرين چيس تہ پوءِ تون اجا محبت سان نا آشنا آهين ڇو تہ محبت ڪندڙ هميشه تڪليف ۽ پيڙا ۾ هوندو آهي ۽ تون خوش باش پيو لڳين.

انهيءَ ڪري رسالت مآب ﷺ پاڻ فقر کي اختيار ڪيو ۽ فقر کي فخر ڪوٺيو اٿن. جيئن پاڻ فرمايائون: "**الفقر فخري**" يعني فقر منهنجي لاءِ فخر آهي. حالانڪ فقر احتياج آهي ۽ اهو احتياج الله تعالىٰ جي ملاقات جو آهي مطلب جيڪي 'يحبُ الله' ۾ لکل اهي ان جي لاءِ قدم کڻ تہ جيئن ان ۾ وڌيڪ اضافو ٿئي. ان ڪري جيڪي 'لايحب الله' (جيڪي الله پسند نٿو ڪري) کان پرهيز ۽ پاسو ڪرين تہ جيئن عشق ۾ گهاٽو نہ پوي. عشق لفظ ۾ قاف قرب جو آهي جيئن چيو اٿن:

تو همائي قاف قرب اي برادر
هما را جز همائي مصلحت نيست

[**اي ياءُ!** تون قرب جبل جو هما پکي آهين پوءِ تو کي هما وانگر واسطو اهڙو اعليٰ يا مٿا نهون رکڻ کپي.]

اها دل جنهن ۾ عشق جو نور داخل ٿئي ٿو اهو نور دل ۾ حق جي وجود جي عقلي سمجهاڻيءَ جو ذريعو ۽ وسيلو بنجي ٿو. تڏهن اهو هر وجود کي سرّ ۽ قرب جي لحاظ کان سمجهڻ لڳي ٿو. قرب جا وري چار قسم آهن. جيئن '**تبصره**' رسالي ۾ مذکور آهي ته عقل سرّ تائين پهچائيندڙ آهي ليکن چوٿين قسم تائين عقل جي کا رسائي کو نہ ٿي سگهي. مثلاً قرب زماني جيئن حضرت نبي کريم ﷺ جو زمانو حضرت عيسىٰ (عليہ السّلام) جي زماني کان وڌيک قريب آهي. ٻيو قرب مکاني جيئن آسمان ۽ زمين جي مقابلي ۾ اسان جي پنهنجي دل وڌيک ويجهي آهي. ٽيون قرب عقلي جيئن اسان جي پنهنجي زماني جا ايمان وارا ابوجهل جي مقابلي ۾ حضرت نبي کريم ﷺ سان وڌيک ويجها آهن. باقي چوٿون قرب معرفت جو اهو نور آهي جنهن جي ادراک کان عقل عاجز آهي ڇو ته دنيا هک آئينو آهي ۽ معرفت جو نور ان آئيني کي پسڻ وارو ويساهہ آهي يعني اهو حق جو گواهہ آهي ۽ اها ئي ايمان جي حقيقت آهي.

بيت

خاطر خياط عقل گرچہ بسي پختہ زد
هيچ قبائي ندوخت لائق بالا عشق

[عقل جو درزي گهڻو قابل ۽ آزموده هو، ليکن هن عشق جي لاءِ کا بہ پوشاک سبي تيار نہ کئي.]

اهو قرب وجود يا هستيءَ لاءِ مخصوص آهي. جيئن ارشاد خداوندي آهي:

**وَهُوَ مَعَكُمْ أَيْنَ مَا كُنْتُمْ** (الحديد:4)

[هو توهان سان آهي جتي بہ توهين آهيو.]

**وَنَحْنُ أَقْرَبُ إِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيدِ**(ق:16)

[اسان توهان کي توهان جي ساهہ جي رڳ کان بہ ويجها آهيون.]

هتي جنهن قرب ڏانهن اشارو آهي ان مان مراد حق تعاليٰ سان علم وارو قرب آهي. باقي حق جي قدرت بابت ادراک کان عقل لاچار آهي، جيئن چيو اٿن:

**"ان الله تعاليٰ اقرب في الوجود والبعيد في الوجدان"**

[بيشک الله تعاليٰ وجود ۾ ويجهو آهي پر وجدان جي لحاظ کان پري آهي.]

**اي پيارا!** عشق جي تقويت خاطر اهو ٻڌائجي ٿو تہ حق تعاليٰ پنهنجي محبت رکڻ وارن کي ٽن طريقن سان آزمائي ٿو. پهرين مصيبت يا پريشاني ٻي دنيا ۽ دولت ٽين آخرت جو فکر. پهرين مصيبت کي موکلي ٿو تہ ان عشق جو امتحان کري تہ کيس آيل مصيبت جي کا خبر آهي يا نہ. جيکڏهن طالب نيک بخت آهي تہ ان مصيبت کي نعمت يا غنيمت ڄاڻندو، بلک ان مان لذت حاصل کندو. جيئن چيو اٿن:

**"من لم يتلذذ بضرب الحبيبِ فليس بمحبة"**

[جنهن کي محبوب جي مار مان مزو نہ آيو تہ اھو گويا محبت رکندڙ ناهي.]

يا چون ٿا:

**"حرّکو با البلاءِ فتحرّکوا لوسکتوا لوصلبوا بمکاشفات القلوب"**

[مصيبتن سان گڏ هلو پر جيڪڏهن بيهجي ويندا تہ دلين جا مکاشفا بہ گم ٿي ويندا.]

يعني هو مصيبتن سان مشغول رهي ٿو ۽ ان تي راضي رهي ٿو. گويا،

**رباعي**

**من حاصل غم ز دست آسان ندهم**
**دل را نکنم ز دست تا جان ندهم**
**از دوست بيادگاري دردي دارم**
**کان درد بصد هزار درمان ندهم**

[مان پنهنجي غمن کي ائين سولائي سان هٿن مان وڃڻ نہ ڏيندس جيستائين دل هٿن ۾ نٿي پهچي تيستائين ساھ نہ ڏيندس. دوست جي درد جي اهڙي ياد اٿم جو اهو درد کهڙي بہ قيمت تي علاج خاطر کو نہ ڏيندس.]

انهيءَ سبب کري حضرت نبي کريم ﷺ عاشقن جا سردار آهن جڏهن سندن ڏند مبارڪ زخمي ٿيو تہ پاڻ دانهن کوڪ نہ کيائون بلڪ ان موقعي تي بہ دشمنن لاءِ دعا خير کيائون.

**بيت**

**ملک دل طلبش بهر سلمان ندهند**
**هنوز غمش ب هر دل جان ندهند**

[دل جي ملکيت حضرت سليمان (عليہ السّلام) جي ملک جي قيمت تي بہ نہ ڏيندس هن جو مليل غم کنهن کي کيئن ٿو حوالي کري سگهان.]

**اي پيارا طالب!** عشق جو آرام ۽ عافيت سان کهڙو واسطو؟ حضرت ابوبکر صديق رضي الله عنه عنه جي ڏند ۾ ڇهن سالن تائين تکليف هئي پر کنهن سان ان جي شکايت نہ کيائين ۽ نہ وري ان سور جي خاتمي لاءِ کڏهن دعا کيائين. تانجو حق تعالىٰ حضور نبي کريم ﷺ ڏانهن وحي موکليو تہ اسان جا سلام ابوبکر تائين پهچايو، تڏهن پاڻ سڳورن حضرت ابوبکر کان پڇيو تہ هن جواب ڏنو، اي خدا جا پيغمبر! توهان فرمايو آهي:

**"اِنّ من کنوز البرّ کتمان الامراض"**

[بيشک بيماريءَ کي لڪائڻ نيکيءَ جي گنج مان هک حصي وانگر آهي.]

انهيءَ کري جڏهن مون کي ان گنج مان کجھ مليو تہ انهيءَ سبب جي کري ان کي ڳجهو رکيم.

مثنوي

با دل گفتم اي دلا صيد گنجي
اگر يار جفا کند چرا مي رنجي

[دل کي چيم تہ اي دل! تون گنج جو شڪار آهين پوءِ جيڪڏهن دوست تڪليف ڏئي ٿو تہ ڇو ٿي رنج ٿين.]

دل جواب ڏنو بڪواس نہ ڪر، آئون ڄاڻان ۽ هو ڄاڻي، تون وچ ۾ ڪيئن ٿو اچين. ان ڪري خواجہ شبليءَ رحہ هر روز مصيبت ۽ تڪليف جي لاءِ دعا گهرندو هو. جنهنڏينهن تڪليف محسوس نہ ڪندو هو تہ غمگين ٿيندو هو. هڪ ڏينهن هڪڙو پٿر اچي سندس مٿي تي لڳو تہ مٿو مٿي ڪٽي ان جاءِ کي مهٽڻ لڳو ۽ خوش ٿي چوڻ لڳو تہ، اي مولا! ماني موڪلي ڏنئي هاڻي باقي ڀوڙ وغيره بہ موڪل. ائين وڏيڪ طلب ڪرڻ لڳو. ان لحاظ کان جڏهن ڪو طالب خدا جي پناهہ مصيبت کان تنگ ٿي پوي ٿو ۽ پنهنجي دل کي ٻئي طرف ڦيرائي ٿو تہ حق تعالىٰ کيس پاڻ وٽان نيڪالي ڏئي ٿو.

**بيت**

قيمت عشق نہ داند قدم صدق نہ دارد
سست عهدي کہ تحمل نکند بار جفا را

[عشق جو مُلهہ نٿو ڄاڻي ۽ سچائيءَ وارو قدم نٿو کڻي، اهڙو سُست وعدي وارو جفا جو بار کڻان کٽي سگهندو]

جيڪڏهن عاشق مصيبتن کان تنگ نٿو ٿئي تہ هيءَ دنيا سندس آڏو پيش ڪئي وڃي ٿي ۽ جيڪڏهن هو ان کي قبول ڪري وٺي ٿو تہ پوءِ الله جي پناهہ هو محجوب يعني حجاب ۾ هليو وڃي ٿو. پر جنهن صورت ۾ هو دنيا کان منهن موڙي ڇڏي ٿو جيئن نبي ڪريم ﷺ پاڻ ڪيو تڏهن جبرئيل وٽن اچي ٻنهي جهانن جي خزانن جون ڪنجيون پيش ڪيون هيون ۽ چوڻ لڳو:

**"فاختر نبي الله ان يكون عبداً نبياً او ملكاً نبياً"**

[اي الله جا نبي! پوءِ تون پاڻ انتخاب ڪر تہ ٻانهن جو نبي آهين يا فرشتن جو نبي آهين!]

ان کان پوءِ پاڻ ڪريمن فقر اختيار ڪيو ۽ چيائون تہ مون پنهنجي لاءِ ٻانهپ واري نبوت اختيار ڪئي آهي ۽ نہ فرشتن واري نبوت! اهو ان ڪري تہ جيئن تہ کان ٻاهر نہ وڃان ۽ هر حال ۾ تنهنجو محتاج رهان. مان پنهنجي لاءِ بادشاهيءَ واري نبوت نٿو گهران جيڪا تو کان بي نياز ڪري. اهڙيءَ طرح جڏهن ڪو ئي دنيا کي قبول نٿو ڪري تہ ان جي دل ۾ اهڙو نور پيدا ٿئي ٿو جنهن سان هو سيني بهشت وارن کي ڏسي ٿو بلڪ ان کان وڏيڪ ملڪوت وارن جو ڪيس مڪاشفو بہ حاصل ٿي وڃي ٿو پر جيڪڏهن اتي بي هي ويو يا انهن سان مشغول ٿي ويو تہ حق کان پري پئجي ويندو ۽ محجوب ٿي پوندو. پر جنهن صورت ۾ اهو طالب نيڪ بخت آهي ۽ سندس طلب سچي آهي تہ ان جي بہ نفي ڪندو. اهڙيءَ صورت ۾ هو عشق جي ملڪ جو

سردار بنجي وڃي ٿو ۽ عشق جي اها دولت جيڪا ديدار قدسي واري آهي ڪيس حاصل ٿي وڃي ٿي، ان ڪري چون ٿا:

**"العشق نور بوجه المعشوق اذا رائي العاشق غاب ومات نفسه وحي قلبه بذكر المعشوق فقال له انا الا انت"**

[عشق معشوق جي چهري سبب هڪ قسم جو نور آهي جڏهن عاشق جي ان تي نظر پوي ٿي تہ هو پاڻ ان ۾ گم ٿي وڃي ٿو، سندس نفس پري ٿي وڃي ٿو ۽ قلب زنده ٿي پوي ٿو معشوق جي يادگيريءَ سان! تڏهن هو چوي ٿو مان نہ مگر تون!]

هڪ سالڪ وجد ۾ اچي هيئن ٿي چيو:

چندان خيال عشقت نقش ست بردلم
گويم کہ تو عاشق و معشوق منم

[منهنجي دل جي اندر تنهنجو عشق ايڏو گهرو آهي جو چوان پيو تہ تون عاشق آهين ۽ مان معشوق!]

فضيل عياض جو چوڻ آهي تہ عشق حق تعالىٰ جي نالن مان هڪ نالو آهي ۽ اهو عشق ان نور جي هڪ تجلي آهي، ان ڪري چيو اٿن:

**"العشق عذاب الله اكبر يعذب به احيائه نار العشق اِحرق من نار ج هنم يغلي بنار المحبة ما في قلوب العاشقين"**

[عشق الله جي طرفان هڪ قسم جي تڪليف يا مصيبت آهي جنهن سان عشق جي باه جيئري ٿي پوي ٿي ۽ اها جهنم جي ساڙيندڙ باه آهي اها عاشقن جي دلين ۾ محبت جي باه کي غالب ڪري ڇڏي ٿي.]

پر جيڪي ان راه جا واقف آهن انهن جي ٻوليءَ ۾ عشق جي لائق اهو آهي جيڪو پنهنجي زبان تي معشوق جو نالو ظاهر ظهور يا کُلي ڪڏهن بہ نہ کڻي. ڇو تہ معشوق هر وقت حاضر آهي ۽ جيڪو هن جي سامهون يا آڏو آهي ان جو نالو کڻڻ بي ادبي آهي. پر جيڪڏهن سمجهي ٿو تہ هو غائب آهي تہ پوءِ عاشق پاڻ ڪٿي آهي؟ ان لحاظ سان نبي سڳورا الله جا عاشق آهن جيڪو حاضر ناظر ۽ قائم دائم آهي.

**ڪاتب طرفان:**

الاهي بہ بخشائي اين هر سہ را
مصنفہ نويسندہ خوانده را

نوشته بماند سيه بر سفيد
نويسنده را نيست فردا اميد

الخط باقي والعمر فاني

**حاشيي ۾ لکيل اقوال:**

**قال ابوالحسن نوري ﷫ عليه**

العشق نارُ اذا وقع في القلب عبداً آخره اسمه و رسم و جسه قبل العشق نار اذا وقع في القلب عبداً احترق ماسوي المحبوب و قيل العشق موت الاكبر و قبل العشق فناءَ يوم الفناءَ يحصل البقاءَ قال ابوالحسن نوري ﷫ عليه العشق قيام القلب مع المحبوب بلاواسطہ و قبل العشق اخر مرتبة المحبة و المحبة اول مرتبه العشق و قبل العشق فرط المحبة و قال ابوالحسن العشق نار اِحرق و بعدها عطاءَ الله تعاليٰ حيواة لا فناءٍ بها و قال ابوالحسن العشق نارُ نوري اي قلب فيه وتعرف فلكه ولم يبق له اسم و لارسم الاسم العشق قال بعضهم المحبة نسيان ماسويٰ المحبوب والله عالم.

رب يسّر وتمم بالخير و به نستعين

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

**الحمد لله وسلام علیٰ عباده الذين اصطفیٰ**

اما بعد! جڏهن سالڪ هستيءَ جي حجاب ۽ خود پرستيءَ جي خول مان ٻاهر اچي ٿو ۽ جڏهن سندس اکيون معرفت جي سرمي سبب بصيرت حاصل ڪن ٿيون تہ پوءِ هو لازمي طور پنهنجي اندر ۾ وڏيون عجيب نشانيون ڏسي ٿو. جيئن هن آيت سڳوريءَ ۾ اچي ٿو:

**وَفِي أَنْفُسِكُمْ أَفَلَا تُبْصِرُونَ**

(الذاريات: 21)

[پوءِ هو پنهنجي اندر ۾ ڇو نہ ٿا ڏسن.]

يعني ان ريت جيڪا بصيرت ملي ٿي يا وديعت ٿئي ٿي اها مشاهدي جو ذريعو آهي، ساڳيءَ ريت:

**من عرف نفسه فقد عرف ربّه**

[جنهنپنهنجو پاڻ کي سڃاتو تنهنپنهنجي رب کي سڃاتو.]

جي ڪري ڪيس رب تعالیٰ جي درگاهہ تائين رسائي ملي ٿي. ان سان گڏ اهي نشانيون ۽ حقيقتون جيڪي انساني قالب جي اندر رکيل آهن تن جي ڪيس خبر پوي ٿي، ايتريقدر جو هوش جي ڪنن سان انهن کي ٻُڌي سگهي ٿو. انهيءَ لحاظ سان جاڻڻ گهرجي تہ انسان جيڪو عالمِ صغير آهي ........ اهو اهڙن جُزن جو مرڪب آهي [ 2] جن جو اصل الاصل عالمِ ڪبير ۾ آهي. عالم ڪبير سموري ڪائنات جي مجموعي کي چون ٿا جنهن ۾ عالم خلق ۽ عالم امر ٻئي اچي وڃن ٿا. انهن مان پنج عالم خلق سان واسطو رکن ٿا ۽ اهي چار عناصر آهن ۽ انهن سان پنجون انساني نفس آهي. عالم امر جا پنج اصول هن ريت آهن: قلب، روح، سرّ، خفي ۽ اخفیٰ. جهڙيءَ ريت عالم خلق جا چار عناصر موجود آهن ساڳيءَ ريت عالم امر جيڪو عرش کان مٿي آهي، ان ۾ مڪان کان سواءِ جاتل سڃاتل آهن. انهن جي مٿان عرش سڳورو آهي هڪ ٻئي اصول موجب اصل يا بنياد قلب آهي ۽ ان ڪري قلب کي 'عالم خلق' ۽ 'عالم امر' درميان برزخ جو نالو ڏين ٿا. عالم ۽ ڪائنات جي انتها اهو عرش آهي. اهو ان ڪري تہ ان جو رُخ عالم امر طرف آهي ۽ جنهن ڪري ڪيس برزخ چوندا آهن ۽ ان کان مٿي 'قلب' جنهن جو اصل روح آهي ۽ ان کان مٿي 'سرّ' ۽ ان کان مٿي 'خفي' [3] ۽ ان کان مٿي 'اخفیٰ' آهي.

جڏهن حق تعالیٰپنهنجي انتهائي دانائي موجب گهريو تہ انسان جي ان لحاظ کان تخليق يا ترڪيب ڪري تہ سندس بوتي کي صحيح ڪرڻ بعد انهن پنجن لطيفن سان سندس تعلق يا واسطو پيدا ڪيائين.

ائين جسماني عناصرن واري صورت ڏئي کيس عرش کان هيٺ خاص مقام تي موڪليو ويو جيڪو هر هڪ لاءِ جدا جدا رکيل آهي. ان سان گڏ لطيفو قلبي سندس خاص گوشت جي ٽڪري يعني سيني اندر جاءِ ڏيئي کابي ٻُبي هيٺان رکيو ويو. اهو ئي قلب صنوبري شڪل وارو آهي ۽ اهو لقب کيس ان ڪري ڏنو ويو ڇو تہ اهو صنوبر وانگر مقلوب آهي. بهرحال هن لطيفي جو اصل الاصل حق سان اها اضافي صفت آهي جنهن جو ڪم پيدا ڪرڻ يا تڪوين آهي. هن لطيفي جو ڪمال وري اهو آهي تہ حق تعالىٰ جي فعل ۾ فاني ۽ گم ٿي وڃي ٿو ۽ ان ڪري ايمان وارو فعل بقا ماڻي ٿو ليڪن ان وقت سالڪ کان پنهنجو فعل يا ڪم بلڪل ڇڏائجي وڃي ٿو ۽ اهڙن ڪمن کي هو حق ڏانهن منسوب ڪري ڇڏي ٿو يا هن کان سمجهي ٿو.

................ ان کي تجلي فعلي [ 4] جو نالو ڏين ٿا. ان جي نشاني اها آهي تہ سالڪ جو حق کان سواءِ ٻئي ڪنهن سان علمي توڙيحواسن جي لحاظ سان ڪو تعلق باقي نٿو بچي. يعني تڏهن قلب ماسوا يا هر غير کي بلڪل پلجي يا وساري وي هي ٿو. ايتريقدر جو ڪيترو بہ وقت گذري وڃي پر ان کي ماسوا کان نہ ٿو سمجهي ان مرحلي تي هن کان شين جي ظاهري ڄاڻ يا علم گم ٿي وڃي ٿو ۽ ان سان گڏ شين جي محبت بہ سندس دل مان موڪلائي وڃي ٿي. اهڙيءَ حالت ۾ جڏهن سالڪ قلبي فنا سان مشرف ٿئي ٿو تہ هو اولياء جي جماعت ۾ داخل ٿي وڃي ٿو، پر هتي سمجهڻ گهرجي تہ اها قلبي فنا امڪان جي دائري کي طئي ڪرڻ کان سواءِ حاصل نٿي ٿي سگهي ۽ ان جو مطلب آهي تہ هو فرش کان عرش ۽ عرش کان عالم امر تائين جنهن ۾ ڪُل ڏهہ مرتبا اچي وڃن ٿا، جن کي سيني وڏن صوفين بيان ڪيو آهي. انهن کي طئي ڪرڻ کان سواءِ حاصل ٿيڻ ممڪن نہ آهي. قلبي نور کي سون جي نور جو نالو ڏنو اٿن. هن لطيفي جي ولايت حضرت آدم عليہ السّلام جي قدم هيٺان آهي جيڪو حضرت آدم واري مشرب تي قائم رهندو تہ هن کي ان لطيفي جي راهہ سان اهو وصل حاصل ٿي سگهندو. ليڪن پير ڪامل جي ڪشش ۽ توجہ سان هن راهہ جي مشرب واري کي پنجن درجن واري ولايت مان هڪ درجو ملي وڃي ٿو. پر جيئن تہ روحي لطيفو وڌ ۾ وڌ لطيف آهي ان ڪري قلب جي مناسبت سبب سندس هيٺان آهي.........[5]

(عبارت ڪٽل آهي)

ان کي ٻُبي جي هيٺان جاءِ ڏني اٿن. جيئن تہ اهو لطيفو حضور ذاتيءَ سان وڌيڪ نزديڪ آهي تنهنڪري سالڪ جڏهن ان ۾ فنا حاصل ڪري ٿو تہ تجلي صفات سان ڳنڍيل هئڻ سبب پنهنجي عقل ۽ حواسن کي غائب ڏسي ۽ سمجهي ٿو، بلڪ انهن کي حق تعالىٰڏانهن منسوب ڪري ٿو يا سمجهڻ لڳي ٿو. هن لطيفي جو رنگ ڳاڙهو آهي ۽ اهو حضرت ابراهيم عليہ السّلام جي قدم هيٺان آهي ۽ جيڪو ابراهيمي مشرب وارو آهي تہ هن کي حضور ذاتي ان لطيفي سبب وصل حاصل ٿيندو. انهن قلبي مرتبن جي طئي ڪرڻ بعد اهو سالڪ ولايت جي پنجن درجن مان ٻن درجن جي استعداد حاصل ڪري وٺي ٿو.

لطيفو سرّي جيڪو روحي کان وڌيڪ لطيف آهي ان کي سيني جي وچ تي قلب جي پاسي ۾ رکيو اٿن ۽ ان جو اصل يا بنياد ذات باري تعالىٰ جا شيونات آهن جن مان ڪي ثبوتي صفات سان وڌيڪ ويجها

آهن ۽ انهيءَ لطيفي جي فنا جو دارومدار ذات خداونديءَ جي شيونات جي تجليءَ تي آهي. هن لطيفي جو نور سفيد آهي ۽ هن لطيفي جي ولايت حضرت موسىٰ عليه السّلام جي قدم هيٺان آهي. ان ڪري جيڪو موسوي مشرب سان لاڳاپيل آهي تہ هن کي ان لطيفي جي مناسبت سان حضور ذات جو وصول حاصل ٿيندو. انهن سيني لطيفن جي طئي ڪرڻ [6] بعد سالڪ کي پنجن مان ٽن درجن جي ولايت تائين پهچڻ نصيب ٿئي ٿو.

لطيفو خفي جيڪو لطيفي سرّي کان وڌيڪ لطيف آهي جنهن کي روحي ۽ سيني جي وچ تي جاءِ مليل آهي. ان جو اصل يا بنياد خدا جون سُلبي صفتون آهن جيڪي شيونات کان بہ مٿان آهن. هن لطيفي جو نور ڪارو ڀڌايو اٿن. هن لطيفي جي ولايت حضرت عيسىٰ عليه السّلام جي قدم هيٺ آهي جيڪو بہ عيسوي مشرب رکندڙ آهي تہ اهو هن لطيفي ذريعي ان ولايت تائين پهچي ٿو. هنن مرتبن جي طئي ڪرڻ سان چئن مرتبن جو حصول واقع ٿئي ٿو. ان کان بعد پنجن ولايتن مان صرف لطيفو اخفىٰ باقي بچي ٿو جيڪو سيني لطيفن ۾ وڌيڪ لطيف ۽ وڌيڪ حسين آهي بلڪ سيني ۾ وڌيڪ خوبصورت آهي ۽ سيني جي مقابلي ۾ ذات مطلق سان وڌ ۾ وڌ ويجهو آهي. اهو سيني جي بلڪل وچ تي مرڪز ۾ آهي ۽ ذات خداونديءَ سان گهٽي ۾ گهٽي مناسبت رکندڙ آهي. هن جو اصل يا بنياد برزخ وانگر آهي جيڪو مجرد احديت درميان آهي. هن لطيفي جي فنا جو واسطو بہ انهيءَ تجليءَ سان آهي ۽ هن جي نور جو رنگ سائو ڀڌايو اٿن. [7] جنهن جو واسطو نبي ڪريم ﷺ سان آهي.

هتي جيڪو صاحبِ مشرب پهچي ٿو ان کي پنجن ولايتن جو مرتبو ملي وڃي ٿو. هن باري ۾ مون حضرت قطب الاقطاب (خواجہ قاضي احمد قريشي) سلمہٗ ربہٗ کان ٻُڌو جو چيائين تہ حضرت مجدد الف ثاني هڪ دفعي گوهر فشاني ڪندي فرمايو تہ صبح جي نماز جي تاريڪي ءَ ۾ ادائگيءَ سان لطيفي 'اخفىٰ' جي فنا حاصل ٿئي ٿي.

جاڻڻ گهرجي تہ پنجن لطيفن جو عالم امر کان دائري اولىٰڏانهن عروج ولايت ڪبرىٰ سڏبو آهي ۽ اها ٽن دائرن ۽ هڪ قوس تي مشتمل آهي. جڏهن معاملو ان دائري کان اڳتي وڌي ٿو تہ پوءِ اصل الاصل جي دائري جو سير پيش اچي ٿو. اتي نفس سان معاملو مڪمل ٿئي ٿو ۽ مڪمل فنا سان گڏ مڪمل بقا ۽ شرح صدر سان گڏ اسلام حقيقي جيڪو مقام رضا تي پهچائيندڙ آهي حاصل ٿين ٿا. ان کان بعد وڌندڙ خواهش تحت جيڪڏهن ان مٿا نهين ولايت ۾ سير واقع ٿئي ٿو تہ اتي ٽن عناصرن يعني ناري (باهہ)، بادي (هوا) ۽ آبي (پاڻي) سان واسطو پوي ٿو. جيڪڏهن الله تعالىٰ جي فضل سان اُتان بہ ترقي حاصل ٿئي ٿي تہ نبوت جي ڪمالات جي سير جو موقعو ملي ٿو، جتي زميني اجزا سان واسطو پوي ٿو. پر جيڪڏهن اُتان بہ ترقي ٿئي ٿي تہ پوءِ اهي ڪمالات رسالت هجن يا ٽي وڏيون حقيقتون يعني حقيقت ڪعبہ، حقيقت قرآن ۽ حقيقت صلواة سيئي هڪ وجداني شڪل ۾ جيڪي هڪ لحاظ سان عالم خلق ۽ عالم امر جي ڏهن جزن جو مجموعو آهن ۽ جن مان هڪڙي جي ڪمال بابت الڳ خبر حاصل ٿي آهي، ٽن سان واسطو پوي ٿو. ان

ڪان پوءِ جيڪي ڪجھ آهي اهو اسان جي عقل ۽ فهم ڪان ٻاهر يا گهٽ پري آهي. جيئن تہ عالم مثال ۾ حقائق جو ظهور دائري جي صورت ۾ ٿيندو آهي جنهن ڪي اڪثر مشائخن پاڻ ان ريت ط      يڪيو آهي. تنهنڪري هي حقير ولايت ۽ نبوت جي مقامات جي سمجهاڻي يا شرح دائري جي نموني ۾ پيش ڪري ٿو.[8]

مون هتي جيڪو ڪجھ ڪيو ۽ لکيو آهي ان مطابق سترهن دائرا ٿين ٿا جيتوڻيڪ انهن مان ڪيترا ڇڏي ڏنا اٿم. خاص طور اهي جيڪي سلوڪ جي هڪ طرف آهن ۽ اهي ٿورا آهن جن ڪي سالڪ هڪ ڪپيندڙ تلوار وانگر 'ولايت ڪبرىٰ' جي دائري ڪي ط ڪري ٿو ۽ ٻيو دائره محبت ذات بحث آهي يعني دائره حب جيڪو محبوبيت ۽ محبت وارو آهي جنهن ڪي اولي العزم نبين حضرت آدمؑ، حضرت نوحؑ، حضرت ابراهيم عليهم السّلام ڏانهن نسبت آهي، ان ڪان بعد حقيقت القيوم جو دائرو آهي.

انهن جي باري ۾ آئون ڪجھ اشارا ضرورت وقت ڪندس. پهريون دائرو جنهن ڪي امڪاني مرتبي وارو چون ٿا، هن ريت آهي:




هٰذا تحقيقاته اللطائف الستتہ المذبورة

وهي لذة من العناصر الاربعة اصل عند اللطائف

هيءُ دائره امڪان آهي جنهن جو هڪڙو اڌ خلق ۽ ٻيو امر آهي. [9] هتي ڄاڻڻ گهرجي تہ هڪ دائري جو ٻئي دائري سان تعلق ان نوعيت جو آهي جيئن فرش يعني زمين جي عرش سان ڪا نسبت ٿي سگهي ٿي يا ان نسبت جو مثال قطري جو سمنڊ سان آهي.

هر دائري جو قياس ۽ ان جي اصل جي وچ ۾ پڻ اهڙو ئي تفاوت آهي. البت ڪنهن عارض ۽ قوي امر جي غلبي سبب ظاهر ٿيڻ سبب هن مقام ۾ ترقي ۽ تنزل دائري ڪمالات نبوت ۾ سير هڪ قطري برابر

آهي. وري اتي يعني ان ولايت ۾ ترقيءَ جو مدار پنجن لطيفن جي ترتيب سان وابسته ناهي بلڪ ان جو مدار هن پوئين ڳالھ تي آهي يعني لطيفن جي ترقي ۽ ولايت سڌو سنئون لطائف جي ترتيب سان ڳنڍيل آهي.

وڏيڪ اهو پڻ ڄاڻڻ گھرجي ته قلب جو نور پيلو آهي ۽ روح جو نور ڳاڙهو آهي سرّ جو نور سفيد، خفيءَ جو نور ڪارو آهي ۽ اخفىٰ جو نور سائو آهي. نفس جو نور باھ جھڙي ترڪيبي سبب بي نور يعني بغير روشنيءَ جي هوندو آهي.

اهو پڻ ڄاڻڻ گھرجي ته انهن پنجن لطيفن مان هر لطيفو ڪنهن نه ڪنهن نبي سڳوري جي زير قدم آهي. اهو پڻ سمجھڻ گھرجي ته عالم خلق جي پنجن لطيفن جو سير واقع ٿئي ٿو ۽ اهي چار عناصر ۽ پنجون نفس آهن. عالم خلق جي هر لطيفي جو بنياد يا اصل عالم امر جي لطيفي سان وابسته آهي. ان لحاظ سان نفس جو بنياد يا اصل قلب آهي ۽ ان ريت باد يعني هوا جو اصل بنياد روح آهي ۽ آب يا پاڻيءَ جو بنياد سرّ آهي ۽ ان طرح خفي جو باھ ۽ اخفىٰ جو ............ آهي.................... [10]

[هتي عبارت ڪٽل آهي، بلڪ شايد هڪ کان وڌيڪ صفحا ڪٽل آهن.]

چو ته ان جي مٿان هر وقت فيض جي پالوٽ ٿيندي رهي ٿي جيڪا ايستائين باقي رهي ٿي ۽ پوءِ جيڪڏهن اها ختم نه ٿي ٿئي ته ان جو هڪ قيوم کان سواءِ قائم رهڻ ناممڪن آهي.

ڄاڻڻ گھرجي ته هر شيءِ اسماءِ واجبي منجهان ڪنهن نه ڪنهن اسم جو مظهر آهي ۽ ان جون پاڪ صفتون سندس ان اسم سان وابسته آهن جن ڪي ذات بحت جي محبت مان اهو فيض ملندو رهي ٿو. وڌيڪ اهو پڻ ڄاڻڻ گھرجي ته اسماءِ واجبي جا سيئي اسم ڪُلي آهن ۽ انهن مان نڪرندڙ ظلال گويا ان جا جُزئيات آهن. اهو جيڪو ڪُلي آهي سو وري نبيءَ جو مُربي آهي ۽ ان جا سيئي جُز انسانن مان هر فرد جي رب وانگر آهن انهن ڪلي اسماءَ ڪي نبين جي تعينات جا مبادي چون ٿا ۽ بين جُزئيات ڪي عام خلق جي تعينات جا مبادي ڪونين ٿا. ان جو سبب واضح آهي ۽ انهيءَ ڪري محمدي المشرب، موسوي المشرب، عيسوي المشرب پڻ ظاهر آهن. انهيءَ ڪري سيئي انسان ان اسم مان آهن ۽ لازمي طور ظلي اسم جا مظهر آهن جيڪي جدا نالن وارن مشربن جي نمائندگي ڪن ٿا. ليڪن اهو ضروري آهي ته اهڙو ظلي اسم ڪلي اسم مان نڪرندڙ يا ظاهر ٿيندڙ آهي ۽ اهوئي نبين مان هر نبيءَ جي تعين جو مظهر ۽ مبدع آهي. ان ڪري اهي سيئي جُزا ان ڪُلّ سان منسوب آهن ۽ ان لحاظ سان ان جُزئي خود جو مُربي اسم ڪُلي آهي ۽ اهو محمد ﷺ جو رب آهي ۽ ان حڪم موجب اهو فرد محمدي المشرب آهي. تڏهن چئبو ته هو محمد ﷺ جي قدم پويان هلي رهيو آهي يعني هن جي قدم تي آهي ۽ ان ريت بين سيني مشربن جي سمجھاڻي آهي ۽ اها ان نبيءَ جي ولايت آهي جيڪا سندس طريقو سمجھڻ گھرجي. [عبارت ڪٽل آهي] ............[11]

هن مقام جو تفصيل ايڏو وڏو آهي جنهن جي بيان ڪرڻ جي طاقت نه آهي. بيشڪ الله سبحانهٗ وتعالىٰ ان حقيقت جي سيني ڳالهين ڪي پاڻ بهتر ڄاڻي ٿو.

ولايت عليا يا مٿين ولايت جو دائرو ڪجھ هن ريت آهي:

كمالات النبوة فيها
الوصول الي الذات
المقدر وفيها تنكشف الا
المقطعات القرآنيہ
والمتشابهات الفرقانيہ
دِر اين معاملہ با جزاي و
ارضي است

<u>وفي هٰذه الدائره وما بعدها منوط بتلاوة القرآن وكثرة صلو التطوع ولطويل القنوت:</u>

دائره اسماءَ واجبي كه تفصيل
اسم الباطن است و يک درج اسم
ظاهر بحضرت اقرب اند واين
اسماء مبادي تعينات بملائکه
عظام اند در اين دائره معامله با
جزائ ثلثه است يعني آتش وآب
وهوا

هنن ٻنهي دائرن مان ٻيو ڪجھ حاصل نٿو ٿئي مگر اهو اِستِتارُ يعني ڳجھ آهي جيڪو اسرارن منجهان آهي ۽ ان ۾ مڪمل مناسبت حاصل ٿئي ٿي جنهن جو واسطو مقرب ملائڪن سان آهي. هتي جيڪا بہ ترقي آهي اها ڪلمہ طيبہ جي تڪرار ۽ اطاعت واري نماز جي گهٽائي سان ٻڌل آهي.

پنجون دائره ومقامات ڪمالات نبوت وارو آهي ۽ ٻيا جيڪي ساڻس گڏ آهن هن جي مٿان صلواة ۽ سلام آهي ۽ جيڪي وڏي پاڪيزگيءَ سان سنواريل آهن. هن دائري ۾ حقيقت سان ويجهڙائي، ...... ۽ ڪشف حاصل ٿين ٿا.[12]

[عبارت ڪٽل آهي.]

**عالم خلق جي حقيقت ۽ ان جي مٿين ولايت کي طئي ڪرڻ کان اڳ ان مقام جو وصول عالم امر جي لطيفن جي متابعت ۽ انهن مڙني جي صفائي سان حاصل ٿئي ٿو. الله وڌيڪ بهتر ڄاڻي ٿو.**




**اهي سيني مومنن لاءِ اسماءَ ظلال تعينات جا مبادي آهن.**

**هن دائري ۾ توڙي هن کان اڳ جيڪي دائرا آهن، سالڪ تي واجب آهي تہ ذڪر خفيءَ تي دوام ڪري جيئن ڪيس مرشد يا شيخ کان مليو آهي يا ورتو اٿس. ان سان گڏ مراقبي جي ڪثرت ۽ فرض، موڪده سنتن جي ادائگيءَ ۾ پورو بندوبست ڪري ۽ پنهنجو غرض يا مقصد صحيح ثابت رکي.**

**هي دائرو قطب ۽ غوث جي مقام ۽ اهڙن ٻين فردن ۽ اوتادن جو آهي يا ان جهڙا ٻيا اهلِ منصب وارا، سلسلي نسبت سان خاص اولياء. ليڪن هتان کان اڳتي ترقي ٽئين دائري جي متابعت ۽ وراثت سان حاصل ٿئي ٿي ۽ انهيءَ کي 'ولايت ڪبرىٰ' جو نالو ڏنو اٿن.......**[13]

[**هتي ڪافي عبارت ڪٽل آهي.**]



هن دائري کان قوس تائين نفس جو معاملو آهي.
هن دائري تائين لطائف خمسہ جو معاملو آهي.
هينيون اڌ اسماءَ زائد تي مشتمل آهي، مٿيون اڌ ذاتي ستون وارو آهي.

هيءُ دائرو اسماء واجبي جو آهي جنهن کي 'ولايت ڪبرىٰ' جو نالو ڏين ٿا. اهو وري ٽن دائرن تي مشتمل آهي ۽ ان سان گڏ هڪ قوس بہ شامل آهي. اهي ٽئي دائرا ۽ قوس اسم 'الظاهر' جا تفصيل آهن.

هن ولايت ۾ اُتم فنا جو حصول ۽ ڪامل بقا کان سواءِ عين ۽ اثر جو زوال ۽ سيني جو کُلڻ يعني حقيقي اسلام جو شرح صدر ٿيڻ. اهڙيءَ طرح نفس جو مطمئن ٿيڻ، اِقربيت جو سير، رضا جي مقام ڏانهن عروج.

هن ولايت ۾ سالڪ جي ترقي ڪلمہ طيبہ جي زباني توڻي اندروني تڪرار سان ڳنڍيل آهي. اهي اسماءَ نبين سڀني جي تعينات جا مبادي آهن.

هتي اهو سمجهڻ گهرجي تہ حق تعالىٰ کي جهان ۽ جهان وارن کان ذاتي غنا آهي يعني هو ذات جي لحاظ کان بي پرواهہ آهي ليڪن ان مطلق غنا جي باوجود سندس ڪامل صفتون ثابت آهن جن جي وسيلي يا واسطي سان هن ڪائنات کي فيض ملندو رهي ٿو ورنہ هيءَ ڪائنات عدم ۾ هجي ها. [14]

هتي ان مجرد ذات کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ نہ خيال ۾ ايندي آهي ۽ نہ وٽندي آهي. 'سير الي الله' جي پوري حقيقت هتي جلوه گر ٿئي ٿي تاهم ظلال جي گرفتاري کان مڪمل خلاصي هن مقام تي حاصل نٿي ٿئي.

اهڙي وقت سمورو معاملو اصل الاصول سان هوندو آهي ۽ دال کان مدلول تائين پهچڻ واري ڳالهہ صاف نظر ايندي آهي. علم کان اڳتي وڌي عين تائين ۽ ٻڌڻ کان اڳتي وڌي هنج يا جهوليءَ ۾ پهچڻ وارو عروج حاصل ٿي پوندو آهي جنهن سان 'وصل عريان' يعني نِج وصال حاصل ٿيندو آهي. اڳتي سڀ ڪجهہ ائين آهي.

حال ۽ مقامات جو تفصيلي علم سيني کي نصيب ڪو نہ ٿو ٿئي. بهرحال جيڪي مطلوب آهي ان جو حصول اها عظيم نعمت آهي، هتي علم جيتريقدر بہ آهي اهو هڪ قسم جي وڏيڪ چڱي ڳالهہ آهي جيئن فن بلاغت ۾ محسنات جو وجود آهي. (حضرت معصوم رحہ)

[عبارت جو ڪجهہ حصو ڪاڏل آهي تنهنڪري پوري عبارت پڙهڻ ۾ نٿي اچي.]

ڄاڻڻ گهرجي تہ فنا ۽ بقا حقيقت ۾ ان اسم سان وابستہ آهن جيڪو سالڪ جو مبدء تعين آهي. فنا ۽ استهلاڪ جنهن اسم ۾ آهي تہ پوءِ بقا ۽ حقيقت بہ انهيءَ اسم جي صفتن واري حاصل ٿيندي آهي جيڪا اسماءَ وصفات ۾ آهي. (خواجہ معصوم)

**فائده:** جيتوڻيڪ قرب بي مثل ۽ بي مثال ذات سان آهي تاهم ان ۾ وهم جو گهڻو امڪان آهي ليڪن حق سبحانہٗ جي اقربيت وهم جي دائري کان ٻاهر ۽ خيال جي پهچ کان مٿي آهي. قرب اتحاد جي حصول تائين آهي جيتوڻيڪ اتحاد خاص طور وهم آهي. [15]

## تتمہ يا پڇاڙي

جيتوڻيڪ اتحاد جو وهم محض توجہ جي ڪري آهي ۽ اقربيت اتحاد کان اڳتي قرب جي طرف پيش قدمي آهي. اتي وري عقل پنهنجي ليکي جيڪي نزديڪ آهي ان کي بعيد کان پري تصور ٿو ڪري، پر اها عقل جي ڪوتاه نظري آهي جنهن سان هو پاڻ پري وارين شين کي ڏسڻ جو عادي آهي ۽ جيڪي وڏيڪ نزديڪ اٿس ان کي ڏسڻ کان عاري آهي. (مڪتوب)

ڄاڻڻ گهرجي تہ نفس جي فنا ۾ صحيح ۽ معتبر ڳالهہ هيءَ آهي تہ سالڪ وجود جي ذوق ۽ تابع ڪرڻ سان صفات ۽ ڪمالات واجب تعالیٰ حاصل ڪري ۽ مٿس اها نگاهہ ايڏي غالب ٿئي جو هنن ڪمالات کي حق تعالیٰ جي سپرد ڪري ۽ پاڻ کي نڪر پتر وانگر بي جان ۽ مُئل سمجهي، بلڪ پاڻ کي ڪجهہ نہ سمجهي، بلڪ پنهنجي انا ڏانهن نسبت نہ ڪري، تانجو پنهنجي اندر کي ذکر فکر ۽ توجہ کان خالي ڏسي. لحوق (جي مقام تي) پهچڻ وقت سندس توجہ هن سان گڏ آهي ۽ بيهر ڄاپڻ يا ڄمڻ سان وابستہ آهي.

**من قتلة فانا ديته**

[جنهن کي مون ڪُٺو، آئون ان جو ديت (خون بها) آهيان]

مان بہ اهائي مراد آهي. (خواجہ معصوم قدس سره)

**وڌايل عبارت:**

بلڪ هو پاڻ کي ڪجهہ نہ ل هي ۽ نِڪر پِتر کان بہ پري سمجهي ۽ ميت کان بہ پاڻ کي ڇَٽُ خيال ڪري گويا اصل ۾ هو ڄائو ئي ڪونهي. جڏهن هن حالت تي پهتو تہ پوءِ الاهي وعدو: 'من قتلة فانا ديته' جي لائق ٿيندو.

مخدوم محمد صالح قدس سره

**بيت**

کہ ياران همه کار بگذارند
بگيرند سر طره ياري گيرند

[حضرت مخدوم مرشد] ومولانا معزز سرمد حضرت مخدوم حاجي احمد قدس الله تعالیٰ سره بتاريخ (سيزدهم/ 16) ليلة الثلاثاء، وقت بين العشائين سنہ 1223ھ جنيد عصر خود، مخدوم مرحوم ...... اغفره وارحم، چون در علم طريقت پيشوا بود، شده تاريخ:

'پير اعظم' [16]

1223ھ

# مڪتوبات جا تعليقات

**ص 37 مولوي محمد امين لاهوري**

تعارف مقدمي ۾ ڏنل آهي.

**ص 38 هن طريقي عاليہ جي نسبت بہ منتسب اليہ سان آهي.**

هي حوالو مڪتوبات امام رباني ۾ ملي ٿو.

[مڪتوب 113، دفتر اول، جلد اول، ص 206]

**ص 38 اگر هر موئي من........... يک داستاني**

هي شعر مولانا جامي ءَ جي مثنوي 'يوسف زليخا' مان ورتل آهي ۽ مڪتوبات مجددي ۽ مڪتوبات معصومي ءَ ۾ پڻ ملي ٿو.

[مثنوي يوسف زليخا، ص 101]

**ص 38 نفس**

نفس جو لفظ نفاست يا تنفس (ساهہ کڻڻ) کان ورتل آهي. بهرحال ان کي نفاست يا ساهہ جي اچ وڃ جي ڪري نفس سڏيو وڃي ٿو. نفس جا ٽي قسم آهن ۽ ٽئي قرآني آيتن مان ثابت آهن، پهريون نفس اماره، ٻيو نفس لوَامه، ٽيون مطمئنہ.

شيطان جيڪو انسان جو ازلي دشمن آهي، اهو نفس جي مدد سان انسانن کي گمراهہ ڪري ٿو، پر جيئن تہ نفس ۾ حق سچ مڃڻ جي صلاحيت موجود آهي تہ اهو هدايت ۽ نيڪي ءَ جي ترغيب ۽ تحريص اڳيان جهڪي پوي ٿو ان نموني اهو نفس اماره کان نفس لوامه ۽ پوءِ نفس مطمئنه جي مقام تي بہ پهچي ٿو.

جمهور علماء جو چوڻ آهي تہ 'اِنَ النَفسَ وَالرُوحَ مُسَمَّاهُمَا ' (ڪتاب الروح، 488) يعني نفس ۽ روح ٻئي هڪ شيءِ جا نالا آهن.

حضرت امام رباني قدس سره جي نظر ۾ مقام فرق جو مطلب آهي روح ۽ نفس جي درميان امتياز ۽ جدائي قائم ڪرڻ، جيستائين نفس، روح انوار ۾ مستغرق ۽ مخفي آهي تہ هي ءُ مقام جمع آهي ۽ جڏهن نفس مطمئنه هجڻ بعد روح کان جدا ٿي دعوت خلق لاءِ هيٺ اچي ٿو تہ اهو مقام فرق بعد الجمع آهي.

[تعليمات امام رباني، جلد پهريون، ص317 - 386]

**ص 38 روح**

روح لاءِ اِرشاد اِلاهي آهي: "**قل الروح من امر ربي** " (بني اسرائيل: 85) يعني اوهين فرمايو تہ روح منهنجي رب جي امر مان آهي. روح مادي کان خالي عالم امر جي شيءِ آهي، جنهن جي حقيقت کي انساني عقل پروڙي نہ ٿو سگهي، جنهن جي تعريف علماءِ اهل السنة هن نموني ڪئي آهي: اِنهٗ جِسمٌ مُخالِفٌ بِالمَاهِيَةِ لِهٰذا الجِسمِ المَحسُوسِ وَهُوَ جِسمٌ نُورَانيٌ عَلَويٌ خَفِيفٌ حَيٌ مُتَحَرّڪٌ يَنفُذُ فِي جَوهَرِ الاَعضَاءِ وَيَسرِي فِيهِا سِريانَ المَاءِ فِي الوَردِ وَسِريَانَ الدُهنِ فِي الزَيتُونِ وَالنَّارِ فِي الفَحمِ (ڪتاب الروح، ص 422) يعني اهو روح بہ هڪ جسم آهي، جيڪو پنهنجي ماهيت (اصل حقيقت) جي اعتبار سان هن محسوس (مادي واري) جسم جو مخالف آهي. (چو تہ) اهو جسم نوراني، علوي (زمين کان گهڻو مٿي) هلڪو (بي وزن)، زنده ۽ چرندڙ آهي، جيڪو سموري جسم جي عضون ۾ داخل ٿئي ٿو ۽ ان جو جسم ۾ داخل ٿيڻ ائين آهي، جيئن گلاب جي گل ۾ پاڻي ۽ زيتون جي ميوي ۾ تيل ۽ ڪانڊي ۾ باھ آهي.

حضرت امام ابوالقاسم سهيلي جو چوڻ آهي تہ "فَهُوَ اَيضاَ جِسمُ وَلٰڪِنَهٗ مِن جِنسِ الرِيحِ وَلِذَالِڪَ يُسَمَّیٰ رُوحاَ مِن لَفظِ الرِيحِ وَنَفعُ المَلَڪِ فِي مَعنیٰ الرِيحِ " (ڪتاب الروح، ص 422) يعني روح بہ هڪ جسم آهي پر اهو هوا جي جنس مان آهي، ان ڪي روح ان لاءِ چئجي ٿو جو هي ۽ ريح يعني هوا مان ورتل آهي. جيئن تہ ملائڪ جي پيدائش نور مان آهي ۽ روح جي پيدائش ملائڪ جي نفخ (ڦوڪ ڏيڻ) سان آهي.

تنهنڪري روح ملائڪن کان وڌيڪ لطيف آهي، اهڙي ئي نموني جيئن انسان جو ساھ انسان کان وڌيڪ لطيف آهي.

حضرت شاھ عبدالعزيز محدث دهلوي فرمائي ٿو: "محرک تن روح است ومحرک روح نور ومحرک نور ذات، عزيز من اين مقام را کما ينبغي دانستن کمال محال است " (فتویٰ عزيزي: 478) يعني بدن جو محرڪ (چرپر پيدا ڪندڙ) روح آهي ۽ روح جو محرڪ نور آهي ۽ نور جو محرڪ ذات باري تعالیٰ آهي، اي عزيز! هن مسئلي کي جيئن جو تيئن سمجهڻ گهڻو ڏکيو آهي.

[تعليمات امام رباني، جلد پهريون، ص317]

**ص 39 تجليءَ جو مقام**

'تجلي' لفظ جي لغوي معنیٰ آهي ظاهر ڪرڻ يا ظاهر ٿيڻ. صوفين جي اصطلاح ۾ خدا جي ذات، صفات ۽ اسماءَ جي ظهور کي تجلي چئجي ٿو. ٻين لفظن ۾ هيئنئن چئجي تہ اها حالت جنهن ۾ ذات الاهي يا سندس صفت يا سندس ڪنهن فعل جو ظاهر ٿيڻ اهو تجلي آهي. جيئن تہ اهو اظهار لاتعداد يا اڻ ڳڻ آهي، انڪري تجليات پڻ مختلف ۽ اڻ ڳڻ آهن. وري هر شخص لاءِ ان تجليءَ جي ڪيفيت بہ جداگانہ آهي، جيڪا تجلي هڪ دفعو ٿئي ٿي اها وري ٻيهر نٿي ٿئي.

عبدالرزاق ڪاشي 'اصطلاحات تصوف' ۾ تجليءَ جو بيان ڪندي چوي ٿو تہ انوار غيبيءَ منجهان دلين تي جيڪي ڪجھ ظاهر ٿئي اهو تجلي آهي. هو تجليءَ جا ٽي قسم ڄاڻائي ٿو، تجلي اول، تجلي ثاني، ۽ تجلي شهودي.

امام رباني پنهنجي مڪتوبات ۾ تجليءَ جو بحث ڪيترن هنڌن تي ڪري ٿو، جنهن ۾ چئن قسمن جي تجلين جو ذڪر ڪري ٿو. (1) ذاتي (2) صفاتي (3) اسمائي (4) فعلي. انهن جي مختلف سمجهاڻي هن ريت آهي: ذاتي تجليءَ ۾ هر شيءِ سالڪ جي نظر کان گم ٿي وڃي ٿي، بلڪ هو پنهنجو پاڻ بہ وڃائي ويهي ٿو. تجلي صفاتيءَ ۾ بانهي جون صفتون الاهي صفتن ۾ گم ٿي وڃن ٿيون. تجلي اسمائيءَ ۾ بانهي جو اسم، الاهي اسم ۾ گم ٿي وڃي ٿو. تجلي فعليءَ ۾ وري هر اسم ۽ صفت جو فعل خدا تعالیٰ جي اسم ۽ صفت جو ظل نظر اچي ٿو. امام رباني دفتر سوم جي مڪتوب 75 ۾ وڏيڪ تجلي برقيءَ جي پڻ سمجهاڻي ڏني آهي.

[مڪمل شرح ابيات سنڌي، ص 157]

**ص 39 ولايت ڪبریٰ ۽ ولايت صغریٰ**

امام رباني ٽن ولايتن ولايت ڪبریٰ، ولايت صغریٰ ۽ ولايت عليا جي ڳالھ ڪري ٿو، جتي ولايت ڪبریٰ مان سندس مراد نبين جي ولايت آهي ۽ صغریٰ مان مراد اوليائن جي ولايت آهي، جڏهن تہ عليا مان مراد ملاءُ اعلیٰ جي ولايت آهي.

[معارف سلطان الاولياء، ص 477]

**ص 39 مريد**

مريد ان سالڪ کي چئبو آهي، جيڪو سلوڪ يعني محنتن ۽ مجاهدن جي ذريعي قرب خداوندي حاصل ڪري، ان کي محب بہ چئبو آهي ۽ ڪن بزرگن جو چوڻ هيءُ آهي تہ مريد ان سالڪ کي چئبو آهي جيڪو پنهنجو ارادو الله تعالیٰ جي ارادي ۾ فنا ڪري ڇڏي ۽ هر حال ۾ ان جي رضا تي راضي رهي. بقول صوفياءِ ڪرام: "المُريدُ مَن لايُريدُ اِلاالله" يعني مريد اهو آهي جيڪو الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي جو ارادو ئي نہ ڪري.

[تعليمات امام رباني، جلد پهريون، ص 327]

**ص 39 مشاهدو**

مشاهدي مان مراد محاضرو آهي ۽ محاضري جو مطلب هڪٻئي جي ويجهو اچڻ آهي. ابونصر سراج پنهنجي تصنيف ڪتاب 'المشاهده' ۾ لکي ٿو تہ عارفن کي پنهنجي دلين ۾ الله تعالیٰ جو اهڙو مشاهدو نصيب ٿئي ٿو جنهن سان کين تقويت حاصل ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري هو هر شيءِ ۾ الله جو مشاهدو ڪن ٿا ۽ الله جي ذريعي سڄي ڪائنات جو مشاهدو ماڻن ٿا.

[مڪمل شرح ابيات سنڌي، ص 231]

**ص 39 خواجہ امام رباني مجدد الف ثانيءِ سندس مکتوبات**

شيخ احمد 971ھ ۾ سرهند ۾ شيخ عبدالاحد جي گهر پيدا ٿيو، جيڪو ان وقت جي وڏي چشتي صوفي شيخ عبدالقدوس گنگوهيءَ کان بيعت هو. شيخ احمد جي جواني ءَ جو ڪافي وقت اڪبر آباد ۽ آگره ۾ گذاريو جتي سندس واسطو ابوالفضل ۽ فيضيءَ جهڙن اڪابر ذهنن سان پيو ۽ ان وقت جي علمي ماحول کان واقف ٿيو. اهو ئي دؤر هو جڏهن ڪيس اڪبر جي مذهبي نظرين ۽ ذهني روين جي ڄاڻ حاصل ٿي، جنهن ڪيس هميشہ لاءِ اڪبر جي مذهبي خيالن ۽ نظرين تي تنقيد لاءِ آماده ڪيو. هن محسوس ڪيو تہ فتح پور سيڪريءَ ۾ اڪبر جو عبادت خانو ۽ مختلف مذهبن بابت تجربا دين اسلام لاءِ وڏي خطري جي حيثيت رکن ٿا. هو پاڻ ان ڳالھ جو شاهد هو تہ اڪبر جا درٻاري عالم نبوت جهڙي اهم تصور کي ڪيئن تنقيد جو نشانو بنائي رهيا هئا. اهوئي پس منظر هو جنهن ۾ هن سال 998ھ/ 1589 ۾ 'اثبات النبوت' يعني 'نبوت جا ثبوت' نالي عربيءَ ۾ هڪ ننڍو مگر نهايت جامع رسالو تحرير ڪيو. سال 1008ھ/ 1599 ۾ جڏهن سندس عمر سٺيهہ سال هئي تہ هو دهليءَ آيو ، جتي خواجہ باقي بالله نقشبندي ءَ جي بيعت ڪري ، نقشبندي طريقي ۾ داخل ٿيو.

اڳتي هلي هن پنهنجي زندگيءَ جو اهو مشن بنايو تہ وقت جي حاڪمن، امير امرائن ۽ معاشري جي ٻين بااثر فردن کي تفصيلي خط يعني مڪتوبات لکي، انهن کي دين اسلام جي ترويج ۽ حفاظت ڏانهن راغب ڪري، ڇو جو سندس نظر ۾ اسلام ڏيهونڏينهن ڪمزور ٿي رهيو هو. وقت ثابت ڪيو تہ هو پنهنجي انهيءَ مقصد ۾ گهڻي حد تائين ڪامياب ويو ۽ اهو ئي سبب آهي جو ڪيس 'مجدد الف ثاني' يعني ٻئي هزار سال جو مجدد ۽ امام رباني جهڙن القابن سان ياد ڪيو وڃي ٿو. امام ربانيءَ جا اهي علمي مڪتوبات ٽن جلدن تي مشتمل آهن. جيڪي سندس زندگيءَ ۾ ئي مرتب ٿي ويا هئا. پهريون دفتر 313 مڪتوبات تي مشتمل آهي. ٻيو دفتر ٽن سالن کان پوءِ مرتب ٿيو ۽ ان ۾ 99 مڪتوبات آهن. اهڙيءَ طرح ٽئين دفتر ۾ 124 مڪتوبات آهن.

مڪتوبات امام رباني علم ۽ معرفت جو اهڙو بيش بها خزانو آهي، جنهن ۾ هڪ طرف اسلامي تصوف جي پوري فڪر کي سموهيو ويو آهي تہ ٻئي طرف امام صاحب پنهنجي منفرد فڪر يعني 'وحدت شهود' کي نهايت زور شور سان پيش ڪيو آهي. مڪتوبات جو انداز نهايت عالمانہ ۽ دقيق آهي ۽ انهن جو سمجهڻ سولي ڳالھ ناهي. مڪتوبات ۾ هونئن تہ ڪيترن هنڌن تي ان ڳالھ جي سمجهاڻي ڏني وئي آهي تہ ابن عربيءَ جي وحدت الوجود جي مقابلي ۾ سندس وحدت الشهود جو نظريو ڪيئن بهتر آهي. ليڪن دفتر اول جي مڪتوب 31 ۾ ان جي نهايت جامع وضاحت موجود آهي. هو چوي ٿو تہ وحدت وجود وارا بنيادي طور خدا ۽ ڪائنات جي هر شيءِ کي هڪ سمجهن ٿا. ان جو مثال ائين آهي جيئن ڪو ماڻهو الف جي صورت آئيني ۾ ڏسي سمجهي تہ اهو عڪس حقيقت آهي يعني خود الف آهي. حالانڪ انسان جو مشاهدو ان آئيني يا عڪس تائين محدود آهي ۽ ان کي شهود چئجي ٿو، هيءَ ڪائنات يا مخلوق بہ ائين آهي. ان کي خدا

يعني حقيقت جو عين چوڻ صحيح ناهي. سندس لفظن ۾ مظهر ظاهر جو عين ناهي ۽ نه وري ظل اصل جو عين آهي. انهيءَ مڪتوب ۾ امام صاحب تسليم ڪري ٿو ته پاڻ شروع ۾ وحدت وجودي ڪيفيت جو مجنذ هو ۽ ڪيس انهيءَ ڪيفيت ۾ بيحد لطف ٿي آيو. ليڪن اڳتي هلي جڏهن مٿس ان جي اصليت ظاهر ٿي ته خبر پئي ته حقيقت يعني خدا جي ذات انسان جي ذهن ۽ فهم کان وراءُ الوراء يعني مٿي آهي. ل هٰذا هو وحدت وجودي ڪيفيت کي سڪر جي حالت سمجهي ٿو ۽ ان کان مٿي وحدت شهود کي سمجهي ٿو. هن سلسلي ۾ هو سج جو مثال ڏي ٿو. يعني جڏهن ڪو شخص سج کي ڏسي رهيو آهي ته لازمي طور هن کي تارا نظر ڪو نه ايندا، ان صورت ۾ جيڪڏهن هو چوي ته صرف سج ئي سج آهي ۽ تارن جو وجود ڪونهي ته اهو هن لاءِ صحيح آهي، پر اها ڳالهه بذات خود حقيقت جي خلاف آهي. معلوم ٿيو ته توحيد شهودي پوري موجودات ۾ هڪڙي وجود کي ڏسڻ آهي ۽ ان جي مقابلي ۾ توحيد وجودي موجودات کي هڪڙو وجود سمجهڻ آهي.

**ص 39 خواجه محمد معصوم سرهندي ۽ مڪتوبات معصوميه**

امام ربانيءَ جو ٽيون فرزند هو ۽ 'عروة الوثقىٰ' ۽ 'قيوم ثاني' جي لقبن سان مشهور ٿيو. سندس ولادت 1007ھ/ 1599ع ۽ وفات 9 ربيع الاول 1079ھ/1668ع تي ٿي. پنهنجي والد صاحب وانگر پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي پنهنجي مڪتوبات کي جمع ڪرايائين. مڪتوبات معصوميه ٽن جلدن ۾ 1063ھ، 1072ھ ۽ 1073ھ جي ترتيب سان مرتب ٿيا. 'حسنات الحرمين' جيڪو 1068ھ/ 1658ع ۾ تصنيف ڪيو ويو آهي. تنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته خواجه محمد معصوم 1067ھ/ 1657ع ۾ حرمين شريفين جي سفر تي روانو ٿيو. 1068ھ ۾ حج ادا ڪيو ۽ ٻئي سال 1069ھ جي آخر ۾ واپس سرهند شريف آيو. خواجه صاحب 9 ربيع الاول 1079ھ ۾ انتقال ڪيو.

**ص 40 قول ابوطالب مڪي**

اهو قول 'رشحات' ۾ ساڳيءَ ريت ملي ٿو.

[رشحات، ص 453]

**ص 40 اهڙي ڪوشش ڪر ....... ڪا شيءِ نظر ئي نه اچي.**

هي حوالو ڪتاب 'رشحات' ۾ ملي ٿو.

[رشحات، ص 453]

**ص 40 شرح مشڪواة شريف 'مرقات'**

احاديث جي مشهور مجموعي 'مشڪواة' جي مصنف جو نالو محمد ابوعبدالله آهي. هو تبريز جي تاريخي شهر سان وابسته هو، سندس مقبول ترين تصنيف 'مشڪاة المصابيح' آهي جنهن ۾ صحاح سته کان علاوه حديث جي ٻين ڪتابن مان حديثون پڻ آندل آهن. هن سال 737ھ ۾ وفات ڪئي. مشڪواة جي

شرح جيڪا نورالدين علي بن سلطان محمد هروي جيڪو علي ۽ جي نالي سان مشهور آهي جي لکيل آهي. مشڪواة جون ٻيون بہ ڪيتريون شرحون آهن جن ۾ شيخ عبدالحق محدث دهلويءَ جي فارسيءَ ۾ لکيل 'اشعة اللمعات' ڪيترن جلدن ۾ آهي.

[معارف سلطان الاولياء، ص 443]

**ص 40 جيڪڏهن هڪڙو ماڻهو تنهنجي وات ۾ منو لقمو رکي.**
هي حوالو ڪتاب 'رشحات' ۾ ملي ٿو.

[رشحات، ص 322]

**ص 40 رشحات**

'رشحات عين الحيات' جو مصنف فخرالدين علي بن حسين واعظ ڪاشفي ( 939-867) آهي. جنهن هيءَ ڪتاب 909ھ ۾ مڪمل ڪيو، ان ۾ هو 95 نقشبندي صوفين جي سوانح ۽ افڪار ڪي نهايتسهڻي نموني ۾ بيان ڪري ٿو. هو خواجہ يوسف همدانيءَ کان آغاز ڪري ٿو ۽ خواجہ بهاؤالدين نقشبند جنهن ڪري هيءُ سلسلو اڳتي 'نقشبندي' نالي سان سڏجڻ ۾ آيو ۽ جنهن جي مزار بخارا ۾ آهي. تنهن کان پوءِ خواجہ محمد پارسا، خواجہ عبيدالله احرار، مولانا عبدالرحمان جامي وغيره جو ذڪر ڪري ٿو. ترڪيءَ ۾ نقشبندي سلسلي جو وڏو اثر آهي. ان ڪري ترڪي ٻوليءَ ۾ هن ڪتاب جو ترجمو ٿيل آهي، جنهن تان وري انگريزيءَ ۾ Beads of Dew نالي سان اختصار ٿيل آهي، جيڪو 2001 ۾ فلوريدا مان ڇپيل آهي.
خواجہ قاضي احمد دمائي پنهنجي مڪتوبات ۾ ڪتاب 'رشحات' جا بہ حوالا ڏنا آهن جيڪي ص 439 ۽ ص 322 ۾ ملن ٿا.

[معارف سلطان الاولياء، ص 469]

**ص40 هدايه**

فقه حنفيءَ جو مشهور بنيادي ڪتاب آهي، جنهن جو مصنف علي لقب برهان الدين آهي. هو اصل ۾ فرغانہ جي هڪ ڳوٺ مرغينان جو هو. هو 511ھ ۾ ڄائو ۽ 593ھ وفات ڪري ويو.
مصنف جي لکڻ موجب هن مختصر 'قدوري' ۽ 'جامع صغير' کي آڏو رکي، پهريائين 'هداية المبتدي' نالي ننڍو ڪتاب فقه جي موضوع تي تصنيف ڪيو. ان کان پوءِ کيس خيال آيو تہ انهيءَ ڪتاب جي شرح 'ڪفاية المنتهىٰ' نالي سان لکجي، جيڪا چون ٿا تہ هن اسي جلدن ۾ لکي پوري ڪئي. آخر ۾ وري ان شرح جو اختصار ڪيائين، جيڪو تيرهن سالن جي عرصي ۾ مڪمل ڪيائين ۽ ان جو نالو 'هدايه' رکيائين.

هدايه کي اسلامي دنيا ۾ خاص طور ايشيا ۾ غير معمولي مقبوليت حاصل ٿي. اهو ڪتاب نہ صرف نصاب جو لازمي جز بنجي ويو، بلڪ سرڪاري سطح تي پڻ فيصلن ۾ مرڪزي اهميت اختيار ڪري ويو. ايتريقدر جو اٺوهين صديءَ ۾ وارن هيسٽنگز جي دؤر ۾ ان جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪرايو ويو

هدايه جون ڪتيريون شرحون لکيون ويون آهن، جن ۾ 'فتح القدير' جنهن جو مصنف علامہ ابن الهمام آهي، تنهن کي وڏي اهميت ملي. اهڙيءَ طرح 'البناية شرح هدايہ' جنهن جو مصنف بدرالدين عيني آهي تنهن کي پڻ خاص حيثيت حاصل آهي. هدايہ اردو ترجمي سان موجود آهي.

[معارف سلطان الاولياء، ص 434]

**ص 40 بزدوي**

حنفي علم اصول فقه ۾ فخر الاسلام علي بن محمد بزدوي (وفات: 482ھ) جي تصنيف آهي. فقہ جي ڪتابن جي درجہ بنديءَ ۾ ان کي متن واري حيثيت حاصل آهي.

[ظفر المحطين، ص 110]

**ص 41 مڪتوبات قدسي آيات**

هتي مڪتوبات مان مراد امام ربانيءَ جا مڪتوبات آهن. امام ربانيءَ ابن عربيءَ جي وجودي نظريي بابت پنهنجي تنقيدي راءِ ڪيترن هنڌن تي ظاهر ڪئي آهي، ليڪن سڀ کان زياده تفصلي بحث دفتر دوم جي مڪتوب پهريون ۾ ملي ٿو. هتي مولانا جاميءَ جي جنهن رباعيءَ کي نقل ڪيو ويو آهي اها پڻ ان مڪتوب ۾ ملي ٿي. هڪ لحاظ سان جاميءَ جي ان رباعيءَ ۾ وحدت الوجود جي بنيادي نظريي جو اظهار ٿيل آهي.

مختصر طور امام ربانيءَ جي فڪر جو نچوڙ اهو آهي تہ ممڪن يعني ڪائنات کي خدا جو عين چوڻ غلط يعني بي ادبي آهي. ٻين لفظن ۾ ممڪن (انسان) جي صفتن ۽ فعلن کي حق تعالیٰ جا فعل ۽ صفتون نٿو چئي سگهجي. هن جي نظر ۾ ممڪن جي ڇا مجال جو حق جو عين ٿي سگهي. ان ڪري امام رباني ممڪن جي حقيقت جو انڪار ڪري ٿو ۽ ممڪن لاءِ عدم وجود يا ظلي وجود جي اصطلاح ڪم آڻي ٿو. ان لاءِ هو آئيني جو مثال ڏيندي چوي ٿو تہ آئيني ۾ نظر ايندڙ عڪس کي اصل جو عين چوڻ غلط آهي. اها هڪ خيالي يا وهمي شڪل آهي ۽ اها ئي ڳالهہ حق تعالیٰ جي قدرت جو ڪمال آهي. هن ڪائنات جي حيثيت آئيني ۾ ان عڪس کان وڌيڪ ناهي.

[مڪتوب 58 دفترسوم اردو ص 174]

**ص 41 اسان جي پيغمبر رحمة للعالمين جا اصحابي ..... ۽ مجدد جون نشانيون.**

اصل عبارت هن ريت آهي: بايد دانست کہ منصب نبوت ختم بر خاتم الرسل شده است اما از کمال ولايت آن منصب بہ طريق تبعيت، متابعان او را نصيب کامل است اين کمالات در طبقۂ صحابہ بيشتر است و در تابعين و تبع تابعين نيز اين دولت بر سبيل قلت سرايت کرده است، بعد ازآن رو بہ استار آورده است و

غلبه كمالات ولايت ظلي جلوه گر گشتہ. اما اميد است كہ بعد از مضي الف، اين دولت از سر تازه گردد و غلبه شبوع پيدا كند و كمالات اصلي رو بہ ظهور آرند و ظلي استتار پيدا كنند.

[مكتوب 260، دفتر اول، ص 232، مكتوبات فارسي ايران ايڊيشن، ص 538]

جاڻڻ گهرجي تہ نبوت جي منصب جو رسول كريم ﷺ تي خاتمو ٿي چڪو آهي ليڪن ان منصب جا ڪمالات سندس تابعداريءَ سببان سندس پوئلڳن کي چڱيءَ ريت نصيب ٿيندا رهن ٿا. اهي ڪمالات سڀ کان وڌيڪ اصحابن سڳورن کي پلئہ پيا ۽ ان کان پوءِ تابعين ۽ تبع تابعين کي پڻ انهن مان ڪجھ حصو مليو. ليڪن ان کان بعد اهي ڪمالات ڳجھ ه ا ٿي ويا ۽ ظلي ولايت جا ڪمال غالب ٿيڻ لڳا يا ظاهر ٿيا. بهرحال اميد آهي تہ هڪ هزار سالن جي گذرڻ کان بعد اها دولت ٻيهر ظاهر ٿئي ۽ ان جو غلبو ۽ اشاعت عام ٿئي ۽ اصلي ڪمال ٻيهر ظاهر ٿيڻ لڳن جنهن ڪري ظلي ولايت وري غائب ٿي وڃي.

امام رباني مڪتوبات دفتر دوم جي مڪتوب 4 ۾ وڌيڪ وضاحت سان هن ريت لکيو آهي: "اهي علوم انوار نبوت جي طور ان قنديل مان شعاع طور نڪتا آهن جيڪي ٻئي هزار سال جي شروعات سان تابعدارن لاءِ ورثي وانگر آهن ۽ اهي پوريءَ ريت ظاهر ٿيا آهن. اهي علوم ۽ معارف جاڻڻ وارو ان ٻئي هزار سال جو مجدد آهي."

ظاهر آهي تہ اهو اشارو پاڻ ڏانهن آهي. ياد رهي تہ شيخ احمد يعني امام ربانيءَ جو جنم 971ھ / 1564ع آهي ۽ وفات 1012ھ/ 1603ع آهي. ان لحاظ کان هڪ هزار سال هجريءَ جي پڇاڙي ۽ ٻئي هزار جي شروعات سندس زندگيءَ ۾ آهي.

انهيءَ ساڳي مڪتوب ۾ امام رباني وڌيڪ لکي ٿو تہ جاڻڻ گهرجي تہ هر صدي يا سو سالن تي هڪ مجدد ٿي گذريو آهي ليڪن سو سالن جو مجدد هڪڙي ڳالھ آهي ۽ هزار سالن جو مجدد ٻي ڳالھ آهي. مطلب ان کان وڌيڪ انهن ٻنهي مجددن ۾ فرق آهي. مجدد اهو آهي جنهن جو فيض سيني اُمتين کي پهچي ۽ سندس ذريعي پهچي ٿو، پوءِ ان ۾ ان هيءَ زماني ۾ موجود قطب، اوتاد، ابدال ۽ نجباء سڀ اچي وڃن ٿا.

خاص كند بنده مصلحت عام را

يعني الله تعالىٰ پنهنجي ڪنهن ٻانهي کي عام اصلاح لاءِ خاص ڪري چڙي ٿو.

[مكتوب فارسي، دفتر دوم ص 23، 24 - مكتوبات اردو، زوار، 34 - 35]

**ص 41 توڻي جو وليءَ سڳورا ٿورا هوندا پر زور ڪامل هوندا.**

هي حوالو مڪتوبات امام رباني ءَ ۾ ملي ٿو. فارسيءَ ۾ اصل عبارت هن ريت آهي: بدانند كہ بعد از هزار سال از ارتحال خاتم الرسل ﷺ اولياءَ امت او كہ بظهور آنيد، هر چند اقل باشند، اكمل بودند .... الخ

[مكتوب 209، دفتر اول، ص 403]

**ص 41 ظلي ولايت**

امام رباني مڪتوب 302 دفتر اول ۾ ظلي ولايت جي سمجهاڻي ڏيندي چوي ٿو تہ ان کي ولايت صغرىٰ بہ چون ٿا ۽ اها اولياء الله جي ولايت آهي. اصلي ولايت مان سندس مراد نبين جي ولايت آهي.

[مڪتوبات دفتر اول فارسي - ص 741]

**ص 41 سُڪر ۽ صحو**

سُڪر ۽ صحو معنىٰ جي لحاظ کان غيبت ۽ حضور جي ويجهو آهن. جيڪڏهن فرق آهي تہ ان قدر تہ صحوَ ۽ سُڪر، غيبت ۽ حضور کان وڌيڪ پختا، مڪمل ۽ غالب هوندا آهن. صحوَ (هوشمند) هميشہ رهندي آهي ۽ سُڪر (مدهوشي) هميشہ نہ رهندي آهي. 'مبداء معاد' کان علاوه مڪتوبات امام ربانيءَ ۾ پڻ سڪر ۽ صحو جو گهڻو ذڪر ملي ٿو.

[تصوف جا اصطلاحات، ص 33-34]

**ص 41 والنهاية الرجوع الي البداية**

هي الفاظ اصل ۾ جنيد بغداديءَ کان پُڇيل ان سوال جو جواب آهن تہ 'ما النهاية' يعني سلوڪ جي انتها ڇا آهي؟ پاڻ چيائين: "النهايت هي الرجوع الي البدايت" يعني انتها تي پهچڻ جو مطلب آهي تہ وري شروعات ڪجي.

بهرحال هيءُ قول خواجہ نقشبند کان پوءِ نقشبندي طريقي ۾ بنيادي اصول جي حيثيت رکي ٿو. جڏهنپاڻ چيائين، اسين نهايت کي بدايت (شروع) ۾ درج ڪريون ٿا، جيتوڻيڪ وصول الي الله يعني الله تائين پهچڻ سيني طريقن جو مول متو آهي، پر نقشبندي چون ٿا تہ اهو جذبو يا محبت جيڪا سلوڪ ۾ ٻين طريقن جي منتهي حضرات کي آخر ۾ نصيب ٿئي ٿي، ان سان اسين شروعات ڪريون ٿا. مڪتوبات ۾ پڻ هيءُ قول ڪيترن طريقن سان ملي ٿو.

[مڪتوب 99 دفتر اول، اردو - ص 274]

**ص 41 شرح رباعيات جو اقتباس**

هي اقتباس جيڪو 'اڪثر ڪري' سان شروع ٿي قرآني آيت "مالهذا الرسول" تي ختم ٿئي ٿو، شرح رباعيات تان ورتل آهي. اصل ۾ اهي بہ رباعيون شيخ احمد سرهندي ءَ جي مرشد خواجہ باقي بالله جون پنهنجون آهن جن جو شرح هن پاڻ لکيو.

انهيءَ شرح جو شرح سندن خليفي يعني مجدد الف ثانيءَ لکيو جنهن ۾ هن ڪجهہ اصطلاحن کي وڌيڪ کولي سمجهايو. موجوده اقتباس مجدد الف ثانيءَ جي عبارت آهي.

[شرح رباعيات - ص 63]

**ص 41 عالمِ خلق، عالمِ امر**

جيڪا شيءِ ماده (باهہ، پاڻي، مٽي ۽ هوا) مان نهيل هجي تنهن کي عالم خلق چئبو آهي، ان کي عالم اسباب ۽ عالم اجسام سڏبو آهي ۽ جيڪا شيءِ بغير ڪنهن ظاهري سبب ۽ ماده جي الله تعاليٰ جي حڪم 'ڪُن' سان وجود ۾ اچي ان کي عالم امر سڏبو آهي، هن کي عالمِ غيب ۽ عالمِ ارواح بہ چئبو آهي. هيءُ بحث مڪتوبات 260 دفتر اول ۾ بہ ملي ٿو.

[تعليمات امام رباني، جلد پهريون، ص 163 - معارف سلطانالاولياء، ص 443]

**ص 41 اغضب کما يغضب البشر**

هيءَ حديث شرح رباعيات کان علاوه مڪتوبات امام رباني ۾ پڻ ملي ٿي.

[مڪوبات 35، دفتر سوم، ص 372]

**ص 42 جلاليت کي گهٽي قدر جماليت سان روشن ڪيو وڃي ٿو**

جلال مان مراد الله تعاليٰ جي طرفان آيل آزمائشون جهڙوڪ بيماري، تنگدستي، جهڳڙا، مصيبتون مراد آهن ۽ جمال مان الله تعاليٰ جون اهي نعمتون مراد آهن جن کي انسان پسند ڪري ٿو، جيئن شِفا، عزت، دولت، فراغت وغيره هيءَ اقتباس اصلي صورت ۾ مڪتوبات ۾ نہ ملي سگهيو آهي، البت جلال ۽ جمال تي بحث هڪ ٻن هنڌن تي ملي ٿو.

مڪتوب 35، دفتر اول جو عنوان ئي آهي 'محبت ذاتيءَ جي مقام ۾ انعام ۽ الم (تڪليف) ٻئي برابر يعني هڪ جهڙا آهن. ' عذاب ۾ بہ اها ئي لذت آهي جيڪا نعمت ۾ آهي. اهي حضرات جيڪڏهن بهشت جي طلب ڪن ٿا تہ ان ڪري جو اهو حق تعاليٰ جي رضا جو مقام آهي ۽ ان جي طلب ۾ سندس رضامندي آهي ۽ دوزخ کان پناهہ ان ڪري گهرن ٿا جو اهو سندس غضب جو مقام آهي.

[مڪتوبات 44، دفتر اول، اردو - ص 44، مڪتوب 35 - دفتر اول اردو، ص 140]

**ص 42 مقام رضا**

مقام ۽ حال صوفين جا بہ بنيادي اصطلاح آهن. مقام انهيءَ روحاني حالت کي چئجي ٿو، جيڪا سالڪ کي پنهنجي ڪوشش ۽ محنت وسيلي حاصل ٿئي. ان جي مقابلي ۾ حال خدا جي طرفان نصيب ٿئي ٿو، هڪڙا صوفي وري چون ٿا تہ حال جڏهن مستقل ٿئي ٿو تہ اهو مقام بڻجي پوي ٿو. امام ربانيءَ موجب رضا جو مقام سيني کان مٿي ۽ آخري آهي. امام رباني فنا واسطي ڏهن مقامات جو ذڪر ڪري ٿو، جيڪي هن ريت آهن: توبہ، ورع، زهد، خوف، فقر، توڪل، شڪر، صبر، رجا ۽ رضا.

[مبداء معاد - اردو، ص 170، 213 - مڪتوب 36، دفتر اول - اردو - ص 142]

**ص 42 عشق آن شعلہ.........باقي جملہ سوخت**

هيءُ شعر مولانا روميءَ جي مثنويءَ مان ورتل آهي ۽ مڪتوبات ۾ پڻ ڪيترائي ڀيرا آيو آهي.

[مڪتوب 73 - دفتر اول، مڪتوب 35 - دفتر اول، 142، مثنوي رومي، دفتر پنجم، ص 785]

**ص 43 ادعوني كان وٺي دعا گهري ويندي آهي.**

هي سمورو اقتباس ڪجهه لفظن جي تبديليءَ سان مڪتوب 6 دفتر اول مان ورتل آهي.

[مڪتوبات اردو ترجمو رانجه ا، ص 43]

**ص 43 دائم الفکر ومتواصل الحزن**

هيءَ حديث ترمذي شريف ۾ ملي ٿي ۽ امام رباني پنهنجي مڪتوبات ۾ گهڻن هنڌن تي انهن لفظن ۾ آندي آهي.

[مڪتوب 43، دفتر دوم، ص 152- مڪتوب 88، دفتر سوم، ص 436]

**ص 43 شيخ سيد حسين شاهه رتڙچتڙ وارو**

هن جو مختصر تعارف مقدمہ ۾ اچي چڪو آهي.

**ص 43 وصل عرياني**

نقشبندي اصطلاح طور استعمال ٿئي ٿو ۽ مڪتوبات ۾ ان جو بار بار حوالو ملي ٿو ۽ گرهوڙي صاحب پڻ ڪيترا ڀيرا 'فتح الفضل' ۾ ان جو بيان ڪري ٿو. 'وصل عرياني' جي سمجهاڻي مڪتوب 3 دفتر دوم ۾ ملي ٿي، جتي ان جو مطلب سيني حجابن جو هٽڻ تفصيلي ٻڌايو ويو آهي.

[مڪتوبات اردو، دفتر دوم ص 30]

**ص 43 غوثيت ۽ قطبيت**

غوث، قطب ۽ قطب الاقطاب جو بحث 'مبداء معاد' کان پوءِ خاص طور مڪتوبات امام رباني ءَ ۾ ملي ٿو.

[مڪتوب 256، دفتر اول]

**ص 44 اي برادر! بي ........... بروي مايست**

هي بيت مولانا رومي جو آهي، جيڪو مڪتوبات ۾ اڪثر ملي ٿو.

[معيارالسلوڪ، ص 25]

**ص 44 احوال مواجيد (نوان نوان حالات) قطبيت، غوثيت ۽ ٻيا اهڙا مثال**

هيءُ حوالو مڪتوبات معصومي ءَ جي مڪتوب 200، جيڪو صوفي نور بيگ ڏانهن لکيل آهي، مان ورتل آهي جيڪو 'احوال' کان شروع ٿي 'آغوش' تي ختم ٿئي ٿو.

[مڪتوب 200، دفتر اول، اردو ص 387]

**ص 44 چون غلام آفتابم......... کہ حديث خواب گويم**

هي ۽ شعر ديوان شمس تبريزي ۾ مان ورتل آهي، جيڪو ڪتاب 'رشحات' کان علاوه مڪتوبات امام رباني ۽ مڪتوبات معصوميءَ ۾ پڻ ڪافي ڀيرا ملي ٿو.

[مڪتوبات معصومي دفتر دوم، مڪتوب 36، ص 70 ۽ ديوان شمس تبريزي، غزل 1621]

**ص 44 نميداني ........ تو رنج کم بر**

هي فارسي شعر مشهور شاعر فريدالدين عطار جو آهي. مڪتوب 172 دفتر اول ۾ آيل آهي. هتي ڪاتب ان کي مشهور نقشبندي بزرگ علاؤالدين عطار جو ڄاڻايو آهي، جيڪو غلط آهي.

[مڪتوب 173، دفتر اول فارسي، ص 352]

**ص 45 عشق راهي نيست ...........کہ او ساحلي پيدا شود**

**سالها بايد چو مجنون........... محملي پيدا شود**

هي ٻئي شعر صائب جي ديوان مان ورتل آهن.

[ديوان صائب، ص ]

**ص 45 ان الله تعالیٰ يحبّ معالي الهمم**

يعني الله تعالیٰ بلند همت وارن کي پسند ڪري ٿو. هي ۽ قول مڪتوب 20 دفتر سوم ۾ ملي ٿو. ان سان گڏ اها تشبيهہ تہ ٻارن وانگر ڪاڻ جي شين اکروٽ وغيره تي راضي نہ ٿيڻ گهرجي.

[مڪتوب 20، اردو ترجمو زوار، ص 71]

**ص 45 تيغ لا در قتل غير حق براند**

مثنوي روميءَ دفتر پنجم جو بيت 588 آهي. هيءُ بيت مڪتوب امام ربانيءَ ۾ ڪيترا ڀيرا اچي ٿو. هن جي ٻي مصرع هيءَ آهي: در نگران پس کہ بعد لا چہ ماند

[دفتر اول مڪتوب 73]

**ص 46 کار من نيست............... بخدائي متعال**

**هر کہ پي در پي........... يافتہ ام هم يابد**

مولانا جاميءَ جي 'هفت اورنگ' مثنوين مان هڪ مثنوي 'سبحة الابرار' آهي. جنهن مان هي شعر ورتل آهن، هي ٻئي شعر 'شرح ابيات سنڌي' ۾ گرهوڙي صاحب پڻ آندا آهن.

[مثنوي هفت اورنگ، ص 215 - مڪمل شرح ابيات سنڌي، ص 78]

**ص 46 اول ما آخر هر ............ جيب تمنا تهي**

هي شعر ڪتاب 'معيار السلوڪ' ۾ خواجہ بهاءُالدين نقشبند يءَ جو ڄاڻايل آهي، ليڪن ڪن ڪتابن ۾ مولانا جاميءَ جي حوالي سان پڻ ملي ٿو.

[معيار السلوڪ، ص 49 - جهانِ امام رباني، جلد نائون، ص 251]

**ص 46 مڪتوب پيو**

خليفي قاضي پيربخش خانواهڻ واري بياض توڙي مولوي قاضي محمد شاڪر متعلوي واري نسخي ۾ هيءُ مڪتوب مولوي محمد امين ڏانهن منسوب آهي، جنهن جو عنوان هن ريت آهي: "مڪتوب مرقومہ حضرت پير اعظم مولانا مقتدانا عروة الوثقیٰ محبوب سبحاني خواجہ حاجي احمد قدسنا الله تعالیٰ سرهم بجانب مولوي محمد امين."

**ص 47 بيا جامي رها ڪن............ آر آنچہ داري**

هيءُ شعر مولانا جاميءَ جي مثنوي 'يوسف زليخا' مان ورتل آهي.

[مثنوي يوسف زليخا، ص 5]

**ص 47 چون بدانستي ................ وگر زيستي**

هيءُ شعر اصل ۾ شيخ فريدالدين عطار جي مشهور تصنيف 'منطق الطير' مان ورتل آهي. جيڪو مڪتوبات امام رباني توڙي مڪتوبات معصوميہ ۾ ڪيترا دفعا ملي ٿو. پر ٻنهي ڪتابن ۾ اهو مولانا روميءَ جو ڪري ڄاڻايل آهي.

[منطق الطير فارسي، ص 61]

**ص 47 حضور**

مڪتوبات امام ربانيءَ ۾ حضور بي غيبت جي سمجهاڻي مڪتوب 27 دفتر اول ۾ ملي ٿي جتي هو ان کي نقشبندي اصول ياد داشت جي برابر سمجهي ٿو.

[مڪتوبات اردو ترجمو، زوار، ص 108]

**ص 47 بِي يسمَعُ بِي يبصِرُ بِي يبطِشُ**

مشهور حديث جا الفاظ آهن، اها حديث صحيح بخاريءَ ۾ ڪجهہ وڌيڪ لفظن سان موجود آهي، ليڪن شيخ عبدالقادر جيلاني 'فتح الرباني' ۾ هن ريت بيان ڪئي آهي: لايزال عبدي يتقرب الي بالنوافل حتیٰ احبه فاذا احببته کنت له سمعاً وبصرا ويدا ومويدا فبي يسمع وبي يبصر وبي يبطش. يعني: هميشہ منهنجو ٻانهو نفلن جي ذريعي منهنجي قريب ٿيندو رهندو آهي، تانجو آئون هن سان محبت ڪندو آهيان، پوءِ جڏهن آئون هن سان محبت ڪندو آهيان تہ مان هن جو ڏسڻ ۽ ٻڌڻ، هن جا هٿ ۽ مددگار بنجي ويندو

آهيان، تڏهن هو منهنجو ذريعي ٻڌندو آهي، ڏسندو آهي ۽ هلندو آهي. هن کي 'قرب نوافل' جي حديث ٻہ چيو ويندو آهي.

[منهاج المعرفت، ص 299]

**ص 48 شيخ ابن عربي**

اندلس جو مشهور فلسفي صوفي مرسيہ 560ھ ۾ ڄائو ۽ قرطبہ ۽ اشبيليہ ۾ تعليم حاصل ڪيائين. زندگيءَ جو وڏو عرصو مصر، مراڪش، شام، بغداد ۽ مڪي مديني ۾ گذاريائين. هو پنهنجي وقت جي وڏن عالمن ۽ صوفين سان مليو ۽ انهن کان گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيائين. سندس تصنيفات جو تعداد پنج سئو کان مٿي آهي. هو ساڳئي وقت هڪ وڏو نثرنگار ٻہ هو تہ ايڏو ئي وڏو شاعر ٻہ هو. سندس مشهور تصنيفات 'فتوحات مڪية' ۽ 'فصوص الحڪم' آهن. پهرين ڪتاب لکڻ ۾ هن پنجٽيهن سالن کان وڌيڪ عرصو صرف ڪيو ۽ موت کان ڪجهہ وقت اڳ ان کي مڪمل ڪيائين. 'فصوص الحڪم' لاءِ لکي ٿو تہ اهو سال 627ھ هو، جڏهن هن خواب ڏٺو جنهن ۾ حضور ڪريم ﷺ جن ڪيس هڪ ڪتاب ڏئي رهيا آهن. بس فصوص جي لکڻ جو اهو اشارو هو. هن سال 638ھ ۾ وفات ڪئي.

[وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو مڪمل شرح ابيات سنڌي، ص 180]

**ص 48 شيخ محي الدين ابن عربيؒ ۽ سندس پوئلڳن فرمايو آهي تہ نالا ۽ صفتون الله تعاليٰ جون عين ۽ ذات واجب آهن.**

هيءُ حوالو مڪتوبات امام ربانيءَ ۾ موجود آهي.

[مڪتوب 01، جلد ٻيو، ص 23 - 24]

**ص 48 تعين وجوبي ۽ تعين امڪاني**

خواجہ صاحب پاڻ چوي ٿو تہ اسم الاهي تعين وجوبي آهي، جيڪو تعين امڪاني ۽ ذات الاهيءَ جي وچ ۾ دروازو آهي. تعين وجوبيءَ جو بحث مڪتوبات ۾ ڪيترن هنڌن تي آيو آهي.

[معارف سلطان الاولياء، ص 459]

**ص 48 حقيقت محمدي**

امام ربانيءَ حقيقت محمدي بابت پنهنجي مڪتوبات ۾ ڪيترن هنڌن تي وضاحت ڪئي آهي.

دفتر سوم جي مڪتوب 112 ۾ چوي ٿو، حقيقت محمدي ظهور اول آهي ۽ حقيقت الحقائق ان لحاظ کان آهي تہ ٻيون سڀ حقيقتون، پوءِ اهي ٻين نبين جون هجن يا ملائڪن جون، اهي سڀ سندس ظلال يا پاڇا آهن ۽ حقيقت محمدي انهن جو منڍ آهي جيئن پاڻ فرمايو اٿن، 'اول ما خلق الله نوري' يعني سڀ کان

پهرين الله تعالىٰ منهنجي نور کي پيدا ڪيو يا هيئئن بہ چيو اٿن، 'خلقت من نور الله والمومنون من نوري ' يعني مان الله تعالىٰ جي نور مان پيدا ٿيو آهيان ۽ مومن منهنجي نور مان پيدا ٿيا آهن.

امام رباني دفتر اول جي مڪتوب 209 ۾ وري حقيقت محمدي ۽ حقيقت احمدي ۾ فرق ڪري ٿو. اتي هو چوي ٿو تہ هن حديث "ڪنت نبيا و آدم بين الماءِ والطين " يعني آئون نبي هوس جڏهن آدم مٽي ۽ پاڻيءَ ۾ هو ان ۾ دراصل حقيقت احمدي طرف اشارو آهي جنهن جو تعلق عالم امر سان آهي. دفتر اول جي مڪتوب 260 ۾ وري هو حقيقت محمديءَ کي تعين اول ڪوٺي ٿو جنهن کي وحدت بہ چيو ويندو آهي.
[مڪمل شرح ابيات سنڌي، ص 208]

**ص48 ممڪنات**

ممڪنات جا ٽي قسم آهن، جسم، مثال ۽ روح. مجدد الف ثاني ءَ جي چوڻ مطابق صوفي عالمن ممڪنات جا اُهي ٽي قسم بيان ڪيا آهن. جن جي سمجهاڻي مڪتوبات ۾ ملي ٿي، جتي هو چوي ٿو تہ عالم مثال، عالم الارواح ۽ جسماني عالم جي وچ تي برزخ آهي.

ممڪنات جا حقائق ذاتي طور معدوم آهن. مڪتوبات ۾ هي ءُ بحث مڪتوب 58 دفتر سوم ۾ ملي ٿو. حقائق ممڪنات عدمات اند ڪہ در خانہ علم واجبي تميز و تعين پيدا ڪرده اند يعني ممڪنات جا حقائق عدمات آهن، جيڪي واجب تعالىٰ جي علم ۾ تميز ۽ تعين جي حيثيت رکن ٿا.

امام رباني وڌيڪ وضاحت ڪندي چوي ٿو تہ منهنجي نزديڪ حقائق ممڪنات عدم آهن پر ابن عربيءَ وٽ اهي 'اعيان ثابتہ' جي صورت ۾ هڪ تنزل جي حيثيت رکن ٿا ۽ ڪثرت رکن ٿا.
[معارف سلطان الاولياء، ص 452]

**ص 48 سير في الله**

سير في الله، سير باالله، سيرعن الله وغيره جي سمجهاڻي 'رسالہ قدسيہ' ۾ ملي ٿي. ان ڪان سواءِ مڪتوبات ۾ پڻ هيءُ بحث جابجا ملي ٿو. صوفين جي سير ۽ سفر بابت ڏسو.
[معارف سلطان الاولياء، ص 501]

**ص48 اعيان ثابتہ**

ذات باري تعالىٰ جي علم ۾ موجود حقيقتون جيڪي خارجي طور موجود ناهن واحد عين ثابت. هن عالم يا ڪائنات جو اهڙو آئينو جيڪو ان جي تخليق ڪان پهرين خالق جي علم ۾ هو يا اجا بہ آهي ۽ اڳتي بہ رهندو. اعيان ثابتہ خارجي يا ظاهري طور معدوم آهي.

اعيان ثابتہ کي علمي صورتون بہ ڪوٺين ٿا، ٻين لفظن ۾ ذات باري تعالىٰ جي علم ۾ ممڪنات جون حقيقتون ۽ صورتون جن تي حق تعالىٰ کي ذاتي تقدم حاصل آهي. اهڙيءَ طرح اعيان خارجيہ اهي آثار يا مظهر آهن جيڪي خارجي طور ظاهر يا پڌرا آهن. انهن کي اعيان ممڪنات، عيني وجود ۽ عالم شهادت

جا نالا بہ ڏنا ٿا وڃن. امام ربانيءَ وٽ اعيان ثابتہ جو تصور شيخ اڪبر ابن عربيءَ جي تصور کان مختلف آهي جنهن جي وضاحت هو مڪتوب اول دفتر دوم ۾ ڪري ٿو جنهن جو ڊگهو اقتباس هتي خواجہ قاضي احمد ڏنو آهي.

[مڪمل شرح ابيات سنڌي، ص213]

**ص48 ذاتي تجلي**

امام رباني دفتر اول جي مڪتوب 34 ۾ اهو بحث ڪيو آهي جتي هو ابن عربيءَ جي ان راءِ سان اتفاق نٿو ڪري تہ 'ذاتي تجلي' عروج جي انتها آهي.

برقي ذاتي تجلي ءَ جو حوالو امام ربانيءَ جي مڪتوبات ۾ ڪيترا ڀيرا ملي ٿو. هو چوي ٿو تہ اها تجلي جيڪا ڪن صوفين وٽ ثابت آهي. اها ذات خداونديءَ جي اسماءَ ۽ صفات جي پردي پنيان ٿيندي رهي ٿي، ليڪن ڪجھ مدت کان پوءِ ٿوري دير لاءِ جڏهن اسماءَ ۽ صفات جو اهڙو پردو د ور ٿئي ٿو تہ ذات خداونديءَ جي تجلي، بغير پردي، ڪين نصيب ٿئي ٿي.

هڪ ٻئي مڪتوب ۾ هو چوي ٿو تہ اها تجلي ذاتي ڪن مشائخن وٽ تجلي برقي آهي. يعني جڏهن حق سبحانہ وتعالیٰ جي بارگاھ جا سڀ حجاب ڪنوڻ جي تجلي وانگر ٿوري دير لاءِ هٽي ويندا آهن. تجلي ذاتيءَ جو تصور بنيادي طور ابن عربيءَ وٽان آيل آهي جيئن امام رباني پاڻ پنهنجي مرشد خواجہ باقي بالله ڏانهن خط لکندي تسليم ڪيو آهي. [مڪمل شرح ابيات سنڌي، ص214]

**ص 48 همسايہ و همنيش ............شہ همہ او ست**

**در انجمن فقر ...... ثم بالله همہ او ست**

هيءَ رباعي مولانا جاميءَ جي لوائح 14 مان ورتل آهي، جيڪا مڪتوبات امام ربانيءَ ۾ پڻ ملي ٿي.

[لوائح ص 17، مڪتوب 1، دفتر دوم، جلد ٻيو، ص 24]

**ص 49 واجب الوجود**

جيڪو پنهنجي وجود لاءِ ٻئي ڪنهن جو محتاج ناهي ۽ اهو حق تعالیٰ آهي، چو تہ هو بذات خود قائم آهي ۽ پنهنجي وجود لاءِ ٻئي ڪنهنجو محتاج ناهي. ٻين لفظن ۾ اها ذات جنهن جو عدم (نہ هجڻ) تصور نہ ڪري سگهجي ۽ جنهن جو وجود حقيقي، ذاتي ۽ دائمي آهي. انگريزيءَ ۾ ان لاءِ (BeingNecessary) جو اصطلاح آهي. [منهاج المعرفت، ص 297]

**ص 49 صفات ثمانيہ**

اهي اٺ صفتون هي آهن، هڪ تڪوين، ٻي حيات، ٽين علم، چوٿين قدرت، پنجين اراده، ڇ هين سمع، ستين بصر، اٺين ڪلام. حق تعاليٰ جي اٺن صفتن بابت سمجهاڻي پڻ مڪتوب 73 دفتر اول ۾ ملي ٿي. [تعليمات امام رباني، جلد پهريون، ص 299]

**ص 49 وجود**

صوفين جي اصطلاح ۾ وجود صرف ان شيءِ جو آهي جيڪا ازلي ۽ غير مخلوق آهي، ناقابل تغير ۽ ناقابل فنا آهي. ڪثرت کان پاڪ آهي، بي مثل ۽ يڪتا آهي، انهيءَ لحاظ کان صرف ذات خداونديءَ جو وجود آهي، باقي ٻيو جيڪي ڪجهه آهي اهو موجود آهي، انهن جو وجود ناهي ڇاڪاڻ تہ وجود جو اطلاق صرف خدا جي ذات تي ٿئي ٿو، ان ڪري هو ڪيس وجود مطلق يا وجود واحد ڪوٺين ٿا.

امام رباني پڻ مڪتوبات ۾ چوي ٿو تہ وجود حق تعاليٰ لاءِ مخصوص آهي ۽ اهوئي موجود آهي. ياد رهي تہ سڀ کان پهرين جنهن وجود جي انهيءَ معنيٰ ۽ مفهوم فڪري طور منظم نموني ۾ پيش ڪيو، اهو ابن عربي آهي، 'فصوص' توڙي 'فتوحات' ۾ اهڙيون ڪيئي عبارتون ملن ٿيون، مثلاً فص يعقوبيہ ۾ چوي ٿو: "وليس وجود الاوجود الحق" يعني حق جي وجود کان سواءِ ٻيو ڪو وجود ناهي.

[مڪمل شرح ابيات سنڌي، ص215]

**ص 49 عدم**

عدم جي لفظي معنيٰ ناپيد آهي، ليڪن صوفين جي اصطلاح ۾ اهو وجود جي مقابلي يا ان جو آئينو آهي. مشهور صوفي محمود شبستري 'گلشن راز' ۾ ان جي سمجهاڻي ڏيندي چوي ٿو:

عدم آئينہ هستي است مطلق
کز وپيدا ست عڪس تابش حق

(معنيٰ: عدم هستيءَ مطلق يا ذات خداونديءَ جو اهڙو آئينو آهي جنهن ۾ حق تعاليٰ جو تجلو يا عڪس نظر اچي ٿو.)

انهيءَ ڪري ڪي حضرات عدم کي 'اعيان ثابتہ' جي برابر سمجهن ٿا. تڏهن تہ انهن کي معدومات جو نالو پڻ ڏين ٿا، ڇو تہ اهي خارجي طور هميشہ معدوم آهن. هن سلسلي ۾ مولانا روميءَ جو هڪ نهايت دل چسپ شعر آهي.

ما عدم هائيم وهستي هائي ما
تو وجود مطلقي فاني نما

(معنيٰ: اسين عدم آهيون ۽ اسان جي هستي پڻ عدم آهي. تون سراسر وجود يا وجود مطلق آهين، بلڪ وجود فقط تنهنجو آهي، پر اهو ڏسڻ ۾ ڪو نہ ٿو اچي.)

رومي هڪ ٻئي بيت ۾ عدم کي قدرت جو ڪارخانو ڪوٺي ٿو.

امام رباني توڙي ٻين نقشبندي صوفين وٽ عدم جي اجا وڏيڪ مخصوص معنيٰ پڻ آهي جنهن لاءِ خاص طور دفتر اول جو مڪتوب 30 ملاحظہ ڪرڻ گهرجي.

[مڪمل شرح ابيات سنڌي، ص 240]

**ص 50 اندکي پيش............. بسيار است**

هي شعر ذوقي ڪاشانيءَ جو آهي ۽ مڪتوبات ۾ پڻ ملي ٿو.

[مڪتوب :28 - 260 **دفتر اول**، ص 38 - 236]

**ص 51 جمع**

جمع مان مراد آهي تہ سالڪ حق تعالیٰ جي مشاهدي ۾ اهڙيءَ طرح محو ٿي وڃي جو ٻي هر شيءِ کان لاتعلق ۽ بي خبر ٿي وڃي.

[مڪمل شرح ابيات سنڌي، ص 228]

**ص 51 ڪفر طريقت**

امام ربانيءَ 'معارف لدنيہ' ۾ ڪفر شريعت ۽ ڪفر حقيقت جي تفصيلي سمجهاڻي ڏني آهي. ڪفر حقيقيءَ مان مراد ٻيائيءَ کان بلڪل پري ٿي وڃڻ آهي ۽ ڪثرت جو ڪُلي طور تي لڪي وڃڻ آهي جيڪو فنا جو مقام آهي. انهيءَ ڪفر حقيقي کان مٿي اسلام حقيقيءَ جو مقام آهي، جو بقا جو محل آهي.

هتي مڪتوب 49 دفتر سوم جو حوالو آهي. امام رباني مڪتوب 95 دفتر دوم ۾ 'ڪفر طريقت' مان مراد مقام جمع وني ٿو گويا جڏهن حق ۽ باطل جي تميز ڪجهه وقت لاءِ ختم ٿي وڃي ٿي. ان لحاظ کان هو 'اسلام طريقت' مان مراد 'فرق بعد الجمع' واري ڪيفيت ٻڌائي ٿو.

[معارف لدنيہ اردو - ص 130، مڪتوبات دفتر سوم، مڪتوب 49-33،
ص 338 - مڪتوب 245، دفتر اول، ص 172]

**ص 51 مڪتوب اوڻونجاهون 'ٻيائي ۽ اتحاد' (اثنينيت)**

هي پورو حوالو مڪتوبات امام ربانيءَ ۾ ملي ٿو.

[مڪتوب 49، دفتر سوم اردو رانجه ا - ص 367، مڪتوبات فارسي - ص 449- 448]

**ص 51 لطيفا**

نقشبندي حضرات وٽ انسان ڏهن لطيفن جو مرڪب آهي، جن مان پنجن جو تعلق 'عالم امر' سان آهي ۽ پنجن جو تعلق 'عالم خلق' سان آهي. عالم امر سان تعلق رکندڙ لطيفا هي آهن: قلب، روح، سر، خفي ۽ اخفیٰ. عالم خلق سان تعلق رکندڙ لطيفن ۾ نفس (ناطقہ) ۽ چار عناصر يعني مٽي، پاڻي، باه ۽ هوا شامل آهن. امام رباني پنهنجي ڪيترن مڪتوبات ۾ انهن لطيفن تي روشني وڌي آهي. نقشبندي حضرات انهن سيني لطيفن کي هڪ دائري جي شڪل ۾ ظاهر ڪن ٿا، جنهن جي مٿئين اڌ ۾ عالم امر جا لطيفا ۽ هيٺين اڌ ۾ عالم خلق جا لطيفا ڏيکارين ٿا.

[شرح مڪمل ابيات سنڌي، ص 160]

**ص 51  الايمان بين الخوف والرجاء**

هي الفاظ هڪ حديث جا آهن.

[شرح مڪمل ابيات سنڌي، ص 241]

**ص 52 خدا ڪيت ڪم تهيا**

[خدا ڪيو ته ڪم ٿيو؟]
سرائڪي مقولو

**ص 52  نصير خان گرگيج ڏانهن اشارو**

محمد نصير گرگيج بهاولپور جي حاڪم نواب بهاول خان جو سپه سالار هو ۽ هن طرفان ڪيترين لڙاين ۾ حصو ورتو هئائين، جن ۾ جيسلمير جي راجا ۽ سنڌ جا ڪلهوڙا به شامل هئا. هڪ اهڙي لڙائي جنهن ۾ هن جو مقابلو حاجي خان مونڊاڻيءَ سان پهرين صفر 1221ھ / 1816ع تي ٿيو، جنهن ۾ نصير گرگيج ۽ سندس ساٿين کي ڪاميابي ملي. ان لڙائي ءَ دوران حاجي خان مونڊاڻي ملتان، سنڌ، بيڪانير ۽ جيسلمير طرف مدد لاءِ ماڻهو موڪليا پر ان ۾ به ڪا ڪاميابي ڪونه مليس. آخر 20 ربيع الثاني 1221ھ / 1816 ۾ حاجي خان مونڊاڻي شڪست کاڌي ۽ گرگيج هٿان گرفتار ٿيو. هن جو تفصيلي احوال 'صادق التواريخ' ۾ ملي ٿو.

نواب بهاول خان چوٿيهه سال حڪومت ڪئي ۽ 1 رجب 1224ھ ۾ مري ويو. اهوئي زمانو هو جڏهن افغان حاڪم تمور شاهه به سنڌ ۽ بهاولپور لاءِ مصيبت بڻيل هو، بلڪ 1207ھ ۾ تيمور شاهه سنڌ جي ميرن سان نئون عهدنامو ڪيو ۽ مير فتح علي ءَ کي سنڌ جو حڪمران تسليم ڪيو ۽ هن 24 لک رپيا ڏيڻ قبول ڪيا.

نواب بهاول خان جي مرڻ ڪان پوءِ نواب محمد صادق ثاني تخت نشين ٿيو. خيرپور جي مير سهراب خان ۽ نواب محمد صادق درميان ڪنهن معاملي تان نوبت لڙائي ءَ تي پهچي وئي. نواب جي طرفان نصير گرگيج ۽ فتح محمد غوري ۽ سنڌ مان وري سيد گولو شاهه آمهون سامهون ٿيا. بهرحال ميرن جي طرفان آخري وقت تي نواب ولي محمد لغاري ۽ نصير گرگيج وچ ۾ ڳالهيون به ٿيون پر اهي ناڪام ٿيون. جنهن ڪري ٻنهي ڌرين ۾ 11 شوال 1224ھ/ 1809ع ۾ مقابلو ٿيو. ٻنهي طرفن جا ڪيترا ماڻهو مارجي ويا، آخر وري ٻنهي ڌرين ۾ صلح ٿيو. انهيءَ واقعي بابت تفصيلي تاريخون مير 'مائل' لکيون آهن. هتي سندس ڪجهه اشعار ڏجن ٿا:

وزان سو نيز پور خان بهاول
که صادق با محمد نام او بود
به ارشاد نصير آن خان گرگُيج
به اقوام دگر اقوام مردود
گرفته پور خان وچند سردار

برسر يرغمال از خان مطرود
حزد تاريخ اين او فتح دلخواه
'زهي دلخواه اين بہ فتح' فرمود
1224ھ
مبارک آمد اين نصرت ز حق باز
دلم تاريخ اين نو فتح پيمود
بظل مکرمت خوش 'مائل' حق
ابد ز اکرام شاهي باد خوشنود

[صادق التواريخ- حفيظ خان، ص 300، ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون- حسام الدين راشدي، ص 228]

**ص 56 قيومت**

قيوم مان مراد انسان ڪامل آهي، جنهن جي ذريعي مخلوق ڪي ظاهري ۽ باطني فيض ملي ٿو.
[مڪتوب 74، دفتر دوم، اردو- ص 268]

**ص 56 شيخ عبدالرحيم گرهوڙي**

**شيخ ميان عبدالرحيم بن سعدالله مگريو چوٽياري ۽ جي ميان محمد مبين ڪيريو (وفات: 1196) کان پڙهي فارغ التحصيل ٿيو.** عبدالرحيم گرهوڙي پنهنجي وقت ۾ ظاهري عالم طور مشهور هو ۽ وقت جي حڪمرانن وٽ بہ ان حيثيت سان ڄاتل سڃاتل هو. هن ۾ وڏي روحاني تبديلي ڪيئن ۽ ڪڏهن آئي؟ ان سلسلي ۾ 'مرغوب الاحباب' جي روايت موجب گرهوڙي هڪ دفعي ڪنهن درويش ڪي واٽ ويندي ڏٺو جيڪو لُواري وڃي رهيو هو. ان زماني ۾ لُواريءَ جي وڏي هاڪ هئي. ڪجھ دير ڳالھ ٻولھ ڪرڻ کان پوءِ ڪيس چيائين تہ پنهنجي پير کان منهنجي طرفان هي ءُ سوال پُڇجانءِ تہ اها واٽ جنهن تان اسان جو پيغمبرﷺ متي آسمان تي معراج لاءِ ويو هو، سا فقط سندن لاءِ مخصوص هئي يا ٻين لاءِ بہ اهو رستو کليل آهي؟ لُواري پهچڻ بعد اهو ڏکيو سوال هن درويش جي دل تان ل هي ويو. ليڪن جڏهن واپس گهر موٽڻ جو ارادو ڪري مرشد کان اجازت وٺڻ لڳو تہ خواجہ محمد زمان کانئس پڇيو "فلاڻي توکي واٽ تي ڇا چيو هو؟" تڏهن ياد پيس ۽ ساري حقيقت بيان ڪري ٻڌايائين. خواجہ صاحب فرمايو، ڪيس چئج تہ بغداد جي خليفي لاءِ پل اڏي هئائون جا اڄا تائين قائم آهي ۽ سڀ ڪو مٿانئس پيو لنگهي. ساڳيءَ طرح عالم جي سردار لاءِ بہ گويا هڪ پل نهرائي وئي هئي، سا ڪا ڍهڻ جي آهي؟ البتہ سندن گذر خاص شان ۽ دستور وٽان هو، باقي ٻين جو اتان لنگهڻپنهنجي حيثيت مطابق آهي.

روايت موجب انهيءَ جواب گرهوڙيءَ ڪي لاجواب ڪري ڇڏيو ۽ سڀ ڪجھ ڇڏي اچي لُواري شريف ۾ سلطان الاولياء خواجہ محمدزمان جي هٿ تي بيعت ڪيائين. ائين هو نقشبندي طريقي ۾ داخل ٿيو ۽

ڪامل مرشد جي رهنمائي هيٺ سلوڪ ۽ طريقت جون منزلون طئي ڪيائين. اسان جي تحقيق موجب سلطان الاولياء جي رحلت 1188ھ مطابق 1775ع بعد لُواريءَ ۾ ترسڻ دؤران گرهوڙيءَ ٻئي ڪتاب پهريائين 'شرح ابيات سنڌي' ۽ پوءِ 'فتح الفضل' تصنيف ڪيا. اهوئي زمانو هو جڏهن هن پنهنجي مرشد خواجہ گل محمد جي لاءِ مڪتوبات امام ربانيءَ جو اختصار يا منتخب تيار ڪيو. ياد رهي تہ سلطان الاولياء جي لاڏاڻي بعد 11 سالن جي ننڍي عمر ۾ خواجہ گل محمد گرهوڙيءَ جي مداخلت سان گادي نشين ٿيو. اسان جي تحقيق موجب سنڌ ۾ گرهوڙي پهريون عالم ۽ صوفي هو جنهن مڪتوبات امام ربانيءَ ڪي باقاعدي متعارف ڪرايو. مٿين ڪتابن ڪانسواءِ گرهوڙيءَ جي ڪن متفرق مختصر رسالن جا نالا ملن ٿا جن مان گهڻا ناپيد آهن. البتہ سندس سنڌيءَ ۾ ڪلام گرهوڙي وڏي مقبوليت ماڻي جو ڪيئي دفعا اشاعت هيٺ آيو آهي، جنهن ڪي تحقيق سان پهريون دفعو علامہ دائود پوٽي 1956ع ۾ شايع ڪرايو. عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي زندگيءَ جو آخري واقعو جنهن ۾ هو شهيد ٿي وڃي ٿو، اهو واقعو 17 ربيع الاول 1192 مطابق 15 مارچ 1778 تي اربع ڏينهن پيش آيو. 'مرغوب الاحباب' جي صاحب سندس شهادت تي قطعہ تاريخ چيو آهي، جنهن جو هڪ شعر هيءُ آهي:

چون تاريخ وصالش جستم از دل
جواب آمد 'بحق خلوت گزيده'
1192ھ

[معارف سلطان الاولياء، ص67]

**ص 56 هردم حج پڙهن، ڪعبو پسن نہ ڪاپڙي**

هيءَ مصرع ڪلام گرهوڙيءَ ۾ ملي ٿي، جنهن جي ٻي مصرع هن ريت آهي:

سبق سو پاڙهين، جنهن ۾ حرف هيڪڙو

گرهوڙيءَ جي هيءَ سٽ ايترو مشهور ٿي جو پير محمد راشد روضي ڌڻيءَ پڻ ان جي شرح ڪئي جيڪا سندس هڪ خط جي صورت ۾ موجود آهي ۽ ان جو مخاطب بہ ساڳيو ميان پير محمد ڏيپارجائي آهي.

[ڪلام گرهوڙي، ص 203، مڪتوب پير روضي ڌڻي، ص 517]

**ص 57 لي مع الله وقت لايسعني فيها ملك مقرب ولانبي مرسل**

ملا علي قاري 'الموضوعات الڪبير' ۾ هن حديث ڪي نقل ڪيو آهي ۽ مڪتوبات امام ربانيءَ ۾ پڻ ملي ٿي. ليڪن هن مڪتوبات ۾ جنهن نُڪتي ڏانهن اڳتي هلي اشارو ڪيو ويو آهي اهو بحث مڪتوب 287 دفتر اول ۾ ملي ٿو.

[الموضوعات الڪبير، ص 197 طبع ڪراچي- مڪتوب 287، دفتر اول اردو زوار- ص 386 ۽ 387]

**ص 57 الصلاة معراج المؤمنين**

هيءَ حديث مرقاة المفاتيح شرح المشڪاة ڪتاب الايمان ۾ ملي ٿي، ان ڪان علاوه علامہ نجم الدين رازي 'مرصاد العباد' ۾ ۽ شيخ عبدالحق محدث دهلوي 'مدارج النبوَة' ۾ پڻ بيان ڪئي آهي. مڪتوبات امام ربانيءَ ۾ پڻ هن حديث جو ڪيترا ڀيرا ذڪر آيو آهي.

[معارف سلطان الاولياء، ص 446]

**ص 57 ارحني يا بلال وقرة عيني في الصلواة**

'ارحني يا بلال' حديث جي مشهور ڪتاب دار قطنيءَ موجب حديث آهي ۽ 'قرة عيني في الصلاة' ڪتاب نسائي موجب حديث آهي. مڪتوبات امام ربانيءَ ۾ ٻنهي جو حوالو ملي ٿو. هتي آيل مواد دفتر اول جي مڪتوب 261 تان ورتل آهي جتي ٻئي حديثون گڏ آيل آهن.

[دفتر اول مڪتوب 260، 261، 285، 287 ۽ 293]

**ص 58 ميان پير محمد**

هن جو تفصيلي ذڪر مقدمي ۾ ڏنل آهي.

**ص 58 وڏيرو خيرو خان انڙ**
**وڏيرو عزت خان انڙ**

هي ٻئي انڙ خواجہ قاضي احمد قريشي ءَ جا مريد ها ۽ سندس عقيدت ۽ محبت ۾ ساٽس گڏ ديھہ دِمَ مان لڏي اچي قاضي احمد شهر ۾ رهائش پذير ٿيا. وڏيري خيري خان انڙ کي هڪ پٽ وڏيرو هيرو خان انڙ هو، جنهن جو پٽ وڏيرو دوست محمد خان انگريزن جي دؤر ۾ هن علائقي جو وڏو زميندار هو، جنهن جو انگريزي ڪتاب 'PEOPLE OF INDIA' ۾ ذڪر ۽ تصوير موجود آهي، جيڪو 1868ع ۾ شايع ٿيو. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ وڏيري دوست محمد خان 1868ع بعد وفات ڪئي. ڪيس ڪو بہ اولاد ڪونہ ٿيو، فقط هڪ گهرواري ۽ هڪ ڀيڻ هئي، جيڪي درگاھ جي روايت موجب حويليءَ ۾ پرسان رهنديون هيون ۽ درگاھ جي ٻنيءَ تان ماني کائيندڙ هيون.

خليفو مرحوم غلام قادر پنو عرف وڏو فقير کان روايت آهي تہ وڏيرو دوست محمد خان انڙ درگاھ لُواري شريف جو مريد هو. تنهنپنهنجي آخري عمر ۾ خواجہ پير نور الله قريشي (وفات: 1295ھ/ 1878ع) کي عرض ڪيو تہ "قبلا! جيئن تہ مون کي ڪو بہ اولاد ڪونهي، تنهنڪري مان پنهنجي سموري زمين اوهان کي نذراني ۾ ڏيان ٿو." پاڻ فرمايائون تہ "اسان کي اوهان جي زمين نہ گهرجي." وڏيري دوست محمد خان جي وفات بعد خواجہ صاحب آساپاس جي معزز ماڻهن کي دعوت ڏئي انڙ خاندان جي هڪ ٻئي فقير نور محمد خان انڙ کي گهرائي پڳ ٻڌرايائون. جڏهن پير سيد جمال شاھ، نور محمد انڙ کي پڳ جو ور پئي ڏنو،

تڏهن شاھ صاحب چيس تہ "نورا! تيڪون ويڙھا گهڻا پئي ڪريندين، پر يار متان مُني نال ڪهين." انهيءَ وڏيري نور محمد خان انڙ کي ٽي پٽ هڪ الهرکيو، ٻيو ولي محمد ۽ ٽيون محمد خان (وفات 1346ھ) هئا. جن مان رئيس الهرکيو خان کي ٻہ پٽ خان محمد (وفات: 1332ھ) ۽ جان محمد هئا، جيڪي لاولد فوت ٿي ويا. رئيس ولي محمد خان کي چار پٽ: رئيس حاجي علي نواز خان، رئيس شاهنواز خان، رئيس شير محمد خان ۽ رئيس دوست محمد خان ٿيا. وڏيرو محمد خان انگريز حڪومت ۾ اسپيشل مئجسٽريٽ هو ۽ کيس 'خانصاحب' جو لقب مليل هو. هن کي ٽي پٽ رئيس فقير رسول بخش خان، رئيس امام بخش خان ۽ رئيس ڏٽي بخش خان هئا. جن جو اولاد قاضي احمد ۾ موجود آهي. وڏيرو نور محمد، سندس ٽئي پٽ ۽ پوٽو مرحوم خان محمد درگاھ شريف جي قبرستان ۾ روضي جي آڏو مين دروازي پرسان صحن ۾ مدفون آهن. (راوي سائين بخش قبولائي)

**ص 59 ميل ڪندي**

هتي اڳ ۾ هڪ درياھ جو ڦاٽ 'ڍورو' هو، جنهن جا هن وقت بہ ٿورا آثار شهر جي اوڀر ۾ موجود آهن، جتي ڪندين جا وڻ تمام گهڻا هئا ۽ هي علائقو 'ميل ڪندي' جي نالي سان سڏبو هو. جڏهن خواجہ قاضي احمد قريشي "ديھ دِمَ" مان لڏي هن ماڳ تي اچي رهائش پذير ٿيا، تڏهن سندن نالي سان قاضي احمد جو ڳوٺ يا قاضيءَ جو ڳوٺ سڏجڻ لڳو ۽ عقيدتمند هن ڳوٺ کي 'ميل شريف' سڏڻ لڳا، هن وقت 'قاضي احمد' شهر تعلقہ هيڊڪوارٽر آهي.

**ص 59 لُواري شريف**

لواري شريف شهر بدين ضلعي هيڊڪوارٽر کان ٻارهن ڪلوميٽر اوڀر ڏکڻ جي ڪنڊ تي نقشبندي سلسلي جي سنڌ ۾ وڏي درگاھ آهي. سلطان الاولياء جي مزار مبارڪ مٿان خواجہ گل محمد جن روضو تعمير ڪرايو، روضي جي دروازي جي مٿان هينيون شعر لکيل آهي، جنهن مان تعمير جو سال نڪري ٿو:

اين بناء روضہ بهشتي جائي،
ز جهان يافت شرف محبوبي.
1205ھ

ان کان علاوہ روضي تي ڪاشيءَ جو ڪم غوث عالم خواجہ محمد زمان ثانيءَ جي دؤر ۾ مڪمل ٿيو، جنهن تي هيءُ ڪتبو لکيل آهي: "عمل مريد پنن فقير بن اسحاق ساڪن نصرپور، 1220ھ کان 1222ھ"

**ص 59 در خدا گم شو......... ڪمال اينست بس**

خواجہ بهاؤالدين نقشبند جي 'رسالہ قدسيہ' جنهن جو مؤلف خواجہ محمد پارسا آهي ان ۾ اهو شعر هن ريت آيل آهي. اصل ۾ اهو شعر فريدالدين عطار جو آهي:

تو ز خود گم شو كمال اينست و بس
تو ممان اصلاً وصال اينست و بس

[رسالہ قدسيہ فارسي، ص 218، منطق الطير - ص 11]

**ص 60 من له المولىٰ فله الكل**

صوفين جي ڪيترن ڪتابن ۾ حضرت رسول الله ﷺ جن جي قول طور ملي ٿو.

[معارف، ص 471]

**ص 60 ميان فيض محمد**

تعارف مقدمہ ۾ اچي چڪو آهي.

**ص 61 ميان محمد صالح**

هي خواجہ قاضي احمد دمائيءَ جو فرزند آهي ۽ سندس ذڪر تفصيل سان مقدمي ۾ ڏنل آهي.

**ص 61 ميان صدرالدين**

هي ميان پير محمد ڏيپارجائيءَ جو وڏو پٽ هو، ڪيس مڪتوب ٻارهين ۾ خواجہ قاضي احمد "اڪين جو نور ۽ نئين خوشبوءِ واري باغ ميان صدرالدين" جي نالي سان ذڪر ڪري ٿو ۽ مڪتوب ڇوي هين ۾ "هدايت جي نئين اُسرندڙ باغ ۽ اڪين جي نور ميان صدرالدين جيو" جي نالي سان دعائون ڏئي ٿو. ميان صدرالدين جي بيضوي شڪل ۾ مهر ثبت ٿيل نظر مان گذري آهي، جنهن جو عڪس هن ڪتاب ۾ ڏنل آهي.

[مڪتوبات خواجہ قاضي احمد، مڪتوب 26، 12]

**ص 62 گرچہ دورم زِيادتُ ........... سفر روحاني**

هي ءُ شعر حافظ شيرازيءَ جو آهي، ليڪن 'ديوان حافظ' ۾ ان بيت جي پڙهڻي هن ريت آهي:

گرچہ د وريم بيادِ تو قدح مي نوشيم
بُعدِ منزل نبود در سفر روحاني

[ديوان حافظ، ص383]

**ص 64 ميان مُلا محمد حسن ۽ ميان مُلا محمد عارف**

مڪتوبات جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ هي ٻئي بزرگ پيءُ پُٽ يا ڀائر آهن ۽ هنن جو تعلق دادو ضلعي جي علائقي سيوهڻ، پاٽ يا ٺلتيءَ سان ٿي سگهي ٿو. خط مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ هنن وٽان مخدوم پير محمد ڏيپارجائي ءَ جي شادي ٿيل آهي، جنهن ڪري خواجہ قاضي احمد انهيءَ احسان ڪرڻ تي

سندن شڪريو ادا ڪري ٿو ۽ هڪ ٻئي خط ۾ مخدوم پير محمد کي هدايت ڪري ٿو تہ "ميان محمد حسن ۽ ان جي گهر وارن کي پنهنجي والدين جي جڳھ تي تصور ڪيو ۽ انهن جي دِلجوئي ۽ خدمت ڪرڻ ۾ ڪا ذري جيتري بہ گهٽتائي نہ آڻيو. " مذڪوره خطن مان اها ڳالھ بہ واضح ٿئي ٿي تہ هنن بزرگن جي زرعي زمين موجوده قاضي احمد جي آسپاس ۾ هئي، جيڪا سيد محمد بقا شاھ ۽ ڪجھ معارفيجہ ڪوريجہ ماڻهو آباد ڪندڙ هئا.

مولانا محمد امين جا طب تي لکيل ڪجھ ورق درگاھ جي ڪتب خاني ۾ نظر آيا آهن، انهن طبي نسخن جي مٿان ڳاڙهي مس سان هڪ نالو 'آخوند محمد حسن سيوستاني' پڻ لکيل هو.

[مڪتوبات خواجہ قاضي احمد، مڪتوب، 17، 20]

**ص 65 ميان منل**

مڪتوبات قاضي احمد جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ هي ؤ بزرگ خواجہ قاضي احمد کان فيضياب ٿيل آهي. سندس نالي هڪ خط ملي ٿو جنهن ۾ کيس هينين القابن سان ياد ڪيو ويو آهي: "زماني جا چونديل، يارن ۾ ناز ڪرڻ جهڙا، چڱاين جا بنياد، اکين جا نور، روح جي راحت ميان منل جيو. " ان کان علاوه ٻين ٻن مڪتوبات ۾ پڻ سندس نالو آيو آهي.

[مڪتوبات خواجہ قاضي احمد، مڪتوب:18، 37 ۽ 38]

**ص 65 ميان شهاب الدين**

هي بزرگ خواجہ قاضي احمد جي پهتل مريدن مان آهي، جيڪو ڏيپارجا شهر جو يا آسپاس جو رهاڪو هو، ميان پير محمد ڏيپارجائي ۽ کي خط ۾ لکيو ويو آهي تہ "ميان منل جي گهر واري ۽ کي دوا مان فائدو نہ ٿيو آهي، تنهنڪري ميان ش هاب الدين کي دعا گهرڻ لاءِ چوندا. " ان کان علاوه هن جو نالو 'مڪتوبات ڪندائي' ۾ پڻ ملي ٿو.

[مڪتوبات خواجہ قاضي احمد، مڪتوب:18]

**ص65 ميان عبدالجليل**

مڪتوبات جي خط نمبر 29 ۾ کيس 'منهنجو پيارو ۽ اکين جو نور ' جي لقبن سان ياد ڪندي، مخدوم ميان پير محمد ڏيپارجائي ۽ کي هڪ مسئلي ۾ تعاون لاءِ تاڪيد ڪيو ويو آهي.

[مڪتوبات خواجہ قاضي احمد، مڪتوب، 39]

**ص 67 ميان عبدالستار**

مڪتوبات جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ هي ؤ بزرگ خواجہ قاضي احمد جي ويجهن عزيزن مان هو.

[مڪتوبات خواجہ قاضي احمد، مڪتوب، 22]

**ص 68 در عشق باش مست.......... درين داركار نيست**

هيءُ شعر ديوان شمس تبريزيءَ مان ورتل آهي، جنهن جي آخري سٽ هن ريت آهي:

بي كار و بار عشق بر دوست بار نيست

[ديوان شمس تبريزي]

**ص 68 مصلحت ديد من............... طره ياري گيرند**

هيءُ شعر حافظ شيرازيءَ جي ديوان مان ورتل آهي، جنهن جي آخري مصرع هن ريت آهي:

بگذارند وخم طره ياري گيرند

[ديوان حافظ، ص 207]

**ص 68 حضرت اويسؒ قرني**

هو يمن جو رهاڪو هو ۽ رسول الله ﷺ جي زماني ۾ ٿي گذريو. هو پاڻ هلي اچي زيارت سان مشرف نہ ٿيو، پر بغير ڏسڻ جي ايمان جي دولت سان منور ٿيو. سندس عقيدت جو اهو عالم هو جو پاڻ سڳورن هڪ دفعي فرمايو: ”مون کي يمن کان رحمت جي خوشبوءِ (نفس الرحمان) پئي اچي.“

صوفين لاءِ اويس قرني اها مثالي هستي آهي جنهن بغير مرشد وٽڻ جي فيض پاتو ۽ معرفت حاصل ڪئي. انهيءَ ڪري اهڙا صوفي جيڪي ڪنهن سلسلي سان وابستگيءَ کان سواءِ فيض حاصل ڪن ٿا، اهي پاڻ کي اويسي سڏائن ٿا يا ان کي اويسي نسبت ڪوٺن ٿا.

[منهاج المعرفت، 251]

**ص 69 ميان وڏيرو شاهہ محمد**

**ميان وڏيرو محمد**

هنن بزرگن بابت معلومات ملي نہ سگهي آهي، پر مڪتوبات جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ هي خواجہ قاضي احمد جا مريد آهن.

[مڪتوبات قاضي احمد - مڪتوب 24 - 38]

**ص 69 ميان عبدالحڪيم**

مڪتوبات جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ هي ءُ بزرگ خواجہ قاضي احمد جي ويجهن عزيزن يعني ياءُ يا سؤٽ هو. اسان کي هڪ ڪتاب تي سندس مهر نظر مان گذري آهي، جنهن ۾ سندس نالو ’عبدالحڪيم‘ آهي ۽ سندس فرزند ميان محمد عليءَ جو ذڪر پڻ ملي ٿو، جنهن جو حوالو هيٺ اچي ٿو.

[مڪتوبات خواجہ قاضي احمد، مڪتوب، 30، 34 ۽ 37]

**ص 61 ميان سيد نظر علي**
**ميان سيد علي اڪبر شاھ**
**عارب**

مڪتوبات جي مطالعي جي آڌار تي چئي سگھجي ٿو تہ مٿيان ٽئي بزرگ خواجہ قاضي احمد جا مريد هئا.

[مڪتوبات خواجہ قاضي احمد، مڪتوب، 30، 33]

**ص 72 سلطان ولد بهادر خان**

ٽالپري لشڪر جي سپهہ سالارن ۾ بهادر خان ڪوڪر ۽ سيادت وشرافت پناه مير علي اڪبر جا نالا ملن ٿا. شايد هن خط ۾ تيمور شاھ افغاني ءَ جي تخت تي ويهڻ ۽ ان زماني ۾ سنڌ جي ٽالپر حڪمران مير فتح علي خان سان سندس نئون عهدنامو 1207ھ / 1792ع شڪارپور ۾ ٿيل بابت اشارو آهي، جنهن جي قيمت ۾ 24 لک روپيا بقايا سنڌ جي حڪمران ڏيڻ قبول ڪيا.

[ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون، ص 212 - 218]

**ص 73 ميان امام الدين**

مڪتوبات جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ هي ءُ بزرگ خواجہ قاضي احمد جي معتقد ۽ مريدن مان هو. ڪتب خاني جي ڪن ورقن تي لکيل عبارت هن ريت ملي آهي: 'تاريخ وصال حضرت مولينا مخدوم امام الدين لڪعلوي بطريق معما:

اذا امام الدين هاجر من هنا
هاتف هادي الي اهل الثرىٰ
من بداني اسم تاريخا
ب د ا ا م ا م ال د ي ن
سر عند الله من كنز الرضا
ايضاً

'بي نظير بود'
1184ھ

[مڪتوبات خواجہ قاضي احمد، مڪتوب، 32]

**ص 73 ميان محمد علي**

ميان محمد علي بن ميان عبدالحڪيم دمائي، خواجہ قاضي احمد جي ويجهن عزيزن مان هو، سندس آخري آرامگاھ ديهہ 'دم شريف' ۾ مشهور معروف زيارت گاھ آهي، جيئن تہ خواجہ قاضي احمد 'دم

شريف ' مان لڏي اچي موجوده شهر قاضي احمد کي آباد ڪيو، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ميان محمد علي، خواجہ قاضي احمد جي لڏڻ کان اڳ وفات ڪري ويل آهي.

[مڪتوبات خواجہ قاضي احمد، مڪتوب 34]

**ص 74 همه شب درين اميدم............ بنوازد آشنا را**

هيءُ شعر حافظ شيرازيءَ جو آهي.

[ديوان حافظ، ص 31]

**ص 74 جَهجَا ڏِيج جُهارَ منهنجا وَجي مَارُئين**

هيءَ مصرع شاھ جي رسالي جي سر مارئيءَ جي داستان نائون ۾ ملي ٿي، جنهن ۾ مڪمل بيت هن ريت آهي:

جَجہ ا ڏيج جُ هارَ، منهنجا ملير ڄائيين،
آسر پري آهيان، پرچن مان پن هوار،
ويڙيُون ۽ ول هار، ڪِ سُوايا سارين مون.

ان کان علاوه خليفي نبي بخش لغاريءَ جي ڪلام ۾ پڻ اها مصرع هن ريت ملي ٿي:

ججہ ا ڏيج جُهارَ، پانڌي پرين رسول ڪي.

[شاھ جو رسالو: بيت 2976، ص 1032]

**ص 74 گرچہ دوريم بہ ياد ........... در سفر روحاني**

هيءُ بيت حافظ شيرازيءَ جو آهي، جنهن ۾ لفظ 'گيريم ' جي جاءِ تي 'نوشيم ' آهي.[ديوان حافظ، ص 383]

**ص 77 ميان عبدالڪريم نقشبندي**

هن جو مختصر احوال مقدمي ۾ اچي ويو آهي، هن ڏانهن خواجہ قاضي احمد قريشيءَ جا لکيل چار رقعات خليفي قاضي عبداللطيف بن قاضي محمد پريل جوڻيجو ڳوٺ ڪاهي مين هون تعلقہ قمبر جي بياض مان مليا آهن جن جي مثان عنوان هن ريت آهي: 'بيان رقع هائي شيخ مرشد مخدوم حاجي الحرمين الشريفين سلطان الاولياء بطرف شاگرد تلميذ نوشتہ اند ' يعني رقعات جيڪي وقت جي شيخ ۽ مرشد مخدوم حاجي الحرمين الشريفين سلطان الاولياء پنهنجي شاگرد ڏانهن لکيا آهن. خطن جو سنڌي ترجمو ۽ عڪس هن ڪتاب ۾ شامل آهن.

**ص 80 سيد غلام مجتبيٰ شاھ لکوي**

هي سيد محمد وفا شاھ لکويءَ جو پٽ هو. خواجہ گل محمد جو مريد ۽ خواجہ قاضي احمد جو پيريائي هو. هو فارسي ۽ سنڌيءَ جو شاعر هو. اسان کي سندس تصنيفن ۾ 'وصل نامہ '، 'مڪتوبات لُواري

شريف بنام ساداتِ لکوي ' جو نسخو مليو آهي جنهن ۾ خواجہ گل محمد جا 39 مکتوب ۽ ان کان علاوه ٻيو ن کتاب مکتوبات سادات لکوي آهن. هيءُ بزرگ تيرهين صديءَ جي مشاهيرن مان آهي. خواجہ قاضي احمد قريشيءَ جو هن ڏانهن لکيل خط درگاهہ قاضي احمد جي کتب خاني مان مليو آهي، جنهن جو ترجمو هن کتاب ۾ شامل کيو ويو آهي.

**ص 82 حاجي محمد**

**حافظ قاسم محمد**

جيئن تہ هنن ٻنهي بزرگن ڏانهن خواجہ قاضي احمد، شيخ عبدالرحيم گرهوڙي ءَ کي خط ۾ سلام پهچائڻ لاءِ چوي ٿو، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهي ٻئي شخص ساڳئي گرهوڙي صاحب جي علائقي ۾ سلسلہ لواريہ سان وابستہ آهن.

## شوق نامہ

**ص 85 لولاک لما خلقت الافلاک**

هيءَ حديث قدسي آهي جيکا صوفين وٽ تمام گهڻي مشهور ۽ مقبول آهي. مولانا رومي مثنويءَ جي پنجين جلد ۾ ان ڏانهن هن ريت اشارو کري ٿو.

**با محمد بود عشق پاک جفت**

**بهر عشق او را خدا لولاک گفت**

[معنيٰ: محمد ﷺ سان خدا جو اصل کان پيار هو تڏهن تہ ان جي پيار سبب چيائين لولاک]

امام ربانيءَ دفتر اول جي مکتوب 44 ۾ لکي ٿو، جيکڏهن حضور انور ﷺ جي ذات مبارک نہ هجي ها تہ خدا تعاليٰ مخلوق کي پيدا نہ کري ها ۽ پنهنجي ربوبيت يعني رب هجڻ جو اظهار نہ کري ها. پاڻ کري ﷺ جن تڏهن نبي هئا جڏهن آدم عليہ السلام اجا پاڻي ۽ مٽيءَ ۾ هو.

[مکتوبات امام رباني، مکتوب 44]

**ص 85 آنکہ نامش بزُبان ............. بنامش گويا است**

**ليک زِ آنجا کہ ............... نرسانم زِجفا است**

**قطب حق هادي ............... قد افلاک دو تا است**

هي شعر مکتوبات معصومي ءَ جي مقدمي ۾ ملن ٿا، جنهن جي ٽئين شعر جي پهرين مصرع ۾ آيل خواجہ محمد معصوم کي 'حضرت احمد امجد' جي لفظن سان تبديل کيو ويو آهي.

[مکتوبات معصومي، اردو دفتر دوم، ص 17]

